# غلاميءَ مان مٿي چاڙهو

مترجم

مرزا قليچ بيگ



سنڌي ادبي بورڊ

# غلاميءَ مان مٿي چاڙهو

(From Booker T. Washington's "Up From Slavery".)

مترجم :

مرزا قليچ بيگ



سنڌي ادبي بورڊ

سنڌ اسيمبلي بلڊنگ، بندر روڊ، ڪراچي.



تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).

# عرض ناشر

هي امر نهايت ئي خوشيءَ جو موجب آهي جو زير نظر ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ طرفان، دوباره شايع ٿي رهيو آهي. در حقيقت هي سنڌي عوام طرفان، بورڊ جي قدرداني ۽ همت افزائي جو بين ثبوت آهي.

سنڌي ادبي بورڊ جي مخصوص اِشاعتي پروگرامن مان هڪ خاص ۽ بنيادي پروگرام هيءُ پڻ آهي ته سنڌي زبان جا پراڻا ۽ ناياب ڪتاب، سنڌي عوام جي طلب و تقاضا موجب بار بار شايع ڪيا وڃن، تا ته هڪ طرف علمي حلقن ۾ انهيءَ ڪي تحسين جي نظرن سان ڏٺو وڃي، ۽ ٻئي طرف سنڌي ادب ۾ انهن ڪتابن جي دائمي حيثيت برقرار رهي سگهي. انهي سلسلي ۾ بورڊ جو پروگرام نهايت ئي وسيع ۽ همه گير آهي، چاڪاڻ ته ان ماتحت ڪم و بيش ٻه سو قديم خواه جديد ڪتاب، جن جي افادي حيثيت مسلم آهي، شايع ڪرڻا آهن. سنڌي ادبي بورڊ انهي مقصد کي پيش نظر رکندي، قابل قدر اديبن جون خدمتون پڻ حاصل ڪيون آهن، جي هر هڪ ڪتاب کي جديد تقاضائن موجب ترتيب ڏيئي، طباعت و اشاعت جي لائق بڻائن ٿا.

هي سڀ ڪجهه، پنهنجي موجوده ادبي سرمايه کي،

زماني جي دست برد کان محفوظ رکڻ لاءِ ڪيو وڃي ٿو، تا ته اهو فنا پذير ٿيڻ کان بچي وڃي. دنيا جون زنده قومون، پنهنجي زبان جي تحفظ وبقا لاءِ هميشه انهي قسم جا طريقا اختيار ڪنديون آهن، ۽ اهي وقت جي تقاضائن موجب، پنهنجا علمي ۽ ادبي شاهڪار نهايت ئي آب و تاب سان شايع ڪنديون رهن ٿيون. سنڌ ۾ انهيءَ قسم جي سعي و ڪوشش بلڪل مفقود هئي، مگر مقام مسرت آهي، جو سنڌي ادبي بورڊ انهي ڪمي جي تلافي ڪئي ۽ پنهنجي مخصوص اشاعتي پروگرام ماتحت، سنڌي عوام لاءِ ناياب ڪتاب، زيور اشاعت سان آراسته ڪري، انهن کي علم دوست حلقن تائين پهچايو.

اميد ته سنڌي ادب جا بهي خواه بورڊ جي هن وسيع پروگرام کي تڪميل پذير ٿيڻ ۾ اسان سان هر ممڪن تعاون ڪندا، ۽ پنهنجي گران قدر ۽ مفيد مطالب مشورن سان، اسان کي هميشه مستفيض فرمائيندا رهندا.

ڪراچي،
٢٨ - ٩ - ١٩٦١ع

سيد شاه محمد شاه
سيڪريٽري،
سنڌي ادبي بورڊ.

# مترجم جو نوت

پڙهندڙ هن ڪتاب مان ڏسندا ته هي ڪتاب امريڪا جي هڪڙي مشهور تعليم يافته ۽ تعليم ڏيندڙ ۽ فصاحت ۽ بلاغت واري اُستاد، ٻُڪر واشنگٽن نالي جو لکيل آهي، جنهن ۾ هن پنهنجيءَ حياتيءَ جو سمورو احوال حجاب کان سواءِ ڏنو آهي. انهيءَ جي پڙهڻ مان معلوم ٿيندو ته ڪيئن هڪڙو غريب مسڪين گمنام غلام ڇوڪر پاڻ کي سڌاري وڏائيءَ جي اوج ۽ وڏي درجي کي رسيو ۽ مشهور مشهور وڏن ماڻهن سان وڃي سٿ پيو. اميد ڪجي ٿي ته هن ڪتاب جي پڙهڻ مان غريب ۽ محنتي ماڻهن کي سڄي ترقي ڪرڻ جي همت ۽ ترغيب ايندي.

حيدرآباد،                                        قليچ بيگ

جون ١٩١٨ع.

# ديباچو

هن ڪتاب ۾ منهنجيءَ حياتيءَ جو ڪجھ احوال آهي، جو "آئوٽ لُڪ" نالي رسالي ۾ ٿورو ٿورو ٿي پي ڇپيو آهي. جيسين آهو پي ڇپيو، تيسين ملڪ جي سينيَ پاڳن مان نهايت گهڻيون درخواستون پي مليون تہ اهو احوال گڏي ڪتاب جي صورت ۾ ڇاپجي. آءٌ "آئوٽ لُڪ" جو شڪرگذار آهيان، جو انهيءَ مون کي مائٽن جي خواهش پوري ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي.

مون ڪوشش ڪري هڪڙي سنئين سڌي ڳالھ، سواءِ ڪنهن مبالغي جي، ڪئي آهي. مون کي رڳو ايترو ارمان ٿو ٿئي تہ جيڪي مون ڪوشش ڪري ڪيو آهي، سو پوريءَ طرح نہ ڪيو آهي. منهنجي وقت ۽ طاقت جو گهڻو پاڱو تسڪجي جي نارمل ۽ هنري سڪول هلائڻ سان واسطي رکندڙن ڪمن ڪرڻ لاءِ ۽ انهيءَ جي مدد واسطي گهربل پيسن هٿ ڪرڻ لاءِ گهربل آهي. جيڪي مون لکيو آهي، تنهنجو گهڻو پاڱو گاڏين يا مهمانسراين يا ريلوي سٽيشنن ۾ لکڻ ۾ آيو آهي، جڏهن آءٌ گاڏيءَ جي اچڻ لاءِ منتظر ٿيو پي ويٺو آهيان يا جڏهن سڪول جي ڪمن کان ڪن لحظن جي فرست پي ملي اٿم. **مسٽر مئڪس بيڪيٽ ٿرڊشز** جي مهربانيءَ ۽ تڪليف جهڙيءَ مدد کان سواءِ، جيڪر آءٌ ڪڏهن بہ پوريءَ طرح فتحياب ٿي نہ سگهان ها.

# فهرست

# باب پهريون

## غلامن منجهہ غلام

آءٌ ورجينيا جي فرئنڪلن ضلعي ۾ هڪڙي ڪيتيءَ تي غلام ٿي ڄائو هوس. مون کي پنهنجي ڄمڻ جي پوري جاءِ ۽ پوري تاريخ جي پڪي خبر ڪانهي، پر آءٌ ڀانيان ٿو تہ آءٌ ضرور ڪنهن هنڌ ۽ ڪنهن وقت ڄائو هوندس. جيتري حقيقت مون کي معلوم ٿي سگهي آهي، تنهن موجب، گهٽو ڪري، هيلس فورڊ نالي ٽپال خانو، جو هڪڙي شاهي رستي جي چؤسول تي آهي، انهيءَ جي ويجهو ڄائو هوس، ۽ آهو سال ١٨٥٨ يا ١٨٥٩ هو. مون کي مهيني يا ڏينهن جي خبر ڪانهي. ننڍي هوندي جي جيڪا ڳالهہ هينئر مون کي ياد ٿي پوي، سا انهي ۽ ڪيتي غلامن جي جاين جي ٿي پوي، جي جايون خود انهي ڪيتيءَ ۾ هيون ۽ آتي غلامن جون ڪوٺيون هونديون هيون.

منهنجي حياتي تمام مصيبت ۽ خرابي ۽ نا اميديءَ جهڙن اسباين جي وچ ۾ شروع ٿي. پر انهي جو سبب اهو نہ هو تہ منهنجا ڌڻي خاص طرح ظالم هئا، ڇا لاءِ جو آهي تہ

پين گهڻن جي مقابلي ۾ ايترا ظالم نہ هئا. آءٌ هڪڙي سچي پچي ڪاٺ جي ڪوٺيءَ ۾ ڄائو هوس. جا ڊيگهہ ۾ اٺڪل سورنهن فوٽ ۽ ويڪرائي ۾ چوڏنهن فوٽ هئي. انهي ڪوٺيءَ ۾ آءٌ پنهنجي ماءُ ۽ هڪڙي ڀاءُ ۽ ڀيڻ سان گڏ رهندو هوس، جيسين ڪ ملڪي جنگ کان پوءِ اسان سڀني کي آزاد ڪري ڇڏيائون.

منهنجن وڏن جي پيڙهيءَ جي مون کي گهٽي خبر ڪانهي. پانهن وارين جاين ۾، بلڪ پوءِ ب، شيدين ۾ اها مقال آءٌ ٻڌندو هوس تہ جيڪو جهاز ٻانها ڪٺي آفريڪا کان آمريڪا ڏي ٽي آيو، ۽ جن ۾ منهنجي ناناڻي اڪهہ جا وڏا هئا، تن کي وچ واري مسافريءَ ۾ ڏاڍا عذاب سهڻا ٿي پيا. مون گهڻي ڪوشش ڪئي آهي مگر پنهنجي ماءُ کان پرتي پنهنجي گهراڻي جي تاريخ بابت ڪوبہ وڌيڪ چٽو احوال مون کي ملي نہ سگهيو آهي. مون کي ياد آهي تہ منهنجي ماءُ کي هڪڙو ماٽيجو ڀاءُ ۽ هڪڙي ماٽيجي ڀيڻ هئي. غلاميءَ وارن ڏينهن ۾ گهراڻن جي تاريخن ۽ خانداني ڪاغذن تي، يعني شيدين جي گهراڻن جي ڪاغذن تي، ڪو گهڻو ڌيان ڏيڻ ۾ نہ ايندو هو. آءٌ ڀانيان ٿو تہ منهنجي ماءُ جي خريد ڪرڻ جو بس هڪڙي شخص کي خيال ٿيو، جو پوءِ منهنجو توڙي هن جو مالڪ ٿيو. غلامن جي ڪٽنب ۾ اما جي اچي داخل ٿيڻ تي اُتي جي ڀاتين جو ايترو ڌيان ڇڪيو، جيترو ڪنهن نئين گهوڙيءَ يا ڍڳيءَ جي خريد ڪرڻ تي ڇڪبو آهي. منهنجي پيءُ جي تہ مون کي پنهنجي ماءُ کان بہ گهٽ

خبر آهي. رکيو سندس نالو ٻه. مون کي نٿو اچي. مون افواهون ٻڌيون آهن ته هو ڪوگورو هو، جو پاسي واريءَ ڪنهن کيتيءَ تي رهندو هو. هو ڪير به هو، پر مون ڪڏهن ڪونه ٻڌو ته هن کي منهنجي لاءِ ڪنهين به قسم جي ڪا ڳڻتي هئي يا منهنجي پرورش لاءِ هن ڪو بندوبست ڪيو. پر انهي ۾ آءٌ ڪو هن جو خاص قصور نٿو سمجهان. هو فقط هڪڙو ٻيو ڪم نصيب ماڻهو هو، جنهن کي زماني آنهي وقت آئي آتي ٻين ماڻهن سان گڏي ڇڏيو هو.

انهي ڪوٺيءَ ۾ اسين نه رکيو رهندا هئاسين، پر کيتيءَ وارن جي لاءِ رڌڻ پچائڻ جو ڪم به آتي ٿيندو هو. منهنجي ماءُ کيتيءَ وارن جي بورچياڻي هئي. ڪوٺيءَ کي شيشي جون دريون اصل ڪين هيون؛ انهي کي فقط پاسي ۾ ڳڙ کا هئا، جن مان سوجهرو به ايندو هو ۽ سياري ۾ سيءَ ۽ واءُ به لنگهي ايندو هو. ڪوٺيءَ کي نالي جو هڪڙو در هو، جو خراب چوڙن تي بيٺل هو، ۽ منجهس وڏيون وڏيون سيرون هيون، ۽ هو به تمام ننڍو؛ تنهن ڪري انهي جاءِ ۾ ڪوبه سک ڪونه هو. انهن ڳڙ کن کان سواءِ ڪوٺيءَ جي سڄي هٿ پاسي واريءَ ڪنڌ ۾ ٻليءَ جو ڳڙ کو هو. اهڙا سوراخ جنگ کان اڳ ورجينيا ۾ سڀ ڪنهن جاءِ يا ڪوٺيءَ ۾ هوندا هئا. اهو ٻليءَ جو ڳڙ کو هڪڙو چورس سوراخ هو، جو ست انچ ويڪرو ۽ اٺ انچ ڊگهو هو، ۽ انهي ڪم لاءِ رکڻ ۾ ايندو هو ته رات جو جڏهن دل چوي تڏهن ٻليءَ کي گهر ۾ اندر اچڻ ۽ انهي مان ٻاهر وڃڻ ڏجي. اسان واريءَ ڪوٺيءَ ۾

اهڙي بندوبست جي ضرورت مون کي بلڪل ڏسڻ ۾ نٿي آئي ، ڇا لاءِ جو انهي ڪوٺيءَ ۾ پنج ڇهه جايون پيون به اهڙيون هيون ، جن مان پليون اڇي وڃي سگهن ها. اسان جي ڪوٺيءَ ۾ تختي جو فرش ڪونه هو؛ ڪليل زمين فرش وانگي ڪم ايندي هئي. انهي مٽيءَ جي فرش جي وچ ۾ هڪڙي وڏي اونهي کڏ هئي ، جنهن جي مٿان تختا رکيل هوندا هئا، ۽ انهي کڏ ۾ سياري جي موسم ۾ لاهوري گجرون گڏ ڪري رکندا هئا. انهن گجرن جي کڏ جي مون کي چٽي يادگيري آهي، ڇا لاءِ جو انهن گجرن جي رکڻ يا ڪڍڻ مهل مون کي هڪڙي ٻه گجر هٿ لڳندي هئي ، جا آءٌ پچائي کائي ڏاڍو خوش ٿيندو هوس. اسان جي ڪيتيءَ تي ڪا آڳيٺي يا ڪو تنور ڪونه هوندو هو. گورن توڙي شيدين لاءِ رڌڻ پچائڻ جو سڀ ڪم منهنجي ماءُ هڪڙيءَ کليل چلهه تي ڪندي هئي، ۽ اڪثر ديڳڙن ۽ تين ۾ ڪندي هئي. اسان جي غريباڻي ڪوٺيءَ ۾ جيئن سياري منجهه اسان کي سيءُ لڳندو هو، تيئن آرڙه ۾ انهي کليل باه جي چلهن مان سيڪ اچڻ جي اهڙي ئي تڪليف ٿيندي هئي.

منهنجي حياتيءَ جا اوائل وارا ورهيه ، جي انهيءَ ننڍيءَ ڪوٺيءَ ۾ گذريا، سي هزارن ٻين غلامن کان علحدي قسم جا نه هئا. منهنجي ماءُ کي ڏينهن جو البت پنهنجن ٻارن جي نهل تڪور ۽ تعليم تي ڏيان ڏيڻ جو وقت نه ملندو هو. صبح جو سندس ڪم شروع ٿيڻ کان اڳي، ۽ رات جو سندس ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ، هوءَ گهڙي کن سٽ ڏئي

اچي اسان جي سنڀال ڪري ويندي هئي. هڪڙي ڀيري جي ننڍپڻ جي ڳالهہ سون کي ياد آهي ته رات جو ديرسان اما اچي هڪڙو ڪڪڙ جو چوزو رڌيو هو ۽ پنهنجن ٻارن کي جاڳائي کارايو هو. سون کي خبر نہ آهي تہ آهو هن ڪٿان آندو هو. پر آءٌ ڀانيان ٿو تہ اسان جي ٻنيءَ تان آندو هئائين. ڪي ساٿهو شايد انهي کي چوري چوندا. اهڙو ڪم جي هن زماني ۾ ڪٿي ٿئي، تہ آءٌ پاڻ جيڪر انهي کي چوريءَ جهڙو خراب ڪم سڏيان. پر اهو جنهن وقت ٿيو ۽ جنهن سبب ڪري ٿيو، تنهن تي نظر ڏيڻ سان آءٌ ڪنهن بہ طرح وسهي نہ سگهندس تہ منهنجي ماءُ چوريءَ جو ڏوهہ ڪيو. هن تي فقط غلاميءَ جي رسمي بندوبست اهوجوخراب اثر ٿيوهو. سون کي ياد نا هي تہ آءٌ ڪڏهن ڪنهن هنڌ تي ستس، جيسين ڪ چونڪاري جي اشتهار ڏيڻ کان پوءِ اسان جو ڪٽنب آزاد ڪيو ويو. اسين پاڻ ۾ ٽي ٻار هئاسين. منهنجو وڏو ڀاءُ جان، منهنجي ڀيڻ آمندا ۽ آءٌ — انهن کي زمين تي هڪڙو ٿيڙ سمهڻ لاءِ ملندو هو. حقيقت ڪري اسين گندين اگهڙين جي هڪڙي گنڊڙي زمين تي وڇائي، انهي منجهہ ۽ انهي تي سمهي رهندا هئاسين.

ٿورا ڏينهن ٿيندا، جو سون کان پڇيائون تہ ننڍي هوندي تون ڪهڙيون رانديون روندبون ڪندو هئين. هيستائين سون کي اهڙو خيال ڪڏهن ڪونہ آيو تہ پنهنجي حياتيءَ جي ڪنهن بہ وقت سون راند ڪڏهن ڪا ڪئي. جنهن وقت جي سون کي ياد گيري ٿي پوي، انهي کان وٺي منهنجي

حياتيءَ جو سڄو ڏينهن هڪڙي نه ٻئي پورهئي ۾ گذريو؛ اگرچه آءٌ پانيان ٿو ته جيڪڏهن راند يا وندرجي لاءِ مون کي ڪو وقت هجي ها، ته هاڻ جيڪرآءٌ زياده ڪمائتوماڻهوهجان ها. جيڪو وقت مون غلاميءَ ۾ گذاريو، تنهن ۾آءٌ ايڏيءَ عمر جو نه هوس، جو ڪنهن طرح ڪمائتو ٿي سگهان؛ تڏهن به آءٌ ايوان صفا ڪندو هوس، ٻنين ۾ ماڻهن لاءِ پاڻي کڻي ويندو هوس، يا جانڊاهه ڏي ويندو هوس، جو آتي هفتي ۾ هڪڙو ڀيرو آن پيسڻ لاءِ کڻي وڃڻو پوندو هوم. جانڊاهه ڪيتيءَ کان اٽڪل ٽي ميل پري هئي؛ انهي ڪم ڪرڻ کان آءٌ هميشه ڊڄندو هوس. آن جو ڳرو ٻورو گهوڙي جي مٿان کڻي رکبو هو ۽ اڌ جو اڌ هن پاسي اڌ هن پاسي ٽيندو هو؛ پر اوڏي ويندي اڪثرا هو ٻورو ڪنهن سبب ڪري گهوڙي تي پورو تُري نه بيهندو هو ۽ هيٺ ڪري پوندو هو، ۽ گهڻو ڪري آءٌ به انهي سان گڏ ڪري پوندو هوس. آءٌ اهڙو زور وارو نه هوس، جو آن جو ٻورو وري گهوڙي تي رکان، تنهنڪري ڪلاڪن جا ڪلاڪ ترسي ويهي رهندو هوس، جيسين اتفاق سان ڪو رهگذر ماڻهو ايندو هو، جو مدد ڏيئي مون کي مشڪلات کان ڇڏائيندو هو. اهو سارو وقت جو آءٌ سيڙيو ويٺو هوندو هوس، تنهن ۾ اڪثر ويٺو روئندو هوس. رستي ۾ ايترو وقت ضايع ٿيڻ ڪري، آءٌ جانڊهه تي دير سان پهچندو هوس، ۽ جيسين آن پيهائي وري اچي گهر پهچندو هوس، تيسين رات جو گهڻي دير ٿي ويندي هئي. رستو به سنجهو هوندو هو ۽ گهڻو ڪري گهاٽن جهنگلن ۽ ٻيلن

مان لنگهندو هو، تنهنڪري آءٌ ڏاڍو ڊڄندو هوس. چوندا هئا، تہ جهنگلن ۾ تمام گهڻا لشڪر مان ڀڳل سپاهي اچي لڪندا هئا، ۽ آءٌ ڊڄندو هوس تہ اهي سپاهي جڏهن ڪو شيدي ڇوڪر اڪيلو ڏسندا هئا تڏهن انهي جا ڪن وڍي ڇڏيندا هئا. تنهن ڪان سواءِ جڏهن آءٌ گهر دير سان پهچندو هوس، تڏهن سمجهندو هوس تہ ضرور سخت فهمائش ملنديم يا ڇهبڪ ڪائيندس.

جيسين آءٌ غلام هوس تيسين ڪنهين بہ مڪتب ۾ نہ پڙهيس، مگر گهڻا پيرا ياد اٿم تہ پنهنجين ننڍين ڏياٽين مان هڪڙيءَ سان گڏجي، سندس ڪتاب کڻي اسڪول جي در تائين ويندو هوس. گهڻائي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، جي سڪول منجهہ ويٺا پڙهندا هئا، سي ڏسي منهنجي دل تي چڱو اثر ٿيندو هو، ۽ آءٌ دل ۾ چوندو هوس تہ اسڪول ۾ وڃڻ ۽ انهي طرح ويهي پڙهڻ بهشت ۾ وڃڻ جي مٽ آهي.

هاڻي مون کي ياد ٿو پوي تہ ڀريائين ڀريائين پنهنجي غلام هئڻ ۽ غلامن جي آزاديءَ بابت بحث هلڻ جي خبر مون کي تڏهن پيئي، جڏهن هڪڙي ڏينهن صبح جو سوير، ڏينهن ٿيڻ کان اڳي، منهنجي ماءُ گوڏا کوڙي مون کي ۽ ڀين ڀارن کي اچي جاڳايو ۽ دعا گهرڻ لڳي تہ "شل لنڪن ۽ سندس لشڪر فتحياب ٿين ۽ هڪڙي ڏينهن آءٌ ۽ منهنجا ٻار آزاد ٿيون!" هن نسبت ۾ آءٌ اڃان تائين سمجهي نہ سگهيو آهيان تہ ساري ڏکڻ واري پاسي ۾ غلام، جي بلڪل اڻ پڙهيل هئا ۽ ڪتابن ۽ اخبارن

جي ڪابه خبر نه پوندي هين، تن کي ملڪ ۾ هلندڙ وڏن قومي سوالن بابت هلچل جي کهڙيءَ طرح پوري ۽ پيرائتي خبر پوندي هئي. جنهن وقت گئريزن، لوجاءِ ۽ ٻيا آزاديءَ جي لاءِ هُل مچائڻ لڳا، تنهن وقت کان وٺي ساري ڏکڻ واري پاسي ۾ غلامن کي انهي هلچل جو سڀ سماءُ پيو پوندو هو. جيتوڻيڪ مان اڃا ننڍو ٻالڪ هوس، جو ملڪي جنگ جي تياري ٿي ٿي ۽ پوءِ جنگ به لڳي، تڏهن به هاڻي مون کي ياد ٿو اچي ته ڪيتيءَ تي رات جو بيوقت اما ۽ ٻيا پاڻها پاڻ ۾ سُس پُس ڪري ڪيترو ئي بحث مباحثو پيا ڪندا هئا. انهي بحث مباحثي ۾ معلوم ٿيو ٿي ته هنن کي حقيقت جي پوري خبر هئي ۽ جيڪي پيو ٿيندو هو تنهن جو پورو سماءُ انهي تار جي وسيلي رکندا هئا، جنهن کي "ڏاڪه واري تار" چوندا هئا.

جنگ هلندي، جڏهن لنڪن پهرين پريزيڊنٽيءَ جي لاءِ اڃا هڪڙو اميدوار هو، تڏهن اسان جي پرانهين ڪيتي، جا ريلوي يا ڪنهن وڏي شهر يا روزاني اخبار کان ڪيترائي ميل پري هئي، تنهن تي غلامن کي خبر پوندي هئي ته، ڇا پيو وهي واهري. جڏهن اتر ۽ ڏکڻ جي وچ ۾ جنگ شروع ٿي، تڏهن اسان جي ڪيتيءَ تي سڀ ڪنهن غلام کي معلوم هو ته اگرچه ٻين ڳالهين جو به بحث هلندڙ هو، ته به انهن ۾ مکيه ڳالهه غلاميءَ جي هئي. منهنجي ذات وارا تمام اڻ پڙهيل ۽ ڄٽ، جي پرانهين پرانهين ڪيتين تي رهندا هئا، تن کي پنهنجي دل ۾ پڪ هوندي هئي ته جي اتر وارا لشڪر فتحياب ٿيا، ته جنگ

جو هڪڙو وڏو نتيجو پاڻهن جي آزادي ٿيندو. ٻڌيءَ وارن لشڪرن جي سڀ ڪنهن فتح لاءِ ۽ عهد ٻڌلن ڪٽڪن جي سڀ ڪنهن هار لاءِ هو ڏاڍي انتظار ۾ ڪُٺيءَ ۾ رهندا هئا. اڪثر وڏين لڙاين جي نتيجن جي خبر گورن کان اڳي پاڻهن کي پوندي هئي. اهڙي خبر گهڻو ڪري ڪنهن شيديءَ کي ملندي هئي، جو ٽپال آڻڻ لاءِ ٽپال خاني ڏي موڪليو ويندو هو. اسان جي ڪيتيءَ کان ٽپال خانو اٽڪل ٽي ميل پري هو ۽ ٽپال هفتي ۾ هڪڙو يا ٻه دفعا ايندي هئي. جيڪو ماڻهو ٽپال آڻڻ لاءِ موڪليندا هئا سو ٽپال آفيس وٽ پيو ترسندو هو، انهي لاءِ ته جيڪي گورا اتي اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ ٽپال ملڻ کان پوءِ تازين پڌرين خبرن بابت پاڻ ۾ گفتگو ڪندا هئا، تن جو ٿورو گهڻو مطلب سمجهي. ٽپال آڻڻ وارو به پنهنجي ڏٽيءَ جي گهر ڏي موٽندي رستي ۾ جيڪا خبر گورن کان ٻڌندو هو سا ٻين کي ٻڌائيندو هو. انهي طرح غلامن کي ضروري ڳالهين جي اڳي خبر پوندي هئي، ۽ "وڏي گهر" جي گورن کي پوءِ پوندي هئي، جو هنن جي ڏٽيءَ جي گهر کي انهي نالي سان سڏيندا هئا.

مون کي پنهنجي ٻاراڻي وهيءَ ۾ يا ڇوڪرائي جي عمر ۾ اهڙو هڪڙو اتفاق به ياد نٿو پوي، جڏهن اسان جي

گھر جا سڀ ڀاتي گڏجي ماني کائڻ ويٺا ۽ خدا کان برڪت جي دعا گھريائون ۽ سيني سڌريل دستور سان ماني کاڌي. ورجينيا ۾ ڪيتيءَ تي، بلڪ پوءِ پرو ۾ پارن کي ماني ائين ملندي ھئي، جيئن گڏدام جانورن کي ملندي آھي. ڪو مانيءَ جو ٽڪر ھوندو ھو ۽ ڪو گوشت جو ذرو ھوندو ھو. ڪڏھن کير جي پيالي ملندي ھئي ۽ ڪڏھن پٽاٽا ملندا ھئا. ڪنھن مھل ته ڪي گھر جا ڀاتي ديگڙي يا ٺئيءَ مان کائيندا ھئا، ڪو وري ٽين جي رڪابي گوڏن تي رکي کائيندو ھو ۽ اڪثر کاڌو ھٿن ۾ وٺي ويھي کائيندا ھئا. جڏھن آءٌ وڏيرڙو ٿيس تڏھن مون کي مانيءَ جي مھل ”وڏي گھر“ ڏي موڪليندا ھئا ته ڦرڻيءَ تي وڏن ڪاغذن جي پکو چڪڻ سان ميز تان مکيون ھڪليان. گورن جي گفتگو اڪثر آزادي ۽ جنگ بابت ھاندي ھئي ۽ آءٌ انھي مان گھڻوئي ڪي سمجھي وٺندو ھوس. مون کي ياد آھي ته ھڪڙي دفعي مون پنھنجن ڀڻ نندڙن ڏياڙين ۽ ڪن ٻين مھمان ٻيبين کي ايوان ۾ سڻڌ جي مٺائيءَ جون ٽڪيون کائيندو ڏٺو ھو. انھي مھل آھي ٽڪيون مون کي اھڙيون وڻيون ھيون ۽ انھن جي کائڻ تي اھڙي دل ٿيندي ھيم، جو اڳي ڪڏھن نه ٿي ھونديم؛ ۽ انھيءَ وقت مون پنھنجي

دل ۾ پڪو ٺهرائي ڪيو ته، جيڪڏهن آءٌ آزاد ٿيس ۽ اهڙو خوش نصيب ٿيس ته اهڙيون ٽڪيون ائين ويهي ڪائيندس جيئن اهي ٻيئيون ٿيون کائن.

جيئن جنگ جو عرصو وڌندو ويو تيئن گهڻن گورن ماڻهن کي اڪثر پنهنجي لاءِ کاڌو هٿ ڪرڻ مشڪل ٿيو. آءٌ ياڻيان ٿو ته انهي ڪري ٻانهن کي ايتري تڪليف نه ٿيندي هئي، جهڙي گورن کي ٿيندی هئي، ڇا لاءِ جو ٻانهن جو قوت اڪثر آن جي ماني ۽ سوئر جو گوشت هوندو هو ۽ اهو ڪيتري قدر تان ئي ملندو هو، پر ڦهوو، ڇانهن، کنڊ ۽ ٻيون شيون جي اڪثر گورا کائيندا هئا، سي ڪيتريءَ تي پيدا نه ٿينديون هيون ۽ جنگ جي ڪري اهڙين شين جو ملڻ اڪثر ناممڪن هو. انهي ڪري اڪثر گورا ڏاڍو تنگ ٿيندا هئا. پڪل ان ڦهوي جي بجاءِ ڪم آڻيندا هئا ۽ کنڊ جي بدران هڪڙي قسم جو ڪارو ڳڙ ڪم آڻيندا هئا. گهڻا ڀيرا ته اهڙي نالي جي چنهن يا ڦهوي ۾ ڪوبه مٺاڻ نه وجهندا هئا.

پهرين جنتي جا مون کي ياد آهي ته مون ڏڪي، سا ڪاٺ جي هئي. انهي کي مٿان سادو چم لڳل هو، پر هيٺان ڪاٺ جو ترو هو، جو اٽڪل هڪڙو انچ ٿلهو هو. جڏهن آءٌ هلندو هوس، تڏهن آها خراب آواز ڪندي

هئي، تنهن کان سواءِ آها ڏاڍي تکليف جهڙي هئي، جو پير جي زور اچڻ تي مُڙندي نہ هئي. انهي جي ڏکڻ ڪري ماڻهو بد زيبو ڏسڻ ۾ ايندو هو. پر غلام ڇوڪر تي جيڪو سخت عذاب مون کي سهڻو پوندو هو، سو ستيءَ جي پهراڻ ڏکڻ مان ٿيندو هو. ورجينيا جي جنهن پاڳي ۾ آءٌ رهندو هوس، آتي غلامن کي پين ڪپڙن سان گڏ اڪثر ستيءَ جو ڪپڙو بہ ڏڪائيندا هئا. جنهن قسم جي ستيءَ مان اسان جا ڪپڙا ٺهندا هئا، سا تمام سادي ۽ ردي هوندي هئي ۽ انهي ڪري تمام سهانگي ۽ ڪُهري هوندي هئي. پهرئين ڀيري ستيءَ جي نئي پهراڻ ڏکڻ ڪري جيڪو عذاب ٿو رسي تنهن جهڙو ٻيو ڪوبہ عذاب مون کي خيال ۾ نٿو اچي، سواءِ ڏاڻ ڇڪي ڪيڻ جي. اهو عذاب اهڙو آهي جهڙو بت کي سَوَن سُين يا ڪنڊن لڳڻ جو. اهڙن نون ڪپڙن ڏکڻ مهل جيڪي عذاب آءٌ سهندو هوس، سي اجا تائين مون کي چڱيءَ طرح ياد آهن. منهنجو بت نرم ۽ نازڪ هوندو هو، تنهنڪري پاڻ زياده سُور ٿيندو هوم. پر مون کي لاچار هو تہ يا اهو ستيءَ جو پهراڻ ڏکيان يا تہ ڪوبہ ڪونہ ڏکيان. جي منهنجو وس هلي ها تہ آءٌ جيڪر ڪوبہ ڪپڙو ڏکڻ نہ گهران ها. ستيءَ جي پهراڻ جي نسبت ۾ منهنجو ڀاءُ

جان، جو مون کان گھٽا ورهيہ وڏو هو، تنهن مون سان اهڙي پلائي ڪئي، جنهن جهڙي مون ڪنهين به پانهي کي پنهنجي پٽي پانهي مائٽ سان ڪندي نہ ڏٺي. ڪيترائي ڀيرا جڏهن مون کي زور ڪري نٿون سٽيءَ جو پهراڻ ڍڪائيندا هئا، تڏهن هو وڏي خوشيءَ سان آهو منهنجي پاران ڪيترن ڏينهن تائين ڍڪي ڍڪي انهي کي نرم ڪندو هو. جيسين آءٌ وڏي جوان ٿيس تيسين انهيءَ قسم جو ڪپڙو آءٌ ڍڪيندو رهندو هوس.

جيڪي مٿي مون چيو آهي تنهن مان شايد ڪنهن کي اهو خيال ايندو تہ منهنجي ذات وارا گورن کي ڏاڍو ڏڪاريندا هئا، ڇا لاءِ جو گهڻائي گورا انهيءَ جنگ ۾ وڙهڻ لاءِ پري ويل هئا، جنهن جو نتيجو اهو ٿئي ها تہ جي ڏکڻ وارا فتحياب ٿين ها تہ شيدي غلاميءَ ۾ قابو رهندا اچن ها. پر اسان جي ڪيتيءَ وارن غلامن جو اهو حال نہ هو ۽ ڏکڻ ۾، جتي شيدين سان آبروءَ جهڙي هلت نہ ٿيندي هئي، اتي بہ گهڻن غلامن جو اهڙو حال نہ هو. اندروني ملڪي جنگ ۾ سنهنجن جوان ڌٽين مان هڪڙو مارجي ويو ۽ ٻہ سخت ڦٽجي پيا. مون کي ياد آهي تہ جڏهن غلامن مارس بلي جي مرڻ جو ٻڌو تڏهن هنن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. آهو ڏک ڪوڙو نہ هو، پر سچو هو.

ڪن غلامن **مارس بلي** کي پالي وڏو ڪيو هو، پين هن سان ننڍي هوندي راند يون ڪيون هيون. ڪن غلامن کي جڏهن سندن ڌڻي يا داروغو ماريندو هو، تڏهن **مارس بلي** انهن کي هنن تي رحم ڪرڻ لاءِ منٿ ڪندو هو. انهي ڪري پانهن جي گهرن ۾ **مارس بليءَ** جي لاءِ ڏک ۽ افسوس رکيو وڏي گهر جي ڏک ۽ افسوس کان پئي درجي ۾ هو. جڏهن هو پيا اسان جا به جوان ڌڻي زخمي ٿي گهر آيا، تڏهن غلامن ڪيترن ئي رستن سان همدردي ۽ دلسوزي ڏيکاري. هنن انهن ڌڻيلن جي چيٽ ڪرڻ ۾ ايترو شوق ڏيکاريو جيترو انهي خاندان جي پين مائٽن ٿي ڏيکاريو. ڪن پانهن ته زور ڪري اهو عرض پئي ڪيو ته اسان کي ڇڏيو ته اسين سڄي رات جاڳي پنهنجن ننڍن ڌڻين جي خدمت چاڪري ڪريون. ايتري قدر همدردي ۽ دلسوزي پانهن ماڻهن جي طرفان سندن نيڪدلي ۽ چڱي سپاءَ جو نتيجو هو. جڏهن گورا مڙس ماڻهو جنگ تي هليا ويا، تڏهن ڪيترين ئي جيڪي ڙالون ۽ پار ٻچا ڇڏي ويا هئا، تن جي بچائڻ لاءِ غلام جيڪر پڻ کي صدقو ڪن ها. مڙس ماڻهن جي غير حاضريءَ ۾ جنهن غلام کي وڏي گهر ۾ سمهڻ لاءِ چونڊيندا هئا، سو مانائتو سمجهڻ ۾ ايندو هو. ڪوبه ماڻهو غلام جي مٿي مارائي

ڪان سواءِ ننڍي يا وڏي ڏياڙيءَ ڪي رات جو ايذاءُ رسائڻ جي ڪوشش ڪري نہ سگهندو هو. شايد اها ڳالهہ ڪن پين کي بہ خيال ۾ آئي هوندي. پر منهنجي خيال موجب اها ڳالهہ سچي معلوم ٿيندي تہ غلامي توڙي آزاديءَ جي حالت ۾ اهڙا ڪي ٿورا مثال هوندا، جن ۾ منهنجي ڪنهن ذات واري بي اعتباري يا بي ايماني ڏيکاري هوندي.

نہ رڳو منهنجي ذات وارن ڪي جنگ ڪان اڳي ۽ جنگ هلندي اڪثر گورن سان ڪا دشمني ڪانہ هئي، پر شيدين جا اهڙا ڪيترائي مثال آهن، جن ۾ جنگ شروع ٿيڻ ڪان پوءِ سندن اڳوڻا ڌڻي يا ڏياڙيون ڪن سببن ڪري غريب يا ڪنگال ٿي پيا آهن تہ انهن جي ڏاڍي سنڀال پئي لڌي اٿن. مون کي سجهي ٿو تہ ڪن اڳوڻن غلامن پنهنجن اڳوڻن ڌڻين ڪي ورهين جا ورهيہ تڪليف ڪان بچڻ جي لاءِ پيسي جي مدد پئي ڏني آهي. مون کي پيون ڪي اهڙيون حالتون بہ سجهن، جن ۾ غلامن پنهنجن اڳين ڌڻين جي اولاد کي تعليم ڏيڻ ۾ مدد پئي ڪئي آهي. ڏکڻ ۾ هڪڙيءَ وڏي کيتيءَ تي هڪڙو جوان گورو، جو انهيءَ کيتيءَ جي اڳوڻي مالڪ جو پٽ آهي، سو اهڙو ڪنگال ۽ شرابخوريءَ جي ڪري بيحال

آهي، جو رحم اچڻ جو لائق آهي؛ انهي هوندي به جيتوڻيڪ انهيءَ ڪيتيءَ تي شيدي پاڻ غريب آهن، ته به ورهين جا ورهيہ انهي گوري کي خوراڪ پوشاڪ جون ضروري شيون موجود ڪري پئي ڏنيون اٿن. ڪو ٿورو ٿهوو يا شڪر ٿو موڪليس، ڪو ٿورو گوشت ٿو موڪليس، انهي طرح ڪهڙي به شيءِ جا هنن شيدين وٽ آهي، سا هو ٻڍي مارس ٿام جي انهي پٽ کان واڇي نٿا رکن ۽ پڪ آهي ته جيسين ڪو ٻڍي مارس ٿام جو سچاڻ چاڻ انهي هنڌ هوندو، تيسين هن کي تڪليف سهڻ نہ ڏيندو.

مٿي مون چيو آهي ته اهڙا مثال ڪي ٿورا هوندا، جن ۾ سنهنجي ڪنهن ذات واري بي اعتباري يا بي ايماني ڏيکاري هجي. انهي جو هڪڙو عمدو مثال مون کي سجهي. هڪڙو شخص جو اڳي غلام هو ۽ ورجينيا مان آيل هو، تنهن کي آءٌ ٿورن ڏينهن کان اوهيو جي رياست جي هڪڙي ننڍي شهر ۾ گڏيو هوس. مون ڏٺو ته آزاد گيءَ جي عام اشتهار کان ٻہ ٽي ورهيہ اڳ هن پنهنجي ڌڻيءَ سان انجام ڪيو هو ته هر سال پنهنجي آزادگي خريد ڪرڻ لاءِ ڪي پيسا قسط طور پهچائيندو ويندو، ۽ انهي وچ ۾ جتي وڻندس ۽ جنهن وٽ وڻندس آتي ڪمائيندو. هن کي

جڏهن معلوم ٿيو تہ اوهيو ۾ مزوري زيادہ ٿي ملي، تڏهن هو اوڏي ويو. جڏهن عام آزادگي ملي وئي، تڏهن هن کي اڃا بہ پنهنجي ڌڻيءَ کي اٽڪل ٽي سؤ ڊالر ڏيڻا هئا. جيتوڻيڪ آزادگيءَ جي عام اشتهار جي ڪري هن کي انهن پيسن پهچائي ڏيڻ جو ضرور نہ هو، تڏهن بہ انهي شيديءَ غلام ملڪ جو پنڌ پيادو ڪري ورجينيا ۾ پنهنجي اڳوڻي ڌڻيءَ کي سڀ پيسا وياج سميت انجام موجب پهچائي ڏنا. انهي ڳالهہ بابت هن ذڪر ڪندي مون کي چيو تہ "مون کي قاعدي موجب قرض موٽائي ڏيڻو نہ هو مگر مون پنهنجي ڌڻيءَ سان انجام ڪيو هو، سو مون کي اصل پڇڻو نہ هو". هن چاتو ٿي تہ جيسين آءٌ پنهنجو انجام پورو نہ ڪندس، تيسين آزادگيءَ مان مون کي ڪا بہ خوشي حاصل ٿي نہ سگهندي.

متي جيڪي مون چيو آهي تنهن مان شايد ڪنهن ماڻهوءَ کي اهو خيال اچي تہ ڪن غلامن شايد پنهنجي لاءِ آزادگي نٿي گهري. پر ائين نہ آهي، مون کي اهڙو ڪو بہ ڪونہ سجهي جنهن کي آزادگي گهربل نہ هئي يا جنهن وري بہ غلام ٿي رهڻ ٿي گهريو.

جا قوم يا جي ماڻهو پنهنجي ڪم نصيبيءَ ڪري غلاميءَ جي چار ۾ ڦاسي وڃن ٿا، تن جي حال تي مون کي گهڻو

رحم اچي ٿو. ڏکڻ وارن گورن تي، منهنجي ذات وارن
کي غلاميءَ ۾ رکڻ لاءِ، گهڻن ڏينهن کان آءٌ چڙ يا
نفرت نه ڪندو آهيان. غلاميءَ جي رسم روا رکڻ ۾ اسان
جي ملڪ ۾ ڪنهن به خاص پاڱي جو ڪو خلاصو قصور
ڪونه هو، بلڪ خود عام سرڪار ورهين جا ورهيه انهيءَ
کي روا پئي رکيو ۽ پئي بچايو. هڪ دفعي جڏهن اهو
ملڪ جي ماڻهن ۾ عام طرح رواج وٺي ويئي، تڏهن انهيءَ
کان آزاد ٿيڻ ڏاڍو مشڪل هو. پوءِ جڏهن تعصب ۽
بدگماني وساري حقيقت ۽ انصاف جي نظر ڪندا سين تڏهن
اسان کي قبول ڪرڻو پوندو ته غلاميءَ مان جيڪو ظلم
۽ اخلاقي قصور ظاهر ٿئي ٿو، تنهن هوندي به لڪين
شيدي، جي هن ملڪ ۾ رهن ٿا ۽ جي پاڻ يا سندن وڏا
آمريڪا ۾ غلام ٿي رهيا آهن، سي دنيا جي ٻين پاڱن
وارن شيدي غلامن کان مالي ۽ ذهني ۽ اخلاقي ۽ مذهبي
ڳالهين ۾ بهتر ۽ زياده زور ۽ اميد واري حالت ۾ آهن.
ايتري قدر جو هن ملڪ ۾ جيڪي شيدي پاڻ يا سندن وڏا
غلام ٿي رهيا آهن، سي واعظ ٿي موٽي آفريڪا ڏي ٿا
وڃن، انهيءَ لاءِ ته پنهنجن اصلي وطن وارن ماڻهن کي
سمجهائي سڌارين. انهيءَ چوڻ مان منهنجو مطلب اهو نه
آهي ته غلامي چڱي آهي، اٽلندو آءٌ ان کي خراب

بندوبست ٿو چاڙهان، ڇا لاءِ جو اسان سيني کي خبر آهي ته آمريڪا ۾ غلاميءَ جو بنياد خود مطلبي ۽ پيسي بچائڻ جي خيال سان پيو، نہ وعظ ۽ نصيحت جي خيال سان. پر منهنجو مطلب انهي ڳالهہ ڏيکارڻ جو آهي تہ خدا تعاليٰ اڪثر ماڻهن ۽ محڪمن کي ڪنهن خاص مطلب لاءِ ڪم آڻي ٿو. جڏهن هنن ڏينهن ۾ ماڻهو مون ڪان پڇندا آهن تہ نااميدي ۽ دل شڪستگيءَ جي حالتن ۾ ڪهڙي طرح توکي اهو ويساهہ ٿو رهي تہ تنهنجي ذات وارن ماڻهن جي هن ملڪ ۾ آئندي بهتر حالت ٿيندي، تڏهن آءٌ انهن کي ياد ڏياريندو آهيان تہ ڏسو هيستائين خدا اسان کي ڪهڙي نہ بيابان مان لنگهائي صحيح سلامت پار پهچايو آهي.

جنهن وقت آءٌ پنهنجي منهن خيال ڪرڻ جهڙو ٿيس، تنهن وقت ڪان وٺي منهنجي دل ۾ آيو آهي تہ جيتوڻيڪ اسان تي گهڻائي ظلم ٿي گذريا آهن، تڏهن بہ شيدين کي غلاميءَ مان قرب ايتروئي حاصل ٿيو، جيترو گورن کي ٿيو. انهي غلاميءَ جي دستور ۽ بندوبست مان رڳو شيدين کي نقصان جهڙو اثر نہ پهتو. انهيءَ جو پورو مثال هو خود اسان جي ڪيتيءَ تي جنهن قسم جي حياتي گذارڻ ۾ ايندي هئي. غلاميءَ جو سارو ڪارخانو اهڙو بنيل هو،

جو اڪثر پورهيو نيچائي ۽ زيردستيءَ جي نشاني سمجهڻ ۾ ايندو هو. تنهنڪري پورهيو اهڙي شيء هو، جنهن کان غلامن واري ڪيتيءَ تي ٻئي ذاتيون آنهي کان پڇنديون هيون. اسان واري پوکه تي غلامن ۾ گهٽو ڪري گورن منجهان پاڻ تي ڀروسي رکڻ ۽ پاڻ کي پاڻهئي مدد ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيندو هو. منهنجي ٻڍي ڏاڏيءَ کي گهٽائي ڇوڪر ۽ ڇوڪريون هيون، پر آءٌ ڀانيان ٿو ته انهن ۾ هڪڙو به اهڙو ڪونه هو، جو ڪنهن هڪڙي ڌنڌي ۾ يا ڪنهن خاص پيدائش جهڙي هنر يا ڪاريگريءَ ۾ هوشيار هو. ڇوڪرين کي رڌڻ يا سبڻ يا گهر جي سنڀال ڪرڻ جو ڪم سيکاريوئي نه هئائون. اهي سڀ ڪم ٻانهن جي ذمي ڇڏيل هئا. ٻانهن کي ڪيتيءَ تي رهڻ مان ڪوبه ذاتي فائدو پهچڻو نه هو ۽ غير واقفيت ۽ ناداني ڪري هو آهي ڪم سڌريل رستي سان نه ڪندا هئا. ٻانهن جي اهڙي بندوبست جو نتيجو اهو هو جو لوڙها مرمت طلب هئا، دروازا پنهنجن چوڙين کان نڪتا پيا هئا، درن پٽي ڇڪا ڪيا، درين جا ڇڙونڪ نڪتا پيا هئا، لنب جا ٽڪر ڪري پيا هئا، پر وري آنهن جي مرمت نه ٿي هئي. ايوان ۾ گاهه ۽ ڪکه گهٽو پيدا ٿيو هو. گورن توڙي شيدين جي لاءِ اڪثر ڪاڌو موجود

رهندو هو. پر گهر جي اندر ۾ ماني کائڻ واري ميز تي آها نزاڪت ۾ خوبي ۾ صفائي ڏسڻ ۾ نہ ايندي هئي، جنهن ڪري گهر دنيا ۾ سڀ کان زياده سک ۾ آسائش ۾ پسندي جهڙي جاءِ شمار ۾ ايندو آهي. انهي کان سواءِ ڪاڏو ۾ ٻيون شيون مفت زيان ٿينديون هيون، جنهن ڪري گهڻو ارمان ٿيندو هو. جڏهن آزادي آئي تڏهن ٻانها ٻہ نئي سر حياتي شروع ڪرڻ جي لاءِ اهڙا لائق ۾ تيار هئا، جهڙو سندن ڏٺي هو، سواءِ هن جي تہ ڏٺي لکي پڙهي چاڻندو هو ۾ ملڪيت جو مالڪ هو. غلامن جي مالڪ ۾ سندس پٽن کي ڪوبہ خاص هنر پوري طرح نہ ايندو هو. هو ٻاڻهئي سمجهڻ لڳا هئا تہ هٿ جو پورهيو اسان جي لاءِ چڱي شيءِ ناهي. هوڏي وري غلام اڪثر ڪنهن نہ ڪنهن هنر يا ڪاريگريءَ ۾ قابل هوندا هئا. ۾ انهن کي پورهئي ڪرڻ کان عار نہ ايندو هو ۾ نہ ناراضپي سان پورهيو ڪندا هئا.

نيٺ جنگ پوري ٿي ۾ آزاد گيءَ جو ڏينهن آيو. اسان جي ڪيتيءَ تي جيڪي ماڻهو هئا، تن جي لاءِ اهو هڪڙو وڏو ۾ واقعي پريو ڏينهن هو. اسين انهي جي اچڻ لاءِ اڳئي منتظر هئاسين. آزاد گيءَ جون افواهون پئي هلليون ۾ مهينن کان پئي هلليون. جيڪي سپاهي لشڪر مان

پڇيو گهر ٿي آيا، سي هر روز ڏسڻ ۾ پئي آيا ۽ پيا جن کي چڙي ڏنو هئائون، يا جن جون پلٽڻيون موڪل تي هيون، سي اوير سوير اسان جي ڪيتي ڪان پئي لنگهيون. ”ڊاڪ واري تار“ رات ڏينهن پئي هلي. وڏن وڏن واقعن جون خبرون ۽ افواهون جلد جلد هڪڙي ڪيتيءَ کان ٻي ڪيتي ڏي پئي ويون. ديسي ماڻهن جي ڪاهن جي ڊپ کان چانديءَ جو سامان ۽ ٻيون قيمتي شيون وڏي گهر مان ڪڍي جهنگ ۾ پوري ڇڏيائون ۽ انهي تي ويساه وارن ٻانهن جو پهرو رکيائون. جيڪو انهي پوريل خزاني کي هٿ لائيندو هو، انهي سان عقوبتون ٿينديون هيون. ٻانها ديسي سپاهين کي ڪاڌو پيتو ڪپڙو گندي ڏيندا هئا ۽ پيوبہ سڀڪي ڏيندا هئا، سواءِ انهي شيءِ جي جا هنن کي معتبر چاڙي خاص طرح سنڀال لاءِ حوالي ڪئي وئي هئي. جيئن جيئن اهو وڏو ڏينهن ويجهو ايندو ويو، تيئن تيئن غلامن جي رهڻ واري هنڌ هميشه کان وڌيڪ خوشيءَ جا راڳ ڳائڻ ۾ پئي آيا. آهي هنن زياده همت ۽ جوش سان ٿي ڳايا ۽ گهڻي رات تائين پئي ڳايائون. آتي جي گهڻن راڳن جو مضمون آزاديءَ جي نسبت ۾ هو. سچ آهي تہ آهي راڳ هنن اڳي بہ ڳايا هئا، پر تڏهن هو خبرداري ڪري ظاهر ڪندا هئا. انهي آزادگي جو اشارو

هُن جهان جـي آزادگـي ڏانهن آهـي ۽ هـن جهان جـي آزادگيءَ سان انهي جـو ڪوبہ واسطو ڪونهي. پـر هاڻي ٿورو ٿورو ڪري هو پردو لاهڻ لڳا ۽ ڏيپ ڪان سواءِ ظاهر ظهور چوڻ لڳا تہ اسان جن راڳن ۾ آزادگـيءَ جي معنيٰ آهي، بدن جي آزادگي هن دنيا ۾. انهي وڏي ڏينهن جي اڳين رات ٻانهن جـي رهـڻ واري هنڌ اها خبر موڪلي ويئي تہ سڀاڻي وڏي گهر ۾ ڪا عجيب ڪارگذاري ٿيڻي آهي. انهي رات ڪنهن کي بہ ننڊ ڪانہ آئي. سڀ ٽڙٽلي ۾ هئا ۽ اهو انتظار پئي ڪيائون تہ الاجي ڇا ٿيڻو آهي. پئي ڏينهن صبح جو سينئي ننڍن وڏن ٻانهن ڏي حڪم آيو تہ وڏي گهر ۾ اچي گڏ ٿين. آءٌ بہ پنهنجي ماءُ ۽ پاءُ ۽ ڀيڻ ۽ ٻين گهڻن ٻانهن سان گڏجي پنهنجي ڏاڏي جي گهر ويس. اسـان جـي ڏاڏيءَ جـي گهر جا سڀ ڀاتي گهر جي ويـرانڊي ۾ ڪي ويٺا هئا، ڪي بيٺا هئا، انهي لاءِ تہ جيڪي اڃي ٿيڻو هو، سو ڏسن ۽ جيڪي چوڻو هو سو ٻڌن. هنن جي منهن مان ڳڻتي يا شايد غمگيني معلوم پئي ٿي، پر نہ ڪاوڙ. مون کي ياد آهي تہ انهيءَ مهل مون ائين ٿي سمجهيو تہ هنن کي ملڪيت جي هٿان وڃڻ جو ڏک ڪونہ هو، پر آنهن کان جدا ٿيڻ جو ارمان هو، جن کي هنن پالي وڏو ڪيو هو ۽ جن جو گهڻين ڳالهين ڪري

ساڻن ويڇوڙائي جو واسطو هو. انهي وقت جي نسبت ۾ مون کي هڪڙي ڳالهه جي چٽي ياد گيري آهي ته هڪڙو ڊاريو ماڻهو (جو آءٌ ڀانيان ٿو ته يونائيٽيڊ سٽيٽس جو هڪڙو عملدار هو) تنهن ٿورڙين هڪڙي ننڍڙي تقرير ڪئي ۽ پوءِ هڪڙو وڏو ڪاغذ پڙهيو، جو شايد آزادگي جو اشتهار هو. انهي جي پڙهڻ کان پوءِ اسان سڀني کي چيائون ته اوهين هاڻ آزاد آهيو ۽ جڏهن وڻيو تڏهن ۽ جيڏي وڻيو تيڏي هليا وڃو. منهنجي ماءُ جا منهنجي پاسي ۾ بيٺي هئي، تنهن جهُڪي پنهنجن ٻارن کي چميون ڏنيون ۽ ساڳيءَ وقت ۾ سندس ڳلن تان خوشيءَ جون هنجون پئي وهيون. هن انهي ساري قصي جو مطلب اسان کي سمجهايو ۽ چيائين ته اجوڪو ڏينهن آهو آهي جنهن جي لاءِ مون هيترا ورهيه خدا کان دعائون پئي گهريون، پر مون کي هميشه اهو ڊپ رهندو هو ته متان جيئري اهو ڏسي نه سگهان.

ٿورن منٽن تائين ڏاڍيون خوشيون ٿي ويون ۽ خدا جا شڪرانا ٿيڻ لڳا. پر ڪاوڙ يا دشمنيءَ جو خيال ڪنهن کي ڪونه هو. حقيقت ڪري غلامن کي سندن اڳوڻن ڌڻين تي ڏاڍو رحم ۽ قياس پئي آيو. آزاد ٿيلن شيدي غلامن جي خوشيءَ جو جوش تمام ٿوري وقت تائين هليو،

چا لاءِ جو جڏهن هو موٽي پنهنجن ڪوٺين ۾ آيا، تڏهن مون ڏٺو تہ هنن جا خيال بدليل هئا. آزاد ٿيڻ ۽ پنهنجا پاڻ ذمہ دار ٿيڻ ۽ پنهنجي ۽ پنهنجن ٻارن جي سنڀال جي ڳڻتي ڪرڻ جي وڏي جوابداري هنن کي مست ڪري ڇڏيو هو. جيئن تہ ڪو ڏهين ٻارهين ورهين جو ڇوڪر اوچتو دنيا ۾ نڪري پوي ۽ پنهنجي قوت گذران جو پاڻهئي بندوبست ڪرڻو پوويس. ڏورن ئي ڪلاڪن ۾ آهي وڏا وڏا مسئلا، جن جي حل ڪرڻ ۾ انگريز ماڻهو صدين جون صديون حيران هئا، سي هنن ماڻهن تي ڪڙڪي اچي پيا ۽ هنن کي حل ڪرڻا ٿيا. اهي مسئلا هئا گهر ٻار جا ۽ گذران ڪرڻ جا ۽ ٻارن پالڻ جا ۽ تعليم، حڪومت ۽ ديولن يا عبادتگاهن جي قائم رکڻ ۽ بندوبست ڪرڻ جا. تڏهن انهي ۾ ڪهڙو عجب هو تہ ٿورن ڪلاڪن جي اندر حد کان زياده خوشي بند ٿي وئي ۽ غمگيني غلامن جي جاين ۾ پکڙي وئي؟ ڪن کي ائين ڏسڻ ۾ پئي آيو تہ سچ پچ هٿ اچڻ کان پوءِ آزادگي اهڙي ڳري ڳالهہ ظاهر ٿي، جنهن جو هنن کي اڳي اهو خيال ئي ڪونہ هو. ڪي غلام ستر اسي ورهين عمر جا پيدا هئا، هنن جا چڱا ڏينهن گذري ويا هئا. هنن ۾ ايتري طاقت نہ رهي هئي، جو ڌارئين ملڪ ۾ ۽ ڌارين ماڻهن

منجهه پيٽ پالي سگهن، اگرچ ڪٿي ڪو نئون رهڻ جو هنڌ ڪٿي ملين بہ. انهي قسم جي ماڻهن کي اها ڳالهه نهايت ڏکي لڳي. تنهن ڪان سواءِ هنن جي دل ۾ پنهنجي اڳوڻي ڌڻي ۽ ڌياڻيءَ جي لاءِ ۽ سندن ٻارن لاءِ عجيب طرح جي سچي محبت هئي، جنهنجي ڇڄڻ جو خيال هنن جي لاءِ ڏاڍو سخت هو. انهن سان ڪن حالتن ۾ هو قريب اڌ صديءَ جيترا ورهيہ گڏ رهيا هئا ۽ انهن ڪان ڌار ٿيڻ جو خيال جهڙو تهڙو ڪين هو. درجي بدرجي هڪ هڪ ٿي پهرين پيدا غلام لڪ چپ ۾ وچي وڏي گهر ڪان نڪتا، انهي لاءِ تہ پنهنجن اڳوڻن ڌڻين سان ايندڙ وقت لاءِ خلاصي صلاح مصلحت ڪن.

## باب ٻيو

## نئين پڙ جا ڏينهن

آزادگي ملڻ ڪان پوءِ ٻہ ڳالهيون هيون جن بابت سڀ ماڻهو متفق راءِ هئا ۽ اهڙو حال ساري ڏکڻ واري پاسي جو هو: هڪڙي هي هئي تہ هنن کي پنهنجا نالا بدلائڻ گهرجن ۽ ٻي هيءَ تہ هنن کي پنهنجي پراڻي ڪيتي يا رهڻ جي جاءِ ڇڏي ڏيڻ گهرجي، گهٽو نہ تہ ٻہ ڪن ڏورن

ڏينھن يا ھفتن تائين، انھي لاءِ تہ ھو سچ پچ سمجھن تہ اسين آزاد آھيون .

ڪنھن طرح شيدين ۾ اھو خيال اچي پيدا ٿيو تہ پاڻ کي پنھنجن اڳوڻن ڌڻين جي ڪٽنبي نالن سان سڏائڻ مناسب ناھي، تنھنڪري گھڻن تہ پيا نالا اختيار ڪيا . آزادگي جي نشانين مان اھا پھرين نشاني ھئي . جڏھن ھو غلام ھوندا ھئا، تڏھن ڪنھن ماڻھو کي فقط جان يا سوسن سڏيندا ھئا . انھي ھڪڙي کان زيادہ نالي سان سڏڻ جو ڪو ورلي اتفاق ٿيندو ھو . جيڪڏھن جان يا سوسن ھئچر نالي ڪنھن گوري جو پانھو ھوندو ھو تہ انھي کي ڪڏھن ڪڏھن جان ھئچر يا اڪثر ھئچر وارو جان ڪري سڏيندا ھئا . پر ھاڻ اھو خيال پيدا ٿيو تہ جان ھئچر يا ھئچر وارو جان ڪنھن آزاد ماڻھو جو مناسب نالو يا نشان ٿي نٿو سگھي، تنھنڪري گھڻين حالتن ۾ جان ھئچر کي ڦيرائي جان . س . لنڪن يا جان . س . شرمن ڪيائون . مھڙ واري سين ڪو نالو نئي ڏيڪاريو، پر انھي شيديءَ جي لقب جو پاڳو ھئي، جنھن تي ھو گھڻو فخر ڪندو ھو .

جيئن سون مٿي چيو تيئن گھڻا شيدي پنھنجو پراڻو رھڻ جو ھنڌ ڇڏي ٿورن ڏينھن لاءِ پاھر ويا، انھي لاءِ تہ

پنهنجي آزاديءَ کي آزمائي ڏسن ته ڪيئن ٿي لڳي. ڪجهه وقت ٻاهر رهڻ کان پوءِ گهڻا غلام موٽي پنهنجن اڳوڻن گهرن ۾ آيا ۽ پنهنجن اڳوڻن ڌڻين سان هڪڙي قسم جو انجام اقرار ڪيائون، جنهن موجب هو انهن جي زمين تي رهڻ لڳا.

منهنجي ماءُ جو مڙس، جو منهنجو ۽ منهنجي ڀاءُ جان جو ماٽيجو پيءُ هو، سو انهن سا ڳين ڌڻين جو ٻانهو نه هو، جن جي منهنجي ماءُ ٻانهي هئي. حقيقت ڪري هو ڪنهن اتفاق سان اسان جي کيتيءَ تي ايندو هو. مون کي ياد آهي ته شايد سال ۾ هڪڙو ڀيرو مس اچي انهي کي ڏسندو هوس ۽ اهو ناتال جي وقت ڌاري. جنگ هلندي ڪنهن طرح هو ڀڄي، ٻڌيءَ وارن رياستن جي سپاهين جي پٺيان لڳي الهندي ورجينيا جي نئين رياست ۾ اچي نڪتو هو. جڏهن آزاديءَ جو عام اشتهار ٿيو، تڏهن هن منهنجي ماءُ کي الهندي ورجينيا ۾ ڪناوا جي واديءَ ۾ پاڻ وٽ گهرايو. انهن ڏينهن ۾ ورجينيا مان جبل جي رستي الهندي ورجينيا ڏي وڃڻ جو رستو ڏاڍو ڏکيو هو ۽ انهي سفر ۾ اڪثر گهڻو وقت لڳندو هو ۽ گهڻي تڪليف ٿيندي هئي. جيڪي ٿورا گهڻا ڪپڙا ۽ ٻيو گهر جو سامان اسان وٽ هو، سو هڪڙي سامان جي گاڏيءَ ۾ وڌوسين، پر ٻار

پنڌ جو گهٽو ڀاڱو پيرين پنڌ هليا ۽ اهو پنڌ ڪن سؤ ميلن جو هو.

اُتي نٿو ڀانيان ته اسان مان ڪو ڪڏهن به ڪيتيءَ کان تمام ڀري ويو، تنهنڪري وڏو سفر ڪري ڀيءَ رياست ڏي وڃڻ هڪڙي وڏي ڳالهه هئي. پنهنجن اڳوڻن ڏڏين کان توڙي ڪيتيءَ تي باقي رهيلن پنهنجي ذات وارن کان موڪلائي ڏارڻ هڪڙو سخت اتفاق هو. انهي موڪلاڻيءَ جي وقت ڪان وٺي هنن جي مرڻ گهڙيءَ تائين اسين ڪٽنب جي وڏن ڀاتين سان لکپڙه جو رستو رکيو آياسين ۽ انهي ڪان پوءِ نندن ڀاتين سان به اهو رستو رکندا پئي آيا آهيون. انهي مسافريءَ ۾ اسان کي ڪيترائي هفتا لڳي ويا ۽ انهي عرصي جو گهٽو ڀاڱو اسين کلي هوا ۾ سمهندا هئاسين ۽ ميدان ۾ ٻـنڊن جو مچ ٻاري انهي تي ٽي رڌيندا پچائيندا هئاسين. هڪڙي رات مون کي ياد آهي ته هڪڙي سڄي ڀنگيءَ ۾ اچي رهياسين ۽ منهنجي ماءُ ارادو ڪيو ته ماني رڌڻ لاءِ انهي ۾ باه ٻاري ۽ پوءِ انهي ۾ زمين تي اسان جي سمهڻ لاءِ وڇاڻو ڪري. جڏهن مـچ ٻرڻ لڳو تڏهن اوچتوئي اوچتو هڪڙو ڪارو نانگ، جو بيشڪ ڏيڍ وال ڊگهو هو، سو مٿان ٻخاري مان هيٺ ڪري پيو ۽ زمين تي سرڻ لڳو. اسين هڪدم ڀنگي ڇڏي

ٻاهر ڀڄاسين . نيٺ پنهنجي منزل مقصود تي پهتاسين، جو هڪڙو شهر مالڊن نالي هو، جو رياست جي هائوڪي مکيه شهر چارلسٽن کان اٽڪل پنج ميل پري آهي .

انهن ڏينهن ۾ الهندي ورجينيا ۾ لوڻ جي کاڻين جو ڪم هلندو هو ۽ اهو مالڊن جو ننڍو شهر انهن لوڻ جي جي نوترن يا کورن جي وچ ۾ هو . منهنجي ماڻيجي پيءُ کي اڳئي هڪڙي لوڻ جي کوري تي جڳهه مليل هئي ۽ هن اسان جي رهڻ جي لاءِ هڪڙي ننڍي ڪوٺي بہ هٿ ڪري ڇڏي هئي . اهو اسان جون نئون گهر، هن اڳوڻي ورجينيا واري گهر کان بهتر نہ هو، جنهن کي ڇڏي آياسين . حقيقت ڪري هڪڙي ڳالهه ۾ ڀاڻ خراب هو . اسان جو اڳوڻو ڪيتيءَ وارو گهر غريباڻو هو، مگر منجهس هر وقت صاف هوا موجود هوندي هئي . اسان جو نئون گهر ڪيترين ئين ٻنگين جي وچ ۾ هو ۽ تندرستي قائم ڪرڻ لاءِ ڀيو ڪو بندوبست ٿيل ڪونہ هو . تنهنڪري سوڙهه ۽ گُهٽ ۾ پاسي وارين ڪوٺين جي گندگي اڪثر تڪليف جهڙي هوندي هئي . اسان جي پاڙيسرين مان ڪي شيدي ماڻهو ۽ تمام غريب ۽ اڻ پڙهيل ۽ گهٽ ذات وارا گورا ماڻهو هئا . اهو هڪڙو رنگا رنگي ميلو هو . شراب نوشي، جوا

بازي، جهيڙا جنگيون ۽ پيا بد اخلاقي ۽ نا مناسب ڪم اڪثر اتي ٿيندا هئا. جيڪي به ماڻهو انهي ننڍي شهر ۾ رهندا هئا، تن جو لوڻ جي ڪم سان ڪونه ڪو واسطو هو. جيتوڻيڪ آءٌ اڃا ننڍو هوس، ته به منهنجي ماٽيجي پيءُ مون کي ۽ منهنجي ڀاءُ کي لوڻ جي هڪڙي ڪوري ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ رکيو. اڪثر آءٌ صبح جو سوير ڇئين بجي ڌاري اُتي ڪم شروع ڪندو هوس.

لکڻ پڙهڻ جي ڪم جي نسبت ۾ پهريون سبق جو آءٌ سکيس، سو انهي لوڻ جي ڪوري ۾ ڪم ڪندي سکيس. هر ڪنهن لوڻ گڏ ڪرڻ واري جي پيٽ تي هڪڙو خاص عدد نشان لاءِ هوندو هو. منهنجي ماٽيجي پيءُ جو عدد ۱۸ هو. جڏهن روز مره جو ڪم پورو ٿيندو هو، تڏهن لوڻ گڏ ڪندڙن جو داروغو ايندو هو ۽ اسان جي هر هڪ پيٽ تي ۱۸ جو انگ هڻي ويندو هو، ۽ آءٌ سگهوئي اهو انگ جتي ڏسندو هوس، اتي سڃاڻندو هوس ۽ ٿوري وقت کان پوءِ اهڙو انگ پاڻ ڪڍي سگهندو هوس، مگر ٻين اکرن جي مون کي ڪا به خبر ڪانه هوندي هئي.

جنهن وقت ڪنهن به ڳالهه بابت پنهنجن خيالن جي يادگيري اچڻ جهڙو ٿيس، تنهن وقت کان وٺي مون کي

ياد اچي ٿو ته مون کي پڙهڻ جو نهايت گهڻو شوق رهندو هو. اجا ننڍڙو ٻار هوس ته مون دل ۾ پڪو ٺهراءُ ڪيو ته جي حياتيءَ ۾ آءٌ ٻيو ڪي ڪين پوري طرح ڪري سگهيس ته آءٌ ڪنهن تجريز سان ايترو علم حاصل ڪندس، جو رواجي ڪتاب ۽ اخبارون پڙهي سگهندس. جڏهن اسين الهندي ورجينيا ۾ پنهنجي نئي ڪوٺيءَ ۾ ڪنهن طرح وڃي ٺانيڪا ٿياسين، تڏهن مون پنهنجي ماءُ کي زور ڪيو ته مون کي ڪو ڪتاب ڪٿان آڻي ڏئي. هن خبر ناهي ته ڪڏهن يا ڪيئن هڪڙو پراڻو ويبسٽر جو ڪارن ٻئن وارو هجي ڪرڻ جو ڪتاب هٿ ڪري آڻي ڏنو، جنهن ۾ الف بي جا اکر لکيل هئا ۽ انهن جي پٺيان بي معنيٰ گڏيل اکر هئا، جيئن ته اب، ٻا، تا، ٽا. آءٌ هڪدم اهو ڪتاب شوق سان پڙهڻ لڳس، ۽ آءٌ ڀانيان ٿو ته اهو پهريون ئي ڪتاب هو، جو منهنجن هٿن ۾ آيو. ڪنهن ماڻهوءَ کان مون ٻڌو هو ته الف بي ياد ڪرڻ سان پڙهڻ سکبو آهي، تنهنڪري مون مٿا هٽي پنهنجي منهن الف بي ياد ڪئي، جو ڪوبه سيکارڻ وارو لهي نه سگهيس. انهي زماني ۾ اسان جي ويجهو منهنجي ذات وارو اهڙو ڪوبه ماڻهو ڪٿي ڪونه هو، جو پڙهي ڄاڻي ۽ گورن مان ڪنهن وٽ وڃڻ کان آءٌ ڊڄندو هوس. ٿورن

ئي هفتن ۾ ڪنهن طرح مون الف بي جو گهڻو پاڱو پڪو ڪيو. پڙهڻ جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۾ منهنجي ماءُ به خوش هئي ۽ وس پڄندي مون سان همدردي ڪيائين ۽ مون کي مدد ڏنائين. جيتوڻيڪ پاڻ بلڪل لکي پڙهي نہ ڄاڻندي هئي تہ بہ پنهنجن ٻارن جي لاءِ انهي جو گهڻو شوق رهندو هوس ۽ ايترو عقل ۽ هوش هوس، جو سڀ ڪنهن ڳالهہ جي هن کي آسانيءَ سان سمجهہ پئي سگهندي هئي. جيڪڏهن مون پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪو اهڙو ڏيان ۾ اچڻ جوڳو ڪم ڪيو آهي تہ اهو هي آهي تہ مون پنهنجي ماءُ جي طبيعت ورثي ۾ هٿ ڪئي.

علم حاصل ڪرڻ لاءِ منهنجي مٿي هٺندي، هڪڙو جوان شيدي، جو اوهيو جي رياست ۾ لکڻ پڙهڻ سکيو هو، سو مالڊن ۾ آيو. جڏهن ٻين شيدين کي معلوم ٿيو تہ اهو پڙهي ڄاڻندو آهي، تڏهن هنن هڪڙي اخبار هٿ ڪئي ۽ هر روز ڪم لهڻ کان پوءِ مڙس ۽ زالون انهي جوان ماڻهوءَ کي وڪوڙي ويندا هئا، انهي لاءِ تہ اخبار ۾ جيڪي خبرون چارون هيون، سي کين پڙهي ٻڌائي. انهي ماڻهوءَ کي ڏسي مون کي ڏاڍي ريس ٿيندي هئي. منهنجي نظر ۾ اهو جوان ماڻهو ساري دنيا ۾ هڪڙو ئي اهڙو شخص هو، جو سچ پچ پنهنجي قابليت جي

ڪري خوش ۽ راضي هو.

انهيءَ وقت ڌاري انهيءَ ڳوٺ ۾ شيدي ٻارن جي لاءِ هڪڙي قسم جي اسڪول کولڻ جو سوال شيدي عالم ۾ بحث هيٺ اچڻ لڳو. اهو ورجينيا جي انهي ڀاڱي ۾ شيدي ٻارن لاءِ پهريون ئي اسڪول کلڻو هو، تنهنڪري اها هڪ وڏي ڳالهه شمار ۾ اچڻ لڳي ۽ انهي تي سخت بحث مباحثو هليو. سڀ کان وڏيڪ مونجهاري جي ڳالهه اها هئي ته سيکاريندڙ ڪٿان هٿ ڪجي. اوهيو وارو جوان ماڻهو، جو اخبارون پڙهي ڄاڻندو هو، انهي بابت ويچار ڪيو ويو، پر هن جي عمر ننڍي هئي. پاڙهڻ واري جي لاءِ بحث هلندي، هڪڙو ٻيو جوان شيدي اوهيو جو رهاڪو، جو اڳي سپاهي ٿي رهيو هو، سو ڪنهن طرح شهر ۾ اچي نڪتو. سگهوئي معلوم ٿي ويو ته هو ڏاڍو پڙهيل آهي، تنهنڪري شيدين انهي کي پنهنجي پهرين اسڪول جو ڪٿي ماستر مقرر ڪيو. هيستائين انهي ڀاڱي ۾ شيدين جي لاءِ في ڪان سواءِ پڙهائڻ وارا اسڪول جاري نه ٿيا هئا، تنهنڪري هرهڪ ڪٽنب کي مقرر ڪيل پيسا هر مهيني ڏيڻ قبول ڪيا، ۽ اهو ٺهراءُ ڪيو ويو ته ماستر واري سان سيني وٽ ماني کائيندو رهندو، يعني هرهڪ ڪٽنب ۾ هڪڙو ڏينهن گذاريندو. اها ڳالهه

ماستر جي لاءِ خراب نہ هئي، چا لاءِ جو هرڪو ڪٽنب جنهن ڏينهن ماستر ان جو مهمان ٿيڻو هوندو هو، انهي ڏينهن تمام عمدو طعام پچائيندو هو. مون کي ياد آهي تہ جنهن ڏينهن ماستر اسان جي نندڙي ڳوٺڙي ۾ اچڻو هوندو هو، انهي ڏينهن جي لاءِ مون کي گهڻو انتظار رهندو هو.

ساري ذات جي لاءِ پهرئين ڀيري اسڪول ۾ وڃڻ شروع ڪرڻ جي حالت انهي ذات جي سڌاري جي نسبت تمام گهڻي مزي ۽ ويچار جي ڳالهين مان هڪڙي آهي. جيڪي ٿورا ماڻهو انهن ڳالهين جي وچ ۾ نہ هئا، تن کي انهي شوق جي انداز جو پورو سماءُ پئي نہ سگهندو، جو منهنجي ذات وارا ماڻهو تعليم جي لاءِ ڏيکاريندا هئا. مون مٿي بہ چيو آهي تہ ساري قوم ڪوشش ڪري اسڪول ۾ ٿي وئي. ڪي ٿورا انهي تعليم وٺڻ جي ڪوشش ڪرڻ واري عمر کان ننڍا هئا ۽ انهي عمر کان وڏو ڪوبہ ڪونہ هو. جيئن جيئن ڪنهن بہ قسم جا پڙهائيندڙ هٿ ايندا ويا، تيئن تيئن نہ رڳو ڏينهن وارا اسڪول پرها ويا، پر رات وارا اسڪول بہ. وڏي عمر وارن ماڻهن جي دلي خواهش اها هئي تہ مرڻ کان اڳي بائبل پڙهي سگهن. انهي ارادي سان پنجاه يا پنجهتر ورهن جي عمر وارا پيرا ماڻهو اڪثر رات وارن اسڪولن ۾ ڏسبا هئا. آزادگي ملڻ

ڪان پوءِ آچر جي ڏينهن وارا اسڪول بہ ڪليا، پر انهن اسڪولن ۾ مکيہ ڪتاب هجي ڪرڻ وارو ڪتاب هوندو هو. ڏينهن وارن، تـوڙي رات وارن، تـوڙي آچـر وارن اسڪولن ۾ هميشه پـڙهندڙن جـو ڳاهٽ هوندو هو، ۽ اڪثر جاءِ نہ هئڻ ڪري گهڻا موٽايا ويندا هئا.

پر ڪناوها واريءَ واديءَ ۾ اسڪول جي کلڻ ڪري مون کي اهڙي سخت نا اميدي ٿي، جنهن جهڙي اڳـي ڪڏهن نہ ٿي هئي. مـون ڪيترن مهينن کـان هڪڙي لوڻ جي کوري ۾ ڪم پئي ڪيو ۽ منهنجي ماڻيجي پيءَ کي معلوم ٿيو تہ آءٌ چڱو پيسو ڪمائي ٿو سگهان، تنهن ڪري جڏهن اهو اسڪول کليو، تڏهن هن دل ۾ پڪو ٺهراءُ ڪيو تہ مون کي پنهنجي ڪم کان ڪڏي اسڪول ۾ نہ موڪلي. انهي ٺهراءَ ڪري منهنجون سڀ اميدون لٽجي ويون. اها نا اميدي منهنجي لاءِ انهي سبب ڪري تمام سخت هئي، جو جتي آءٌ ڪم ڪندو هوس، آتـي آءٌ صبح ۽ سانجهيءَ جو ٻارن کي ڏاڍي خوشيءَ سان اسڪول ڏي ايندو ويندو ڏسندو هوس. پر انهي نا اميدي هوندي بہ مـون پڪو ارادو ڪيو تہ ڪنهين بہ رستي آءٌ ڪي ڪجهہ سکان. ڪاري پٽي وارو هـجي جو ڪتاب جيڪو مون وٽ هو، تنهن تي اڳـي کـان بہ زياده شوق سـان

محنت ڪرڻ لڳس.

انهي نا اميديءَ ۾ منهنجي ماءُ مون سان همدردي ڪندي هئي ۽ جيترو وس پڄندو هوس، اوترو مون کي دلاسو ڏڍو ڪندي هئي ۽ پڙهڻ جي هڪڙي نه ٻئي آپاءَ پيدا ڪرڻ ۾ مون کي مدد ڪندي هئي. ٿوري وقت کان پوءِ نيٺ مون هڪڙي سيکاريندڙ سان اهو بندوبست ڪيو ته جڏهن آءٌ ڏينهن جو ڪم ڪري بس ڪريان، تڏهن مون کي رات جو اچي سبق پاڙهي. اهي رات جا سبق اهڙا چڱا هئا جو آءٌ پانيان ٿو ته جيڪي پيا پار ڏينهن جو پڙهندا هئا، تنهن کان وڌيڪ آءٌ رات جو پڙهي ويس. رات وارن اسڪولن جي آزمائش مان مون کي رات جي اسڪولن جي فائدي ۾ پڪو ويساهه جمي ويو، جو پوئين ورهين ۾ مون کي هٿپڻ ۾ به ۽ ٽسڪجي ۾ به ڪم آيو. پر منهنجي پاراٽي دل ۾ ڏينهن واري اسڪول ۾ وڃڻ جي نهايت گهڻي خواهش هئي، ۽ جيڪو وجهه ملندو هوم، تنهن سان انهي جي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. نيٺ منهنجي مراد پوري ٿي ۽ مون کي اجازت ملي ته ٿورن مهينن تائين ڏينهن جو اسڪول وڃان، مگر انهي شرط تي آسر جو سويل اٺان ۽ نائين بجي تائين کوري ۾ ڪمايان ۽ وري جڏهن سانجهيءَ جو اسڪول بند ٿئي،

تڏهن وري به اتي وڃي به ڪلاڪ وڌيڪ ڪم ڪريان.

اسڪول جي جاءِ ڪوري ڪان پرپري هئي ۽ ڪلندي نائين بجي هئي ۽ مون کي به نائين بجي تائين ڪم ڪرڻو پوندو هو، تنهنڪري مون کي هڪڙي مشڪلات پيش آئي. اسڪول جو ڪم هميشه منهنجي اتي وڃي پهچڻ کان اڳي شروع ٿيندو هو ۽ ڪڏهن ته منهنجي ڪلاس وارا سبق پڙهائي به رهندا هئا. انهي مشڪلات کي حل ڪرڻ لاءِ مون پنهنجي نفس جي چئي تي هڪڙو خطا جهڙو ڪم ڪيو، جنهن لاءِ آءٌ پانيان ٿو ته گهڻا ماڻهو مون کي ڏوهه ڏيندا، پر جڏهن اها ڳالهه سچي آهي، تڏهن آءٌ اها ظاهر ڪري پڌايان ٿو. حقيقتن ظاهر ڪرڻ جي اثر ۽ فائدي ۾ منهنجو گهڻو ويساهه آهي. ڪنهن حقيقت اڪائڻ ڪري هميشه جو فائدو ڪو اتفاق سان حاصل ٿيندو هوندو. ڪوري جي هڪڙي ننڍڙي ڪوٺيءَ ۾ هڪڙو وڏو ڪلاڪ رکيو هوندو هو. جيڪي سؤ کن ماڻهو آتي ڪم ڪندا هئا، سي سڀيئي پنهنجي ڏينهن جي ڪم جي ٺهرايلن بجن جي شروع ٿيڻ ۽ پوري ٿيڻ لاءِ انهي ڪلاڪ تي تعلق رهندا هئا. منهنجي دل ۾ آيو ته اسڪول ۾ پوري وقت تي پهچڻ جو سولو رستو اهو آهي ته ڪلاڪ جا ڪانٽا هٿائي ساڍن اٺن کان نون بجن تي

ٻيهاري چڙهيان. اهو ڪم ڏهاڙي صبح جو آءٌ ڪندو رهندو هوس، نيٺ ڪوري جي داروغي سهي ڪيو ته ڪلاڪ سان ڪا حرڪت ٿي ٿئي. تنهنڪري هن آهو ڪلاڪ هڪڙي ٻيءَ ۾ ڪلف ڏئي بند ڪري ڇڏيو. ائين ڪرڻ مان منهنجو ڪو اهو مطلب نه هو ته ڪنهن کي ڪا تڪليف پهچي. منهنجو مطلب رکيو اهو هو ته آءٌ پوري وقت تي اسڪول ۾ پهچان.

پر جڏهن پهرئين پيري آءٌ اسڪول ۾ وڃي داخل ٿيس، تڏهن مون کي به ٻيون مشڪلاتون پيش آيون. پهرين هيءَ ته مون ڏٺو ته ٻين سڀني ٻارن کي وڏيون يا ننڍيون ٽوپيون مٿن ۾ هيون، پر مون کي ڪانه هئي. حقيقت ڪري مون کي ياد ناهي ته اسڪول ۾ وڃڻ واري وقت تائين مون ڪڏهن ڪنهين به قسم جي ٽوپي مٿي ۾ وڌي، نڪي مون يا ڪنهن ٻئي کي ڪڏهن مٿي ڍڪڻ جو ڪو خيال ئي هو. پر جڏهن مون ڏٺو ته ٻيا ڇوڪرا ڪهڙا ڪپڙا ٿا ڍڪين، تڏهن آءٌ ڏاڍو بي آرام ٿيڻ لڳس. مون وري به پنهنجي ماءُ کي اها ڳالهه ٻڌائي ۽ انهي مون کي سمجهايو ته ابا مون وٽ پيسو ڪونهي، جنهن سان گدام واري دڪان تان ٽوپي وٺون، پر آءٌ پاڻهئي تنهنجو بلو ڪنديس. اهو دڪان آنهي وقت ۾ منهنجي

ذات وارن ۾ هڪڙو نئون بندوبست هو ۽ ننڍن توڙي وڏن جي انهي ۾ حصہ دار ۽ مالڪ رهڻ لاءِ تمام چڱي تجويز هئي. پوءِ منهنجي ماءُ گهرو آئيل ڪپڙي جا ۾ ٽڪر وٺي گڏ سبي مون کي ڏنا ۽ آها هئي منهنجي پهرين ٽوپي، جنهن تي آءٌ گهڻو فخر ڪندو هوس.

انهي ڳالهہ ۾ جيڪو سبق منهنجي ماءُ مون کي سيکاريو، سو هميشه منهنجي دل تي چميل رهيو آهي ۽ جيترو ٿي سگهيو اٿم اوترو ٻين کي پڻ سيکاريو اٿم. انهي ڳالهہ ياد پوڻ تي آءٌ هميشه فخر ڪندو آهيان تہ منهنجي ماءُ کي ايتري دل جي همت آئي، جو پنهنجي سچي وسعت کان وڌيڪ ماڻهن کي ڏيکارڻ نہ گهريائين ۽ منهنجن اسڪول جي سنگتين توڙي ٻين کي ذهن نشين ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪيائين تہ هوءَ گدام واري دڪان جي ٽوپي خريد ڪري ٿي سگهي، جڏهن حقيقت ڪري نہ ٿي ڪري سگهي. آءٌ هميشه انهي ڳالهہ تي فخر ڪندو آهيان تہ جنهن شيءِ جي خريد ڪرڻ لاءِ پيسو موجود نہ هئس، تنهنجي لاءِ قرض کڻڻ کان انڪار ڪيائين. انهي کان پوءِ گهڻيون ئي وڏيون توڙي ننڍيون ٽوپيون مون ورتيون آهن، مگر انهن مان هڪڙي بہ مون کي اهڙي پسند نہ آئي آهي، جهڙي آها ننڍي ٽوپي جا منهنجي ماءُ

ڪپڙن جي ٻن ٽڪرن مان سبي جوڙي مون کي ڏني. مون آها ڳالهه لاچار ڏيکاري آهي ته ڪيترائي ڇوڪرا، جن اهڙين ٽوپين سان پنهنجي حياتي دنيا ۾ شروع ڪئي ۽ جي منهنجا اسڪول جا سنگتي هئا ۽ منهنجي گهر جي جڙيل ٽوپيءَ تي ٻين سان گڏجي چرچا ۽ ٺٺوليون ڪندا هئا، سي نيٺ ٻچاڙيءَ ۾ قيدخاني ۾ پيا ۽ ٻين جو ته اهڙو حال ٿيو آهي، جو ڪنهين ٻه قسم جي ٽوپي هاڻي خريد ڪري نٿا سگهن.

منهنجي ٻي مشڪلات هئي منهنجي نالي جي نسبت ۾، يا ڪنهين ٻه نالي جي نسبت ۾. جنهن وقت جي مون کي يادگيري ٿي پوي، تنهن وقت کان وٺي مون کي رڳو ٻُڪر سڏيندا هئا. اسڪول ۾ وڃڻ کان اڳي مون کي اهو خيال ڪڏهن ڪونه آيو ته انهي کان وڌيڪ ڪنهن ٻئي نالي گڏڻ جو ضرور آهي. جڏهن مون حاضريءَ جي يادداشت پڪاريندي ٻڌي، تڏهن معلوم ٿيو ته ميني ڇوڪرن کي وڌيڪ نه، ته ٻه ٻه نالا ضرور هئا ۽ ڪن کي ته ٽي نالا هئا، جن بابت مون سمجهيو ٿي ته اها رڳو بڙالفضولي آهي. مون کي انهي جي ڏاڍي ڳڻتي ٿي ته ماستر مون کان ٿوري ۾ ٿورا ٻه نالا گهرندو ۽ منهنجو فقط هڪڙو نالو آهي. جڏهن منهنجي نالي داخل ڪرڻ جو

وقت آيو، تڏهن مون کي انهي ڳُٽي لاهڻ جهڙو خيال دل ۾ آيو، تنهنڪري جڏهن ماستر مون کان پڇيو تہ تنهنجو سچو نالو ڇا آهي، تڏهن مون آرام سان چيس تہ **بکر واشنگٽن**، ڇو تہ سچي عمر مون کي انهي نالي سان پئي سڏيو اٿن. بس انهي وقت کان وٺي آءٌ انهي نالي سان سڏبو اچان. حياتيءَ جي پوين ڏينهن ۾ مون کي معلوم ٿيو تہ منهنجي ماءُ منهنجي ڄمڻ کان پوءِ سگهوئي مون کي **بکر ٽليا فيرو** جو نالو ڏنو هو، پر ڪنهن طرح سان منهنجي نالي جو اهو پويون ڀاڱو گم ٿي ويو، پر جڏهن وقت انهي جي مون کي خبر پئي تنهن وقت مون انهي کي وري جاڳايو ۽ پنهنجو سچو نالو **بکر ٽليا فيرو واشنگٽن** رکايم. آءٌ ڀانيان ٿو تہ اسان جي ملڪ ۾ اهڙا ماڻهو گهڻا نہ هوندا، جن مون وانگي همت ڪري پنهنجو نالو پاڻ رکيو آهي.

گهڻائي ڀيرا منهنجي خيال ۾ آيو آهي تہ آءٌ بہ فلاڻي ڇوڪر يا فلاڻي ماڻهوءَ جهڙو هجان ها تہ چڱو هو، جو انهي جا پيءُ ڏاڏا عزت آبرو وارا ۽ مشهور ماڻهو هئا ۽ انهن جون پيڙهيون سوَن ورهين تائين ٿي هليون، جن کي ورثي ۾ نہ رڳو نالو مليل هو، پر دولت ۽ فخر جهڙي خانداني جائداد بہ، پر تڏهن بہ ڪنهن مهل مون دل ۾

ھئي ڇيو آھي ته جي مون کي ٻه اھي ورثي ۾ مِلن ھا ته آءٌ جيڪر پنھنجي اصل نسل ۽ پنھنجي رنگ تي تعلق رھڻ گھران ھا ۽ پانيان ھا ته جيڪي مون کي پنھنجي لاءِ پاڻ ڪرڻ گھرجي، سو آھي منھنجي لاءِ ڪن. گھڻا ورھيه ٿيا جو مون اھو ارادو ڪيو ته جڏھن منھنجو ڪو اصل نسل ڪونھي، تڏھن آءٌ ڪي اھڙا ڪم ڪريان، جن تي منھنجو اولاد فخر ڪري ۽ جي انھن کي اڃا ٻه وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ لاءِ ھمٿائين.

ماڻھن کي گھرجي ته ٽڪرڙ ڪري ڪنھن شيديءَ جي نسبت ۾ خراب راءِ نه ڏين، خاص ڪنھن ننڍي عمر واري شيدي جي نسبت ۾. شيدي ڇوڪر کي ڪيترن ئي اڻڪائن ۽ نا اميدين ۽ لالچن سان وڙھڻو ٿو ٿئي، جسي ٻين جي حالت ۾ پيش نه ٿيون ٿين. جڏھن ڪو گورو ڇوڪر ڪنھن ڪم ۾ ھٿ وجھي ٿو، تڏھن اھا ڳالھ اڳئي قبول ڪرڻ ۾ اچي ٿي ته ھو فتحياب ٿيندو. پر جي ڪو شيدي ڇوڪر فتحياب ٿئي ٿو ته اڪثر ماڻھن کي عجب لڳي ٿو. مطلب ته شيدي جوانن کي شروع ۾ ئي ماڻھن جي تعصب ۽ خراب راءِ سان مقابلو ڪرڻو ٿو پوي.

پر اصل نسل جي ڪري ڪنھن ماڻھوءَ يا قوم کي گھڻي مدد ملي ٿي، بشرطيڪ انھي تي گھڻو ڀروسو رکڻ

۾ نہ ايندو. جيڪي ماڻهو هميشه شيدي جوانن جي اخلاقي ضعيفائي تي ڌيان ڏين ٿا ۽ انهن جي ترقي جو ڪورن جوانن جي ترقيءَ سان مقابلو ڪن ٿا، سي قديم خانداني گهرن جي اڳوڻين موروثي ڳالهين جي اثر بابت ڪوبہ ويچار نٿا ڪن. مون کي خبر ناهي تہ منهنجي ناني ڪير هئي، جنهن مون مٿي بہ چيو آهي. مون کي ماما ۽ ماميون ۽ ماروٽ آهن ۽ هئا بہ، پر ايتري خبر نہ اٿم تہ انهن مان گهڻا ڪٿي آهن. منهنجو حال بہ اهڙو آهي، جهڙو اسان جن ملڪن ۾ لکين ٻين شيدين جو آهي. اها ڳالهہ تہ گهري چوکر کي پڪ آهي تہ جيڪڏهن آءٌ حياتيءَ ۾ فتحياب نہ ٿيندس تہ پنهنجي خاندان جي گهڻن پيڙهين کي لڄائيندس، هن کي نفساني خراب خواهش کي روڪڻ ۾ گهڻي مدد ٿي ڏئي. ڪنهن ماڻهوءَ کي موروثي وڏماڻهپ ۽ پيڙهين جي عزت آبروءَ جو فخر فتحيابيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۽ اڙڪائن تي غالب پوڻ ۾ همٿائي ٿو.

ڏينهن جو جيتري وقت لاءِ مون کي اسڪول ۾ حاضر رهڻ جي موڪل هئي، سو تمام ٿورو هو، آءٌ برابر اتي حاضر رهي نہ سگهندو هوس. سگهوئي مون کي اصل اسڪول ڇڏڻو پيو ۽ وري پنهنجو سڄو وقت ڪم ۾ لڳائڻو پيو. آءٌ وري رات واري اسڪول ۾ وڃڻ لڳس. حقيقت ڪري

تعليم جو وڏو ڀاڱو جو مون ٻاراڻي وهيءَ ۾ حاصل ڪيو، سو پنهنجي ڏينهن جي ڪم پوري ڪرڻ کان پوءِ رات واري اسڪول جي معرفت حاصل ڪيو. مون کي ڪنهن چڱي استاد جي هٿ آئڻ جي مشڪلات هئي. ڪڏهن ڪڏهن، رات جي وقت مون کي سيکارڻ لاءِ ڪنهن استاد جي هٿ اچڻ کان پوءِ، مون کي معلوم ٿيندو هو ته هو مون کان ڪي ٿورو ئي وڌيڪ ٿو ڄاڻي ۽ انهي ڪري آءٌ گهڻو نا اميد ٿيندو هوس. اڪثر رات واري اسڪول جي سبقن پڙهائڻ لاءِ مون کي رات جو ڪيترائي ميل پنڌ ڪرڻو ٿيندو هو. ننڍپڻ ۾، ڪهڙي به نا اميدي ۽ تڪليف جي وقت، منهنجي دل ۾ هڪڙو پڪو ارادو هميشه قائم رهندو آيو ۽ آهو هي هو ته ڪيئن به ڪري تعليم حاصل ڪريان.

الهندي ورجينيا ڏي لڏي وڃڻ کان پوءِ، منهنجي ماءُ اسان جي هيتري ڪنگالپڻ هوندي به هڪڙي يتيم ڇوڪر کي آڻي پنهنجي گهر ۾ پالڻ لڳي ۽ انهي کي پوءِ اسان جيمس ب واشنگٽن جو نالو ڏنو. انهي وقت کان وٺي هو هميشه اسان جي ڪٽنب ۾ گهر جو ڀاتي ٿي رهندو اچي.

لوڻ جي کوري ۾ ڪجهه وقت تائين ڪم ڪرڻ کان

پوءِ، منهنجي لاءِ اگرن جي ڪاڻ ۾ پورهيو هٿ ڪيائون. انهي ڪاڻ ۾ جيڪو ڪم تي هليو، سو رڳو انهي لوڻ جي ڪوري ۾ ساڙڻ لاءِ اگرن موجود ڪرڻ جو. اگرن جي ڪاڻ ۾ ڪم ڪرڻ کان آءٌ هميشه ڏچندو هوس. انهي جو هڪڙو سبب هي هو ته جيڪو اگرن جي ڪاڻ ۾ ڪمائيندو هو، سو هميشه گهچلو رهندو هو، خصوصاً ڪم جي وقت ۽ ڏينهن جي ڪم پوري ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو بت صاف ڪرڻ تمام مشڪل هوندو هو. تنهن ڪان سواءِ اگرن جي ڪاڻ جي مٿيئن منهن ڪان وٺي هيٺ اگرن تائين هڪڙو پريو ميل پنڌ جو هو ۽ اهو سارو اونداهيءَ ۾ هو. آءٌ نٿو ڀانيان ته جهڙي اونداهي اگرن جي ڪاڻ ۾ هوندي آهي، اهڙي ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن به ٻئي هنڌ ڏٺي هوندي. ڪاڻ گهٽين علحده ڪوٺين ۾ وراهيل هوندي هئي ۽ انهن ڪوٺين جي پوري هنڌ جي مون کي خبر پئجي نه سگهندي هئي، تنهنڪري ڪيترائي ڀيرا آءٌ ڪاڻ ۾ ڀلجي ويندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن ته وري هي به خوف پيدا ٿيندو هو، جو بتي اجهامي ويندي هئي ۽ پوءِ جي مون سان ڪا باهه ٻارڻ جي تيلي نه هوندي هئي ته آءٌ اونداهيءَ ۾ پيو رلندو هوس، جيسين ڪ اتفاق سان ڪو ماڻهو ملندو هوم، جو مون کي روشنائي جي

مدد ڏيندو هو. اهو ڪم نه، رڳو سخت هوندو هو، پر خوفناڪ به هوندو هو. هميشه اهو ڊپ هوندو هو ته متان باروت اڳيرو ڦاٽي پوي ۽ ماڻهو پرزا پرزا ٿي اڏامي وڃي يا پهڻن جي ڪيرڻ ڪري چيچجي وڃي. اهڙا ڀنهي قسمن جا اتفاق اڪثر ٿيا ٿيندا هئا، تنهنڪري مون کي هميشه ڊپ رهندو هو. گهڻن ڪچي عمر وارن ٻارن کي هاڻي وانگر گهڻن اگهرن جي ڪاٽين وارن ضلعن ۾ زور ڪري ڪاٽين ۾ ڪمارائيندا هئا، جتي هو پنهنجي حياتيءَ جو گهڻو ڀاڱو گذاريندا هئا ۽ تعليم وٺڻ جو وجهه ڪونه ملندو هون، سي ڪان خراب ڳالهه اها هئي ته گهڻو ڪري جيڪي ننڍا ڇوڪر پنهنجي حياتي اگهرن جي ڪاٽين ۾ شروع ڪندا آهن، سي اڪثر جسم ۾ ضعيف ۽ بندرا ۽ سمجهه ۾ موڳا ۽ ابوجهه ٿيندا آهن. اهي اگهرن جي ڪم ۾ لڳا ايندا آهن ۽ بهتر ڪم ڪرڻ جي سگهوئي اميد لاهي ڇڏيندا آهن.

انهن ڏينهن ۾ ۽ انهي ڪان پوءِ به جوانيءَ جي وقت، آءٌ پنهنجي دل ۾ اهي خيال پيو ڪندو هوس ته ڪنهن گوري ڇوڪر جي اعليٰ خواهشن ۽ ڪوششن کي ڪنهين به قسم جي روڪ ڪانهي ۽ تنهنڪري انهن کي وڏيون اميدون ۽ وڏا خيال رهندا آهن. مون کي انهي گوري

ڇوڪر تي ڏاڍي ريس ٿيندي هئي، جنهنجي رستي ۾ ڪابہ روڪ ڪانہ هئي ۽ جو فقط ذات يا اصل نسل جي اتفاق جي ڪري ڪانگريس جو ميمبر يا گورنر يا بشپ يعني وڏو پادري يا پريزيڊنٽ ٿي ٿي سگهيو. آءٌ دل ۾ پيو اهي پور پچائيندو هوس تہ اهڙين حالتن ۾ جيڪر آءٌ ڪهڙي رستي هلان؛ ۽ ڪيئن هيٺ تري ڪان وٺي شروع ڪريان ۽ مٿي چڙهندو وڃان، جيسين ڪ وڃي فتحيابيءَ جي مٿانهين درجي کي پهچان.

هن پونين ورهين ۾ آءٌ قبول ٿو ڪريان تہ اڳي وانگي آنهي گوري ڇوڪر تي مون کي ڪابہ ريس ڪانہ ٿي ٿئي. مون معلوم ڪيو آهي تہ فتحيابي حياتيءَ ۾ حاصل ڪيل درجي تي اوترو منحصر نہ ٿي رهي، جيترو انهن روڪن ۽ مشڪلاتن تي ٿي رهي، جن تي فتحيابيءَ لاءِ ڪوشش ڪندي ماڻهوءَ کي غالب پوڻو ٿو ٿئي. انهي نظر تي آءٌ گهٽي قدر اهو نتيجو ٿو ڪڍان تہ سچي پچي حياتيءَ لاءِ اڪثر شيدي ڇوڪر جو گهٽ ذات سان واسطو رهڻ ۽ سندس نيچ نسل سندس لاءِ هڪڙي فائدي جي ڳالهہ آهي. ڪن ٿورن مثالن کان سواءِ گهٽو ڪري نالي ناموس ڪڍڻ لاءِ شيدي جوان کي گوري جوان کان زياده محنت ۽ ڪشالو ڪرڻو ٿو پوي. پر هن کي

جو لاچار آنهن سختين ۽ مشڪلاتن مان لنگهڻو ٿو ٿئي، تنهنڪري هن کي پاڻ زور ۽ ڀروسو حاصل ٿو ٿئي، جو آچي ذات ۽ وڏي نسل واري کي اٽڪل ڪان سواءِ لسي رستي تي هلڻ ڪري حاصل نٿو ٿئي.

ڪنهين به طرح جهڙو آءٌ شيدي قوم ۽ ذات جو آهيان، تهڙو رهڻ انهي کان زياده پسند ٿو ڪريان ته ڪنهن بي قوم يا ذات جي اعليٰ درجي وارن ماڻهن جي شريڪ ٿيڻ جي دعوا ڪريان. جڏهن ڪڏهن آءٌ ٻڌندو آهيان ته ڪنهن خاص ذات وارا ماڻهو ڪي حق يا مروّتون يا ڪي عزت آبروءَ جون نشانيون رکو انهي ذات جي ڀاتين هئڻ ڪري گهري وٺندا آهن ۽ پنهنجي جند جي لياقت يا قابليت جو نالوئي نه وٺندا آهن، تڏهن مون کي ڏاڍو ارمان ٿيندو آهي. اهڙن ماڻهن جي لاءِ آءٌ انهي ڪري غمگين ٿيندو آهيان، جو مون کي يقين هوندو آهي ته فقط ڪنهن شريف ذات سان واسطي رکڻ ڪري، سواءِ ذاتي لياقت جي ڪوبه ماڻهو گهڻو اڳتي هلي نه سگهندو، نڪي ڪنهن گهٽ ذات سان واسطي رکڻ ڪري ڪو ماڻهو هميشه ٻچڙي حال ۾ رهندو، بشرطيڪ هن ۾ ڪا ذاتي لياقت ۽ فضيلت هوندي. سڀ ڪنهن مصيبت زده ماڻهوءَ يا قوم کي آنهي وڏي انساني قاعدي مان گهڻي تسلي ملڻ

گهرجي، جو عام ۽ هميشه لاءِ ٽڪيندڙ آهي. آهو هي ته لياقت ڪهڙي به چمڙيءَ ۾ هوندي ته وڏي عرصي ۾ نيٺ پسند ڪرڻ ۾ ايندي ۽ انعام حاصل ڪندي. هي جيڪي مون هتي چيو آهي، سو نه رڳو فقط پاڻ ڏي ڏيان ڇڪڻ لاءِ، پر انهي ساري قوم ڏي، جنهن جي ياتي هئڻ تي مون کي فخر ٿو رهي.

## باب ڏيون

## تعليم جي لاءِ مٿو هڻڻ

هڪڙي ڏينهن مون اگرن جي کاڻ ۾ ڪمايو ته ٻن مزورن کي ورجينيا ۾ ڪنهن هنڌ شيدين جي هڪڙي وڏي اسڪول بابت ڳالهائيندو ٻڌم. اهو پهريون ئي ڀيرو هو، جو پنهنجي شهر واري ننڍي شيدين جي اسڪول کان زياده ناليري اسڪول يا ڪاليج جو ذڪر ٻڌو هوم.

کاڻ جي اونداهيءَ ۾ آءٌ چُپ چُپ ڪري رڙهي انهن ماڻهن وٽ ويس، جن پاڻ ۾ پئي ڳالهايو. مون ٻڌو ته هڪڙي پئي کي چيو ته اهو اسڪول نه رڳو شيدي ذات وارن لاءِ کليو آهي، پر اهڙو به بندوبست ڪيو ويو آهي ته غريب، پر چالاڪ ۽ هوشيار ڇوڪر پنهنجي ڪاڏي جو

خرچ سمورو يا انهي جو ڪو ڀاڱو، ڪمائي مجرا ڪري ڏئي ۽ سا ڳئي وقت ۾ ڪو هنر يا ڌنڌو به اتي پيو سکي.

جيئن جيئن هو انهي اسڪول جو بيان ڪندا ويا، تيئن تيئن مون کي ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ته دنيا ۾ آها ڪا تمام وڏي جاءِ هوندي ۽ انهي وقت منهنجي لاءِ اهو هامپٽن وارو نارمل ۽ اگريڪلچرل اسڪول، جنهنجو انهن شخصن ذڪر ٿي ڪيو، سو مون کي اهڙو پسند آيو ۽ چڱو لڳو، جو خود بهشت به اهڙو نه ٿي لڳو. مون هڪدم پڪو ارادو ڪيو ته انهي اسڪول ۾ وڃان، اگرچ اِها خبر به ڪانه هيم ته آهو ڪهڙي هنڌ آهي ۽ ڪيترا ميل پري آهي ۽ ڪيئن اوستائين ويندس، مون کي رڳي ايتري خبر هئي ته هامپٽن ۾ وڃڻ جو شوق هميشه منهنجي دل ۾ رهندو آيو آهي. اهو خيال مون کي رات ڏينهن رهندو هو.

هامپٽن جي اسڪول جي ذڪر ٻڌڻ کان پوءِ اٽڪل ٿورن مهينن تائين وڏيڪ اگرن جي کاڻ ۾ ڪم ڪندو رهيس. اچا آتي ڪم پئي ڪيم ته مون ٻڌو ته لوڻ واري ڪوري ۽ اگرن جي کاڻ جي مالڪ جنرل ليوئز رفنز جي گهر ۾ ڪا جاءِ خالي ٿي آهي. جنرل رفنز جي زال مسز وايولا رفنز ورمانٽ جي ياڪي يا اصل انگريز زال

هئي. مسز رفنز جي نسبت ۾ پسگردائي منجهه اها ڳالهه عام مشهور هئي ته هوءَ پنهنجن نوڪرن سان ڏاڍي سخت آهي، خاص چوڪرن سان، جي سندس نوڪري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. سڀئي ساڳئي عذر تي ڇڏي ويا هئا: "هو هي ته هوءَ تمام سخت هئي." انهي هوندي به مون دل ۾ ٺهراءُ ڪيو ته اڳرن جي ڪاٺ ۾ رهڻ کان مسز رفنز جي گهر ۾ نوڪري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس، تنهنڪري منهنجي ماءُ انهي خالي جاءِ جي لاءِ هن کي درخواست ڪئي. آخر پنجن ڊالرن مهيني جي پگهار تي آءٌ مقرر ٿيس.

مسز رفنز جي سختيءَ بابت مون ايتريون ڳالهيون ٻڌيون هيون، جو آءٌ سندس ڏسڻ کان ڊڄي ڊنس ۽ جڏهن سندس روبرو ويس، تڏهن ڏڪي ويس. پر اجا گهڻا هفتا وٺس نه گذاريم ته آءٌ هن جي طبيعت جو واقف ٿيڻ لڳس. سگهوئي آءٌ معلوم ڪرڻ لڳس ته پهرين پهرين هن جي مرضي هئي ته سندس آس پاس سڀ شيءِ صاف هجي ۽ سيڪو ڪم جلد ۽ رٿائتو ٿئي ۽ سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ بلڪل ايمانداري ۽ صاف دلي هئڻ گهرجي. ڪوبه ڪم چٽڪي طرح يا بيگر سان ٿيل نه وٺندو هوس؛ سيڪو در، سيڪو لوڙهو صاف ۽ سنواريل هئڻ گهرجي.

مون کي هينئر ياد نٿو اچي ته آءٌ مسز رفنز وٽ

هامپڻن ڏي وڃڻ کان اڳي ڪيترو وقت هوس. پر آءٌ پانيان ٿو ته ڏيڍ ورهيه کن هوس. ڪنهين به طرح جيڪي اڳي مون کهٽا پيرا ڇيو، سو هتي به ٿو چوان ته جيڪي سبق مون مسز رفنز جي گهر سکيا، سي مون کي اهڙا ڪمائتا ۽ قيمتي ٿي لڳا، جو انهن جهڙا ٻئي ڪنهين هنڌ کين سکيا هئم. اڄ ڏينهن تائين جڏهن ڪڏهن آءٌ ڪاغذن جا ٽڪر ڪنهن گهر جي آس پاس يا گهٽيءَ ۾ پکڙيل ڏسندو آهيان، تڏهن دل چوندي اٿم ته آهي هڪدم چونڊي ڇڏيان. جي ڪوبه گندو ايوان ڏسندو آهيان، يا لوڙهي مان ڪا ڪاٺي نڪتل ڏسندو آهيان تہ منهنجي مرضي هوندي آهي ته انهي کي صفا ڪري يا آها ڪاٺي وري بيهاري ڇڏيان. جي ڪوبہ گهر اڻ رڱيل يا اڻ پوچي ڏنل ڏسندو آهيان ته انهي کي رنگ يا پوچو ڏيڻ گهرندو آهيان، جي ڪنهن جي ڪپڙن تان پيڙو نڪتل ڏسندو آهيان يا انهن تي يا فرش تي ڪو سٽيو داغ ڏسندو آهيان ته انهي جو ڪو بلو ڪرڻ گهرندو آهيان.

مسز رفنز کان ڊڄڻ جي ڪري سگهوئي آءٌ هن کي پنهنجي نهايت خير خواه سمجهڻ سڪيس. جڏهن هن کي خاطري ٿي ته مون ۾ ويساهه رکي ٿي سگهي، تڏهن مون ۾ نهايت گهڻو ويساهه رکڻ لڳي. هڪ ٻه سيارا جي آءٌ

وٽس هوس، تن ۾ سياري وارن مهينن جي ڪن ڀاڱن ۾ هوءَ ڏينهن جي وقت هڪ ڪلاڪ لاءِ مون کي اسڪول ۾ وڃڻ جو وجهه ڏيندي هئي، پر پڙهڻ جو گهڻو ڪم آءٌ هميشه رات جو ڪندو هوس، ڪڏهن اڪيلو ۽ ڪڏهن ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ سان، جنهن کي آءٌ اُجوري تي سيکارڻ لاءِ وٺي ايندو هوس. **مسز رفنز** هميشه تعليم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مون کي همٿائيندي هئي ۽ مون سان همدردي ڪندي هئي. آءٌ اڃا وٽس رهندو هوس ته آءٌ پنهنجو پهريون ڪتب خانو گڏ ڪرڻ لڳس. مون سامان جو هڪڙو ڪوڪو هٿ ڪيو ۽ انهي جو هڪڙو پاسو ٽوڪي ڪڍي ڇڏيم ۽ پوءِ انهي ۾ ڪي تختا جارن وانگي وڌم ۽ پوءِ جيڪي ڪتاب هٿ لڳندا هئم، سي منجهس رکندو ويندو هوس ۽ انهي جو نالو پنهنجو ڪتب خانو رکيم.

جيتوڻيڪ **مسز رفنز** وٽ مون تمام چڱو گذاريو، تڏهن به مون هامپٽن اسڪول ۾ وڃڻ جو خيال ڇڏي نه ڏنو. سنه ١٨٧٢ جي پڇاڙيءَ ۾ مون اتي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي، جيتوڻيڪ مون کي پڪ نه هئي ته هامپٽن ڪهڙي پاسي آهي ۽ اوستائين وڃڻ ۾ ڪيترو خرچ ٿيندو، جيئن مون مٿي به چيو آهي. آءٌ ننڍو ڀانيان ته منهنجي ماءُ ڪان

سواءِ هامپڻن ڏي وڃڻ جي خواهش ۾ ڪنهن جي به مون سان همدردي هئي، ۽ اسان ڪي به اهو ڊپ هو ته آءٌ رڳو اجايو رلڻ ٿو وڃان. ڪنهين به طرح هن مون ڪي ڪجهه رضا ڪجهه رنج سان اوڏي وڃڻ جي موڪل ڏني. جيڪي ٿورا پيسا مون ڪمايا هئا، منهنجي مائٽجي پيءُ ۽ ڀين گهر جي ڀاتين خرچي ڪپائي ڇڏيا هئا، ڪي ٿورا ڊالر باقي وڃي بچيا هئا. تنهنڪري ڪپڙن خريد ڪرڻ لاءِ يا رستي جي خرچ لاءِ مون وٽ تمام ٿورا پيسا هئا. منهنجي ڀاءُ جان وس پڄندي مون کي مدد ڏني، پر آها ڪا وڏي مدد نه هئي، ڇا لاءِ جو هو اگرن جي کاڻ ۾ ڪم ڪندو هو، جتي هو گهٽو ڪين ڪمائيندو هو ۽ جيڪي ڪمائيندو هو، تنهنجو گهڻو ڀاڱو گهر جي خرچ پکي ۾ ڏئي ڇڏيندو هو.

هامپڻن ڏي وڃڻ جي نسبت ۾ شايد جنهن ڳالهه مون کي گهڻو خوش ڪيو ۽ مون کي ڏڪارو به ڪيو، سا اها هئي ته گهڻا وڏي عمر وارا شيدي منهنجي لاءِ ڳڻتي ڪرڻ لڳا. هنن پنهنجي حياتي جا چڱا ڏينهن غلاميءَ ۾ گذاريا هئا ۽ هنن کي اڳي اهڙي اميد اصل ڪانه هئي ته سندن ذات جو ڪو ماڻهو گهران نڪري وڃي ڀري ڪنهن اسڪول ۾ رهڻ لڳندو ۽ تنهن کي هو

پنهنجي باقي حياتيءَ ۾ ڏسي سگهندا. انهن وڏي عمر وارن ماڻهن مان ڪن مون کي ڪي پيسا ڏنا ۽ ڪن رومال ڏنا.
نيٺ آهو وڏو ڏينهن آيو ۽ آءٌ هامپٽن ڏي روانو ٿيس. مون سان فقط هڪڙو ننڍو سستو ٿيلهو هو، جنهن ۾ جيڪي ڪپڙا ملي سگهيم، سي ڪٺي وڌم. منهنجي ماءُ انهي وقت البته بيمار ۽ ضعيف رهندي هئي. مون کي اهڙي اميد ڪانه هئي ته آءٌ ڪو وري هن کي ڏسندس ۽ تنهنڪري اسان هڪٻئي کان ڏاڍي ڏک سان موڪلايو. انهي هوندي به هن انهي مهل دل جي ڏاڍي همت ڏيکاري. انهن ڏينهن ۾ الهندي ورجينيا جي آنهي پاسي ۽ آيرندي ورجينيا جي وچ ۾ ڪي ڪيون آگگاڏيون اينڊڙ ويندڙ نه هيون. رستي جي ٿوري پاڱي تائين آگ گاڏي هلندي هئي ۽ باقي پنڌ پاڙي جي گهوڙي گاڏين تي ڪبو هو.

مالڊن کان هامپٽن تائين اٽڪل پنج سؤ ميل پنڌ آهي. گهر کان نڪتي مون کي گهڻا ڪلاڪ نه گذريا هئا ته مون کي معلوم ٿيڻ لڳو ته هامپٽن تائين پاڙي جيترا پيسا مون وٽ موجود نا هن. انهي ڪري مون کي ڏاڍو ارمان ٿيو. هڪڙي ڳالهه آءٌ گهڻا ڏينهن ياد رکندس. اڳين جو سارو وقت هڪڙي اڳوٽي نموني جي گاڏيءَ ۾

جبلن تي پئي هليس. شام جي وقت گاڏي رات رهڻ جي لاءِ ڪنهن عام هوٽل يا مسافرخاني وٽ بيهي رهي، جنهن تي ڪوبہ اهڙو نالو يا نشان لڳل نہ هو. انهي گاڏيءَ ۾ بيا مسافر سڀ گورا هئا، رڳو آءٌ گورو نہ هوس. غير واقفيت ڪري مون سمجهيو تہ اهو ننڍڙو مسافرخانو گاڏيءَ ۾ سفر ڪرڻ وارن مسافرن جي آسائش ۽ ڪاڏي موجود ڪرڻ لاءِ رکيل آهي. مون کي اهڙو خيال ئي ڪونہ آيو تہ ماڻهوءَ جي کل جو رنگ وڏو فرق پيدا ٿو ڪري. جڏهن بين سڀني مسافرن کي رهڻ لاءِ ڪوٺيون مليون ۽ انهن جي مانيءَ جي تياري ٿيڻ لڳي، تڏهن جيڪو ماڻهو ميز وٽ ويٺو هو، تنهن وٽ آءٌ ڊچندو ڊچندو ويس. سچ آهي تہ منهنجي کيسي ۾ ايترو پيسو نہ هو، جنهن سان هنڌ ۽ کاڌو پنهنجي لاءِ هٿ ڪريان، پر مون کي اميد هئي تہ ڪنهن تجويز سان مسافر خاني جي مالڪ کي خوش ۽ راضي ڪريان، ڇا لاءِ جو ورجينيا جي جبلن ۾ انهي موسم منجهہ هوا سرد هئي ۽ منهنجي مرضي هئي تہ آءٌ رات اندر سمهان. آهو ماڻهو جو ميز وٽ ويٺو هو، تنهن مون کان ايترو بہ ڪين پڇيو تہ پيسو اٿئي يا نہ، هڪدم مون کي کاڌي ۽ سمهڻ جي جاءِ ڏيڻ کان انڪار ڪيائين. اهو منهنجو پهريون آزمودو هو، جنهن

مان مون کي معلوم ٿيو تہ منهنجي ڪُل جـي رنگ جـي معنيٰ ڇا آهي. لاچار هيڏي هوڏي هلڻ سان مون پاڻ کي گرم رکي ڪنهين بہ طرح رات گذاري. مون کي هامپٽن ۾ پهچڻ جي ايتري ڳڻتي هئي، جو انهي هوٽل جي مالڪ جي نسبت ۾ ڪنهن خـراب خيال ڪرڻ يا چـڙ ڏيکارڻ جـو مون کي وقت ڪونہ مليو.

پنڌ ڪرڻ ۽ سـوال ڪري سامان جـي گـاڏن ۽ بـار گاڏين ۾ چڙهڻ سان ڪيترن ڏينهن کان پوءِ، آءٌ ورجينيا جي رچمنڊ شهر ۾ پهتس، جو هامپٽن کان اٽڪل پياسي ميل هو. جڏهن آءٌ ٿڪو ٽٽو، بکيو ۽ بڇڙي حال ۾ اُتي پهتس، تڏهن ڳچ رات گذري وئي هئي. آءٌ اڳي ڪڏهن ڪنهن وڏي شهر ۾ نـہ ويل هوس. تنهنڪري مـون کي پاڻ زياده مونجهارو ٿيو. جڏهن آءٌ رچمنڊ ۾ پهتس، تڏهن مـون وٽ اصل پيسو ڪونہ هو. اتي ڪوبہ واقف ڪونہ هوم ۽ شهر جي دستورن جي خبر نہ هئڻ ڪري، مون کي نہ ٿي سجهيو تہ ڪيڏي وڃان. گهڻن جاين تي رهڻ جي لاءِ ڪوشش ڪيم، پـر جتي ڪٿي پيسا ٿـي گهريائون، پر پيسو تہ اصل مون وٽ ڪونہ هو. ٻيو ڪي ڪين ٿي سجهيم، گهٽين ۾ پئي گهميس. گهمندي آءٌ اهڙين جاين تـان لنگهيس جتي ،پڪل ڪڪڙ ۽ اڌ گـول صوفن جـا

سنبوسا ڍڳ ٺيا رکيا هئا، جن جي ڏٺي ساٿهوءَ جو وات جيڪر پيو پاڻي ڪري. انهي مهل منهنجي دل ۾ ائين هو ته جيڪي آئنڌي ملڻ وارو هوم، سو به جيڪر ڏيڻ گهران ها، پر آنهن ڪڪڙ جي ٽنگن يا سنبوسن مان هڪڙو ضرور هٿ ڪريان ها. مگر انهن مان ڪي به ملي نه سگهيم، نه ڪا ٻي شيءِ کائڻ لاءِ مليم.

اڌ رات کان به پوءِ دير تائين آءٌ گهٽين ۾ گهميو هوندس. نيٺ آءٌ اهڙو ٿڪجي پيس، جو وڌيڪ هلڻ جي طاقت ڪانه رهيم. آءٌ ٿڪل هوس، بکايل هوس، سڀ ڪجهه هوس، مگر همت هاريل نه هوس. جڏهن آءٌ نهايت ٿڪس، تڏهن اتفاق سان گهٽيءَ جي انهي ڀاڱي تي آيس، جتي پاسي کان هلڻ واري رستي جو تختو گهڻو مٿي هو. ٿورا منٽ ترسي معلوم ڪيم ته مون کي پيو ڪو رهگذر ڪونه ٿو ڏسي، پوءِ آهستو سري انهي پاسي واري رستي جي تختي هيٺ ٿيس ۽ پنهنجو ڪپڙن جو ٿيلهو ڪنڌ هيٺ رکي، زمين تي سمهي رهيس ۽ باقي رات آتي گذاريم. گهڻو ڪري ساري رات پنهنجي مٿان ماڻهن جي هلڻ جو دٻڪو ٻڌم. صبح جو مون پاڻ کي البت تازو ڏٺو، پر ڏاڍي بک هيم، ڇا لاءِ جو گهڻي وقت کان وٺي ڏؤ ڪري ماڻ نه کاڌي هيم. جڏهن موچارو سوجهرو ٿيو ۽ آس پاس

جون شيون ڏسي سگهيس، تڏهن ڏٺم ته آءٌ هڪڙي وڏي جهاز کي ويجهو آهيان، جنهن مان ڪچي لوهه جو بار پئي لاٿائون. آءٌ هڪدم انهيءَ جهاز تي ويس ۽ ڪپتان کي چيم ته مون کي موڪل ڏي ته بار لاهڻ ۾ مدد ڪريان ۽ انهي جي مزوريءَ مان پنهنجي لاءِ ماني وٺان. ڪپتان ڪورو هو ۽ رحمدل ماڻهو ٿي ڏٺو، تنهن منهنجو عرض قبول ڪيو. مون ايترو آتي پورهيو ڪيو، جو مانيءَ جيترا پيسا ڪمايم. مون کي هاڻي ياد ٿو اچي ته انهي ڏينهن اهڙو عمدو طعام کاڌم، جهڙو عمر ۾ کاڌو نه هوندم.

منهنجو ڪم ڪپتان کي اهڙو وڻيو، جو هن مون کي چيو ته جيڪڏهن تون اڳتي به ڪم ڪرين ته توکي ٿورا پيسا هر روز ملندا رهندا. مون خوشيءَ سان ائين ڪيو. مون ڪيترن ڏينهن تائين انهي جهاز تي پئي ڪم ڪيو. جيڪا ٿوري مزوري ملندي هيم، تنهن مان کاڌي خريد ڪرڻ کان پوءِ جيڪي بچندو هو، سو ايترو نه هو، جو کڏ ڪري ياڙو پٽتو ڏئي وڃي هامپٽن تائين پهچان. هامپٽن ۾ جلد پهچڻ لاءِ ڪفايت ڪرڻ واسطي آءٌ انهي ساڳئي پاسي واري رستي جي تختي هيٺ سمهندو هوس، جنهن هيٺ رچمنڊ جي شيدين مهرباني ڪري هڪڙو جلسو ڪري منهنجي آدرڀاءُ ڪئي، جنهن ۾ اٽڪل پ—

هزار ماڻهو حاضر هئا. اهو جلسو انهي هنڌ کان گهٽو پري نه هو، جتي انهي شهر ۾ مون پهرين رات سمهي گذاري هئي ۽ آءٌ سچي ٿو چوان ته منهنجو سچو خيال ايترو انهي جلسي تي نه هو، جيترو انهي پاسي واري رستي تي هو، جو اهو منهنجي لاءِ دلپسند ۽ موافق هو.

جڏهن مون ايترا پيسا بچايا، جيترن مان چاتم ته هامپٽن پهچي سگهندس، تڏهن مون ڪپتان جي سندس احسان لاءِ شڪر گذاري ڪئي ۽ پوءِ آئي روانو ٿيس. ڪنهين به غير معمولي ڳالهه کان سواءِ آءٌ وڃي هامپٽن پهتس ۽ انهي وٽ منهنجي کيسي ۾ پورا پنجاهه سينٽ هئا، جن سان پنهنجي تعليم شروع ڪرڻي هيم. منهنجي لاءِ اهو وڏو ۽ ڊگهو سفر هو، پر جڏهن پرينديءَ منهنجي نظر اسڪول جي وڏي ٽه ماڙ سرن واري عمارت تي پئي، تڏهن اوستائين پهچڻ ۾ جيڪي تڪليفون سٺيون هيم، سي سڀ وسري ويم ۽ انهن جي بدران خوشي حاصل ٿيم. جن ماڻهن انهي عمارت جوڙائڻ لاءِ پيسا ڏنا هئا، تن کي جي اها خبر پوي ته اهڙي عمارت جي ڏسڻ ڪري مون تي توڙي هزارن ٻين جوانن تي کهڙو نه چڱو اثر ٿو ٿئي ته جيڪر انهن کي اهڙن بخشش ڪرڻ لاءِ زياده همت اچي. اها عمارت مون کي اهڙي عظيم ۽ نهايت سهڻي ڏسڻ ۾ آئي،

جو اڳي اهڙي ڪڏهن نہ ڏٺي هيم. آن جي ڏسڻ سان
چڻ تہ مون ۾ نئون ساهہ پئجي ويو. مون ائين ٿي سمجهيو تہ
هڪڙي نئين قسم جي حياتي شروع ٿي آهي ۽ حياتيءَ هاڻي
ڪا نئين معنيٰ نڪرندي. مون ائين چاتو تہ آءٌ منزل مقصود
تي پهتو آهيان ۽ مون پڪو ارادو ڪيو تہ دنيا ۾ جيڪو
سڀ کان چڱو ڪم آهي، تنهنجي پوري ڪرڻ واسطي
پاڻ کي لائق ڪرڻ جي لاءِ سخت ڪوشش ڪرڻ ۾
ڪائي بہ اٽڪ يا روڪ پوڻ نہ ڏيندس.

هامپٽن اسڪول جي حد اندر پهچڻ کان پوءِ جيترو
جلد ٿي سگهيو، اوترو جلد آءٌ وڃي وڏي ماسترياڻي جي
اڳيان حاضر ٿيس تہ مون کي ڪنهن درجي ۾ داخل ڪري.
گهڻي وقت کان وٺي برابر ڪاڏو نہ ڪاڏو هوم، نڪي وهتو
هوس، نڪي ڪپڙا بدلايا هئم، تنهنڪري مون هن جي
دل تي ڪو چڱو اثر پيدا نہ ڪيو ۽ مون هڪدم سهي
ڪيو تہ هن دل پئي هنئي تہ هن کي اسڪول ۾ داخل
ڪريان يا نہ. مون خيال ڪيو تہ جي هوءَ مون کي
هڪڙو رولوُ ۽ بدچال ڇوڪر ڄاڻي دل ٿي هٽي تہ پوءِ هن جو
ڏوهہ ڪونهي. ڪجهہ وقت تائين تہ نہ مون کي وٺڻ کان
انڪار ڪيائين ۽ نہ منهنجي فائدي ۾ فيصلو ڪيائين.
آءٌ سندس آس پاس پئي بيٺس ۽ ڪوشش پئي ڪيم تہ

پنهنجي لياقت جو هن تي چڱو اثر ويهاريان. انهي وچ ۾ مون ڏٺو ته ٻين شاگردن کي داخل ٿئي ڪري، انهي سبب آءٌ البت ٻي آرام ٿيڻ لڳس، ڇا لاءِ جو مون دل ۾ ٿئي ڄاتو ته جي مون کي پنهنجي ذاتي لياقت جي ڏيکارڻ جو وجهه ملي ته آءٌ ٻه هنن جهڙو شمار ۾ اچان.

نيٺ ڪن ٿورن ڪلاڪن گذرڻ کان پوءِ هيڊ ماستريائڻ مون کي چيو ته "ٻاسي واري سبق ياد پڙهڻ جي جاءِ صاف ڪرڻي آهي. هوءَ ٻهاري ڪٿي وڃي انهي کي صفا ڪر." مون کي هڪدم دل ۾ آيو ته هاڻ مون کي چڱو وجهه مليو آهي. اهڙي خوشيءَ سان اهو حڪم مڃيم، جو اڳي ڪڏهن نه مڃيو هوم. مون کي خبر هئي ته آءٌ ٻهاري ڏئي ڄاڻان ٿو، ڇا لاءِ جو مسز رفنز اهو ڪم مون کي تمام چڱو سيکاري ڇڏيو هو، جڏهن آءٌ وٽس رهندو هوس.

مون ٽا سبق ياد پڙهڻ واري جاءِ تي ٽيرا ٻهاري. تنهن کان پوءِ مون ڪپڙي سان انهي کي چار ٽيرا مٽي آگهي صاف ڪيو. ٽئين تي چوڏاري جيڪو ڪاٺ جو ڪم هو سو بينچ ۽ ميزون ۽ لڪڻ جون ميزون چار ٽيرا ورائي ورائي مون صاف ڪيون. تنهن کان سواءِ ذري پرزي جهڙو سامان ٻه جاءِ تان چوري، سڀ ڪنڊون ٻاسا چڱي طرح صاف ڪيم. مون ڄاتو ته منهنجي آئندي جي

حالت گهڻي قدر انهي اثر تي منحصر آهي، جو آءٌ انهي جاءِ صفا ڪرڻ سان ماسترياڻي تي وهاريندس. جڏهن ڪم لاهي بس ڪيم، تڏهن هيڊ ماسترياڻي ڪي وڃي ٻڌايم. هوءَ بانڪي زال هئي، يعني اصل انگلنڊ جي هئي، تنهن ڪي خبر هئي تہ مٽي ڪٿي ڪٿي رهيل ڏسڻ ۾ ايندي آهي. هوءَ انهي جاءِ ۾ وئي ۽ فرش تونڙي پاسا ڪنڊون جانچي ڏٺائين؛ پوءِ پنهنجو رومال ڪڍي ڀتين واري ڪاٺ جي ڪم تي، ٽوڙي ميز ۽ بينچن تي ملايائين. جڏهن فرش تي يا ڪنهين ٻي سامان تي مٽيءَ جو ذرو بہ نہ ڏٺائين، تڏهن آرام سان چوڻ لڳي تہ "آءٌ ڀانيان ٿي تہ تون هن اسڪول ۾ داخل ٿيڻ جو لائق آهين."

انهي وقت مون پاڻ کي دنيا ۾ تمام خوش نصيب ماڻهن مان ٿي سمجهيو. انهي جاءِ جي ٻهاري ڏيڻ جو ڪم منهنجي لاءِ هڪڙو وڏو ڪاليج جو امتحان هو ۽ آءٌ اهڙو خوش ٿيس، جهڙو هارورڊ يا ييل ۾ داخلا جي امتحان پاس ڪرڻ ڪري ڪوبہ ڇوڪر ڪونہ ٿيو هوندو. انهي کان پوءِ مون گهڻائي امتحان پاس ڪيا آهن، پر آءٌ هميشه وسهندو آهيان تہ اهو سڀ کان چڱو پاس ڪيو هوم.

هامپٽن اسڪول ۾ داخل ٿيڻ بابت مون پنهنجو حال

بيان ڪيو آهي. شايد ڪن ٿورن ٻين ماڻهن جي اهڙي حالت ٿي هوندي، پر سا ڳئي وقت ۾ سوين شاگرد هامپٽن ۾ ٻين اسڪولن ۾ ساڳين مشڪلاتن ڏسڻ کان پوءِ داخل ٿيا هوندا. جوان مڙسن ۽ زالن کي کھڙي به تڪليف سان تعليم حاصل ڪرڻ جو پڪو ارادو هوندو هو.

ياد سبق پڙهڻ واري جاءِ جنهن رستي مون ٻهاري، تنهن هامپٽن ۾ گذارڻ جو منهنجي لاءِ رستو کھڙي ڇڏيو. هيڊ ماستريائي، جنهنجو نالو مس ميري مئڪي هو، تنهن مون کي درباني يا فراشيءَ جي جاءِ آڇي، جا مون خوشيءَ سان قبول ڪئي، ڇا لاءِ جو آها اهڙي جاءِ هئي، جتان آءٌ پنهنجي ڪاڌي جو قريب سارو خرچ ڪڍي ٿي سگهيس. ڪم ڏاڍو سخت ۽ تڪليف جهڙو هو، پر آءٌ لڳي پيوسانس. مون کي گهڻيون جايون سنڀالڻيون هيون ۽ رات جو به دير تائين پيو ڪم ڪندو هوس ۽ وري فجر جو به چئين بجي سوير اٿندو هوس ۽ اٿي باهيون ٻاريندو هوس ۽ ٿورو وقت بچائي پنهنجا سبق بہ پڙهندو هوس. جيڪو وقت آءٌ هامپٽن ۾ هوس ۽ تنهن کان پوءِ به جيڪو وقت ٻاهر دنيا ۾ گذاريو اٿم، انهي ۾ مس ميري مئڪي هيڊ ماستريائي، جنهنجو مٿي مون اشارو ڏنو آهي، سا هميشه منهنجي نهايت خير خواه ۽ مددگار رهي. انهي

جي صلاح ۽ ترغيب مان هميشه مون کي تمام نا اميديءَ جي وقتن ۾ به مدد ۽ همت ملندي هئي.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته هامپٽن اسڪول جي ٻاهرئين ڏيک ۽ عمارت منهنجي دل تي ڪهڙو اثر پيدا ڪيو هو. پر اهو ذڪر نه ڪيو اٿم ته اهو ڇا هو، جنهن تمام وڏو ۽ جٽاءُ ڪندڙ اثر ڪيو. اهو هڪڙو وڏو ماڻهو هو، نهايت عجيب ۽ شريف انسان هو، جنهن جهڙو مون ڪو مشڪل ڏٺو هوندو، اهو هو مرحوم **جنرل ساميوئيل آرمسٽرانگ.**

آءٌ اهڙو خوش نصيب آهيان، جو گهڻن ئي وڏن ماڻهن سان، يورپ توڙي امريڪا ۾، منهنجي معرفت ٿي آهي، پر اِيترو يقين مان ٿو چوان ته **جنرل آرمسٽرانگ** جهڙو ماڻهو ٻيو مون ڪونه ڏٺو. آءٌ ٻانهن جي ٻيڙڪن ۽ اگرن جي ڪاٺين جي نيچ صحبت ۽ خراب اثر کان تازو نڪتل هوس، ۽ **جنرل آرمسٽرانگ** جهڙي ماڻهوءَ سان، جو منهنجو سڌو واسطو ٿيو، تنهنڪري آءٌ پاڻ کي ڏاڍو خوش نصيب ٿو سمجهان. مون کي هميشه ياد رهندو ته پهرئين پيري جڏهن آءٌ هن جي روبرو ٿيس، تڏهن جيڪو اثر هن منهنجي دل تي وهاريو، سو اهو هو ته هو ڪامل انسان آهي؛ مون ائين چاتو ته هن جي چوڌاري ڪا

قدرتي خدائي نور يا ڏيا آهي. جنهن وقت آءٌ هامپٽن ۾ داخل ٿيس، تنهن کان وٺي سندس مرڻ تائين منهنجي هن سان چڱي واقفيت هئي ۽ جيترو وڌيڪ آءٌ هن جو واقف ٿيندو ويس، اوترو وڌيڪ منهنجي دل ۾ هن جو قدر وڌندو ويو. ڪو ماڻهو هامپٽن مان سڀ عمارتون ۽ پڙهڻ جون جايون ۽ پاڙهيندڙ ۽ هنر ڪيڏي ڇڏي ۽ آن جي بجاءِ مسٽرس ۽ زالن کي **جنرل آرمسٽرانگ** جي صحبت ۾ هر روز حاضر رهڻ جو وجهه ڏئي، ته عمدي تعليم حاصل ڪرڻ جي لاءِ ايترو بلڪل ڪافي آهي. جيئن آءٌ وڏو ٿيندو وڃان، تيئن خاطري ٿيندي وڃيم ته جهڙي تعليم وڏن ماڻهن، مرسن توڙي زالن جي صحبت مان حاصل ٿي ٿئي، اوتري ڪتابن ۽ ٻين قيمتي ڪتابن پڙهڻ جي علمي سامان ۽ اوزارن مان نه ٿي ٿئي. هميشه ڪتابن پڙهڻ جي بدران منهنجي مرضي آهي ته اسان جن اسڪولن ۽ ڪاليجن وارا ماڻهو ۽ شيون پڙهن ته بهتر آهي.

**جنرل آرمسٽرانگ** پنهنجي حياتيءَ جي پوئين ڇهن مهينن مان ٻه مهينا منهنجي وطني شهر ٽسڪجي ۾ گذاريا. انهي وقت هن کي فالج جو مرض ايتري قدر زور هو، جو هن جو پنهنجي بت ۽ آواز تي گهڻو عمل هلي نٿي سگهيو. انهي بيماري ۾ تڪليف هوندي به هو رات ڏينهن انهي

ڪم ۾ مشغول رهندو هو، جنهن ۾ هن پنهنجي ساري حياتي لڳائي. مون ڪڏهن به اهڙو ماڻهو ڪونه ڏٺو، جو پنهنجو سک اصل وساري ڇڏي. مون کي اعتبار ۾ نٿو اچي ته هن ڪي ڪڏهن ڪو پنهنجي جند جو خيال ڪيو. هو ڏڪڻ واري پاسي ۾ ڪنهن به اسڪول کي مدد ڪرڻ جي ڪوشش ۾ اهڙو خوش رهندو هو، جهڙو هامپٽن جي لاءِ ڪم ڪرڻ ۾. جيتوڻيڪ ملڪي جنگ ۾ ڏکڻ وارن گورن سان وڙهيو، تڏهن به انهي ڪان پوءِ مون ڪڏهن به هن کي انهي جي شڪايت ڪندو نه ٻڌو. اٽلندو هو هميشه انهي ڪوشش ۾ هوندو هو ته ڪو وجهه ملي ته ڏکڻ وارن گورن جي ڪا خدمت چاڪري ڪري.

جيڪا محبت هامپٽن جي شاگردن جي ساڻس هوندي هئي ۽ جيڪو ڀروسو هنن کي منجهس هوندو، سو بيان ڪرڻ مشڪل آهي. حقيقت ڪري سندس شاگرد چوڻ ته کيس پوڄيندا هئا. مون کي ڪڏهن ڪونه سجهي ته جنرل آرمسٽرانگ جيڪو ڪم هٿ ۾ کنيو تنهن ۾ فتحياب نه ٿيو. اهڙي خواهش هن ڪئي ڪانه جا پوري ڪرڻ ۾ اچي. جڏهن الاباما ۾ منهنجي گهر هو مهمان هو ۽ فالج جي ڪري اهڙو سخت بيحواس هو، جو بيمارن

واري ڪرسيءَ ۾ وهاري هن کي هيڏي هوڏي گهمائيندا هئا، تڏهن مون کي ياد آهي ته جنرل جي اڳوڻن شاگردن مان هڪڙو، سندس ڪرسي هڪڙي وڏي آڀي ٽڪر تي ڌڪي ويو هو، جنهن ڪري هن کي ڏاڍو زور لڳائڻو پيو. جڏهن ٽڪر جي چوٽيءَ تي وڃي پهتا، تڏهن آنهي اڳوڻي شاگرد ڏاڍي سرهي منهن سان چيو ته ”آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان، جو مون کي جنرل جي مرڻ کان اڳي سندس لاءِ ڪي ڪجهه سچي پچي مشڪل ڪم ڪرڻ جو وجهه مليو آهي.“ آءٌ اچا هامپٽن ۾ پئي پڙهيس ته آتي جي رهڻ وارين جاين ۾ ايترا شاگرد اچي گڏ ٿيا، جو جن داخل ٿيڻ تي گهريو، تن جي لاءِ جاءِ نئي ڪانه ٿي ٿي. انهي مشڪلات لاهڻ لاءِ جنرل جاين جي بدران تنبن هڻائڻ جي تجويز ڪئي. جڏهن اها ڳالهه پڌري ٿي ته جي جهونن شاگردن مان ڪي سياري ۾ تنبن منجهه رهندا ته جنرل آرمسٽرانگ ڏاڍو خوش ٿيندو، تڏهن گهڻو ڪري اسڪول جي سڀني شاگردن اوڏي وڃڻ جي خواهش ڏيکاري.

انهن منجهان آءٌ به هڪڙو هوس. جيڪو سيارو اسان انهن تنبن ۾ گذاريو، سو نهايت سخت هو ۽ اسان کي ڏاڍي تڪليف پهتي، پر مون کي پڪ آهي ته انهي جي

**جنرل آرمسٽرانگ** کي ڪابہ خبر ڪانہ ملي، ڇا لاءِ جو اسان ڪا دانهن ڪانہ ڪئي. اسين رڳو ايتري ۾ خوش هئاسين تہ اسين **جنرل آرمسٽرانگ** کي خوش ٿا ڪريون ۽ وڏيڪ شاگردن کي تعليم حاصل ڪرڻ جو وجهہ ٿا ڏيون. ڪيترائي ڀيرا رات جو سيءَ ۾ سخت هوا پئي لڳندي هئي ۽ اسان جو تنبو سڄو سارو مٿي کڄي ويندو هو ۽ اسين کُلي هوا ۾ پيا هوندا هئاسين. جنرل اڪثر صبح جو سوير تنبن کي ڏسڻ ايندو هو ۽ هن جو شوق وارو ۽ خوشي پيدا ڪندڙ ۽ همٿائيندڙ آواز اسان جي نا اميديءَ جو خيال گم ڪري ڇڏيندو هو.

مون مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ منهنجي نظر ۾ **جنرل آرمسٽرانگ** تعريف جوڳو شخص هو، پر حقيقت ڪري هو انهن ڀين سَوَ خدا پرست مڙسن توڙي زالن جو هڪڙو نمونو هو، جي جنگ بند ٿيڻ کان پوءِ شيدين جي اسڪول ۾ ويندا هئا، انهي لاءِ تہ منهنجي ذات وارن کي مدد ڏئي مٿي چاڙهين. اهڙا جيڪي ماڻهو، مڙس توڙي زالون، انهن شيدين جي اسڪول ۾ ايندا هئا، تن کان وڌيڪ اعليٰ ۽ پاڪ دل ۽ خلق جا خير خواه دنيا جي تاريخ ۾ مشڪل ملي سگهندا.

هاڻي ۾ جيڪا حياتي مون گذاري، سا منهنجي لاءِ

هڪڙي الهامي حالت هئي؛ آها مون کي هميشه هڪڙي نئين دنيا ۾ وٺي ويندي هئي. ٿهرايلن وقتن تي ماني کائڻ، ميز تي دسترخانو وڇائي انهي تي کائڻ، رومال يا دست مال ڪم ۾ آڻڻ، پيپ ۾ وهنجڻ، ڏندن جو برش ڪم آڻڻ، هنڌ تي چادرون ڪم آڻڻ، اهي سڀ ڳالهيون منهنجي لاءِ نيون هيون.

ڪڏهن ڪڏهن آءٌ دل ۾ چوندو آهيان ته جيڪو سڀ کان زياده قيمتي سبق آءٌ هاميٽن اسڪول ۾ سکيس، سو وهنجڻ جو رستو ۽ انهي جو فائدو هو. پهرئين ٿي دفعي مون کي انهي جي ڪن فائدن جي خبر پئي ته نه رڳو بدن ٿو تندرست رهي، پر انهي مان پنهنجي عزت آبروءَ جو به زياده خيال ٿو ٿئي ۽ نيڪيءَ جي عادت به زياده ٿي پئي. هاميٽن ڇڏڻ کان پوءِ ڏکڻ ۾ جيڪي مون سفر ڪيا، تن ۾ هميشه آءٌ ڪوشش ڪري هر روز ڪنهن طرح پئي وهنتو آهيان. جڏهن آءٌ پنهنجي ذات وارن وٽ هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ وڃي مهمان ٿيو هوندس، آتي البته مشڪلات ٿي هوندي، مگر تڏهن به نڪري جهنگ ۾ ڪنهن نهر تي وڃي وهتو هوندس. مون هميشه ڪوشش ڪري پنهنجي قوم کي صلاح پئي ڏني آهي ته سڀڪنهن گهر ۾ وهنجڻ جي جاءِ لاءِ ضرور ڪو بندوبست هئڻ گهرجي.

جڏهن اچا هامپٽن ۾ پئي پڙهيس، تڏهن ڪجهه وقت تائين مون وٽ فقط هڪڙي جوڙي جورابن جي هوندي هئي. جڏهن آهي ڏڪي ڏڪي ميرا ڪندو هوس، تڏهن رات جو انهن کي ڌوئي باهه جي پاسي ۾ سڪڻ لاءِ لڙڪائي ڇڏيندو هوس ته پئي ڏينهن صبح جو آهي وري ڏڪيان.

هامپٽن ۾ ڪاڌي جي لاءِ مون کي مهيني ۾ ڏهه ڊالر ڏيڻا هئا. انهن مان ڪجهه مون کي نقد ڏيڻو هو ۽ باقي لاءِ مون کي پورهيو ڪري مجرا ڪرڻو هو. انهي نقد پاڳي جي موجود ڪرڻ لاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيڻ وقت مون وٽ فقط پنجاه سينٽ هئا، جيئن مون مٿي بہ چيو آهي. منهنجو ڀاءُ جان ڪڏهن ڪي ٿورا ڊالر موڪليندو هو، تن کان سواءِ مون وٽ پيو پيسو ڪونہ هو، جنهن سان ڪاڌي جو خرچ ڏيان. تنهنڪري پرينديَ مون پڪو ارادو ڪيو تہ آءٌ پنهنجو درباني‌ءَ جو ڪم اهڙو چڱو ڪريان، جو مون کي انهي جاءِ تان نہ ڪڍن. ان موجب مون اهڙو چڱو پورهيو ڪيو، جو سگهوئي مون کي معلوم ٿيو تہ منهنجي ڪم جي عيوض ۾ مون کي ڪاڌي جو سمورو خرچ مجرا ملندو. پڙهائڻ جو خرچ هو سال ۾ ستر ڊالر. اها رقم تہ اصل منهنجي وسعت کان ٻاهر هئي. جي مون کي انهن ستر ڊالرن ۽ ڪاڌي جي خرچ

ڏيڻ لاءِ زور ڪن ها ته مون کي لاچار هامپٽن جو اسڪول ڇڏڻو ٿئي ها. پر **جنرل آرمسٽرانگ** مهرباني ڪري نيوبيڊفرڊ واري مسٽر **گرفٿس مارگن** سان اهو بندوبست ڪيو ته جيسين آءٌ هامپٽن ۾ هجان، تيسين هو منهنجي تعليم جو خرچ ڀيو ڀري. جڏهن آءٌ هامپٽن ۾ تعليم وٺي رهيس ۽ ٻسڪجي ۾ پنهنجي دنيائي ڌنڌي ۾ گهڙيس، تڏهن آءٌ ڏاڍي خوشيءَ سان ڪيترائي ڀيرا مسٽر **مارگن** وٽ ملاقات لاءِ ويس.

هامپٽن ۾ ٿوري وقت گذارڻ کان پوءِ مون کي ڪتابن ۽ ڪپڙن نه هڻڻ جي مشڪلات پيدا ٿي. ڪتاب ته اڪثر آنهن کان اڌارا وٺي ڪم آڻيندو هوس، جي مون کان زياده نصيب وارا هئا. باقي ڪپڙا، سي ته هامپٽن ۾ پهچڻ وقت مون وٽ اصل ڪين هئا. مون وٽ جيڪو مال هو، سو سڀ هڪڙي ننڍي ٿيلهي ۾ هو. ڪپڙن جي کٽتي مون کي زياده انهي ڪري ٿي، جو **جنرل آرمسٽرانگ** خاص طرح سيني چوڪرن کي درجي وار ڏسڻ ٿي گهريو، انهي لاءِ ته معلوم ڪري ته هنن جا ڪپڙا صاف آهن يا نه. جوتن کي رنگ هٽي مٿي چمڪائڻو هو، ڪپڙن تي سٽيپ جا داغ نه هئڻ گهرجن، ڪوٽ يا سڌريءَ جا بٽڻ لٽل نه هئڻ گهرجن. مون کي اها ڳالهه مشڪل ڏسڻ ۾

آئي تہ هميشہ هڪڙو وڳو ڪپڙن جو ڏڪجي، ڪم ڪرڻ وقت ٻہ ۽ اسڪول ۾ پڙهڻ وقت ٻہ ۽ اهو رکجي بہ صفا. تيستائين تہ ڪيئن بہ پئي هليس، جيستائين ماسترن کي معلوم ٿيو تہ مون کي پڙهڻ جو شوق ۽ فتحياب ٿيڻ جو پڪو ارادو آهي. پوءِ انهن مان ڪي مون کي لاٿل ڪپڙا پيا ڏيندا هئا، جن جا پيپ پرجي آتر کان ايندا هئا. انهن پيپن مان سوَن غريب پر محنتي ڇوڪرن کي فائدو رهندو هو. جي انهن جي مدد نہ هجي ها تہ جيڪر هامپٽن ۾ پڇاڙيءَ تائين رهي پڙهي نڪري نہ سگهان ها.

جڏهن آءٌ هامپٽن ۾ ويس، تڏهن مون کي ياد نا هي تہ ڪڏهن ٻن چادرن واري هنڌ تي ستس. انهن ڏينهن ۾ آتي گهٽيون عمارتون ڪين هيون ۽ جاءِ جي تنگي هئي. ساڳي هڪڙي جاءِ ۾ مون سان ست پيا ڇوڪرا رهندا هئا؛ پر انهن مان گهڻا تہ جهونا شاگرد هئا. چادرن جو مون کي ڏاڍو مونجهارو ٿيو. پهرين رات تہ آءٌ ٻنهي جي هيٺان ستس ۽ ٻي رات وري ٻنهي جي مٿان ستس؛ پر پوءِ ٻين ڇوڪرن کي ڏسي آءٌ انهن بابت سبق سکيس. انهي کان پوءِ ائين پئي ڪيو اٿم ۽ ٻين کي بہ پئي سيکاريو اٿم.

انهي وقت جيڪي شاگرد هامپٽن ۾ هئا، تن ۾ آءٌ سڀني کان ننڍو هوس. گهڻا شاگرد تہ مڙس ۽ زالون هئا،

ڪي ته چاليهن ورهين عمر جا هئا، هاڻي جڏهن پهرئين سال جي ڳالهه ياد ٿو ڪريان، تڏهن مون کي ويساه نٿو اچي ته ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪڏهن اهڙن ٿن چئن سَوَن مڙسن ۽ زالن جي ڏسڻ جو موقعو مليو هوندو، جهڙا هي هئا، جن کي حد کان وڌيڪ پڙهڻ جو شوق هو. گهڻو ڪري سڀني کي دنيا سازي جي خبر هئي ۽ ايترو معلوم هون ته تعليم ضرور حاصل ڪرڻ گهرجي. هر ڪلاڪ ۾ يا پڙهڻ ٿيندو هو يا ڪو ٻيو ڪم. وڏي عمر وارن مان گهڻا ته ٺهرايل ڪتاب پوري طرح پڙهي نه سگهندا هئا، ويچارا وڏي عمر جي ڪري پيا مٿا هڻندا هئا، پر اگرچ پڙهڻ ۾ ڍرا هئا، ته به پڙهڻ جو شوق تمام گهڻو هوندو هون. انهن مان گهڻا ته اهڙا غريب هئا، جهڙو آءٌ هوس. ڪتابن سان وڙهڻ کان سواءِ هنن کي ڪنگالپڻ سان وڙهڻو پوندو هو، جنهن جي ڪري هنن کي خوراڪ پوشاڪ جي مشڪلات هوندي هئي. گهڻن کي ته پيدا مائٽ پالڻا هئا ۽ ڪن کي زالون هيون، جن کي ڪنهن رستي هنن کي ڪاڏو ڪپڙو پهچائڻو هو.

سڀني جي دل ۾ اهو اعليٰ خيال هو ته پنهنجي پنهنجي گهر جي ڀاتين کي بهتر ڪرڻ جي لاءِ پاڻ کي تيار ڪن. ڪنهن کي ته پنهنجي جند جو خيال ڪونه هو، ۽ ماستر

توڙي عملدار، نهايت چڱا انسان هئا. هو شاگردن جي لاءِ رات ڏينهن، وقت بوقت محنت ڪندا هئا. جڏهن هو شاگردن کي ڪنهن نہ ڪنهن طرح مدد ڪندا هئا، تڏهن خوش ٿيندا هئا. جڏهن ڪا اهڙي تاريخ لکبي ۽ مون کي اميد آهي تہ ضرور لکبي، تہ جنگ کان پوءِ يانڪي ماسترن شيدين کي پڙهائڻ ۾ ڪهڙي جانفشاني ڪئي، تڏهن آها هن ملڪ جي هڪڙي عجيب ۽ حيرت جهڙي تاريخ ٿيندي؛ اهو وقت گهڻو پري ناهي، جڏهن سارو ڏکڻ وارو ياگو انهي احسان جي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ اهڙي قدرداني ۽ احسانمندي ظاهر ڪندو، جهڙي اڃا هيستائين نہ ڪئي اٿس.

# باب چوٿون

## ٻين کي مدد ڪرڻ

هامپٽن ۾ منهنجي پهرئين سال جي پڇاڙيءَ ۾ مون کي هڪڙي ٻي مشڪلات پيش آئي. گهڻا شاگرد پنهنجي ويڪيشن يا رخصت جي ڏينهن گذارڻ لاءِ گهر ويا. مون کي پيسو ڪونہ هو، جنهن سان گهر وڃان، پر مون کي ڪنهن پاسي ضرور وڃڻو پيو. انهن ڏينهن ۾ ڪن ٿورن

شاگردن کي رخصت جي ڏينهن ۾ اسڪول منجهه رهڻ ڏيندا هئا. ٻين شاگردن کي وڃڻ لاءِ تياري ڪندو ۽ ڳوٺ ويندو ڏسي، مون کي ڏک ٿيڻ لڳو ۽ وطن جي ڀه سڪ ٿيم. نه فقط ڳوٺ وڃڻ لاءِ پيسو ڪونه هوم، ٻـر ڪنهين به پاسي وڃڻ لاءِ پيسو هڙ ۾ نه هوم.

انهي هوندي به هڪڙو فالتو ڪم آيل ڪوٽ ڪنهن طرح مون کي هٿ اچي ويو هو، جو منهنجي سمجهه موجب قيمتي هو. مون ارادو ڪيو تـه آهو وڪڻي سفر جي لاءِ خرچ پـکي واسطي ڪي پيسا موجود ڪريان. مون کي ٻاراڻي وڏائـي گهڻي هوندي هئي، تنهنڪري منهنجي ڪوشش هئي ته جيترو ٿي سگهي، اوترو ٻين شاگردن کان اها لڪايان تـه مون وٽ پيسو ڪونهي ۽ تنهنڪري ڪنهن ٻاسي وڃي نٿو سگهان. مون هامپٽن جي شهر ۾ ڪن ٿورن ماڻهن کي اطلاع ڏنو ته مون کي اهو ڪوٽ وڪڻو آهي ۽ گهڻي عاجزيءَ کان پوءِ هڪڙي شيديءَ انجام ڪيو ته آءٌ تنهنجي جاءِ ۾ اچي آهو ڪوٽ ڏسندس، پوءِ ويچار ڪندس ته وٺان يا نه وٺان. انهي ڪري منهنجي دل تان گهڻو بار هلڪو ٿيو ۽ آءٌ خوش ٿيس. ٻئي ڏينهن صبح جـو سـوير منهنجو اهـو گـراهڪ آيـو. ڪوٽ کي خبرداريءَ سان ڏسي، مون کان پڇڻ لڳو ته ڪيترو

وٺندين . مون چيس ته آءٌ پانيان ٽو ته ٽي ڊالر لهي . هن قيمت ته قبول ڪئي، مگر پڪائي جي رستي چوڻ لڳو ته "آءٌ توکي پڌايان ٿو ته آءٌ ڇا ڪندس، آءٌ هي ڪوٽ وٺندس ۽ توکي پنج سينٽ اتي جو اتي نقد ڏيندس، باقي پيسا جيترو جلد ٿي سگهيا، اوترو جلد پهچائي ڏيندس." آسانيءَ سان معلوم ٿي سگهندو ته انهي وقت منهنجا خيال ڪهڙا هوندا .

اهڙي نا اميديءَ ڪري موڪل وارن ڏينهن ۾ هامپٽن کان ٻاهر وڃڻ جي مون اصل اميد لاهي ڇڏي . منهنجي ڏاڍي مرضي هئي ته اهڙي ڪنهن هنڌ وڃان، جتي مون کي ڪو اهڙو پورهيو ملي، جنهن مان پيو نه، ته به ڪپڙا ۽ ٻيون ضروري شيون جي مون کي گهربل هيون، سي وٺان. ٿورن ئي ڏينهن ۾ سيئي شاگرد توڙي ماستر پنهنجن پنهنجن گهرن ڏي روانا ٿيا ۽ انهي ڪري آءٌ پاڻ زياده غمگين ۽ ملول ٿيس .

هامپٽن جي شهر منجهه ۽ ان جي نزديڪ ۾ ڪيترن ڏينهن جي ڪوشش ڪان پوءِ نيٺ فارٽريس مانرو ۾ هڪڙي طعام خاني وٽ مون کي ڪم مليو . پر اجورو ايترو ٿورو هو، جو پيٽ قوت کان وڌيڪ تمام ٿورو ٿي بچيو . رات جي وقت ۽ ماني کائڻ جي وقتن جي وچ ۾،

مون کي پڙهڻ ۽ سبق ياد ڪرڻ لاءِ گهڻو وقت بچيو ٿي؛ انهي رستي سڄي آرڙهه ۾ مون گهڻو سڌارو ڪيو.

جڏهن پهرئين سال پوري ڪرڻ تي مون اسڪول ڇڏيو، تڏهن ان جو مون تي سورهن ڊالر قرض رهجي ويو، جو اوتري رقم لاءِ آءٌ آتي پورهيو ڪري نه سگهيو هوس. آرڙهه وارن ڏينهن ۾ منهنجي وڏي ڪوشش ها هئي ته ايترو پيسو بچايان، جنهن سان اهو قرض ادا ڪري سگهان. مون چاتو ٿي ته اهو عزت آبروءَ جهڙو قرض آهي ۽ جيسين انهي جي پورائي نه ڪندس، تيسين وري اسڪول ۾ داخل ٿي نه سگهندس. تنهنڪري جيتري ڪفايت ٿي سگهيم، اوتري ڪيم - پنهنجا ڪپڙا پاڻ ڌئندو هوس، جيڪي ڪپڙا ضرور گهربل هئم، تن کان سواءِ پئي گذاريم - تهه به جڏهن آرڙهه واري رخصت پوري ٿي، تڏهن اچا به سورنهن ڊالر گڏ ڪري نه سگهيس.

طعام خانن ۾ رهڻ واري عرصي جي پوئين هفتي ۾، هڪڙي ڏينهن ميزن جي هيٺان هڪڙو نئون نڪورو ڏهن ڊالرن جو نوٽ لڌم. اهڙو خوش ٿيس، جو ڪپڙن ۾ ماپي نه سگهيس. اها منهنجي ڪم ڪرڻ جي جاءِ نه هئي، تنهنڪري مون مناسب سمجهيو ته آهو طعام خاني جي مالڪ کي ڏيکاريان. مون ائين ڪيو. هو به مون وانگي

ڏاڍو خوش ٿيو، پر آرام سان مون کي چيائين ته ”جڏهن اها جاءِ منهنجي ڪم ڪرڻ جي آهي، تڏهن اهي پيسا مون کي پاڻ وٽ رکڻ حق آهي“ ۽ هن اهو نوٽ وٺي پاڻ وٽ رکيو. انهي ڪري مون کي ٻي چمات لڳي. مون همت نه هاري، ڇا لاءِ جو پنهنجي گذري حياتيءَ تي نظر ڪري چئي سگهان ٿو ته مون کي ڪڏهن ياد ناهي ته جنهن ڪم پوري ڪرڻ جو مون پڪو ارادو ڪيو، تنهنجي نسبت ۾ مون ڪڏهن همت هاري يا نا اميد ٿيس. سيڪو ڪم مون انهي خيال سان شروع پئي ڪيو آهي ته آءٌ آهو پورو ڪري سگهندس ۽ هيترا ماڻهو جي هميشه چوندا آهن ته فلاڻي فلاڻي سبب ڪري آءٌ فلاڻو فلاڻو ڪم پورو ڪري نه سگهيس، تن جي ڳالهه ٻڌي مون کي ڏاڍي چڙ لڳندي آهي. جيڪو ماڻهو مون کي چوندو آهي ته هن يا هن طرح هن ڪم ۾ فتحياب ٿي سگهبو، انهي کي هميشه آءٌ مانُ ڏيندو آهيان. مون پڪو ارادو ڪيو ته جهڙو حال آهي، تهڙي سان مون کي منهن ڏيڻ گهرجي. جڏهن آهو هفتو پورو ٿيو، تڏهن آءٌ هامپٽن اسڪول جي خزانچي جنرل مارشل وٽ ويس ۽ جيڪو حال هو، سو صاف وڃي ٻڌايومانس. هن مون کي چيو ته ”حرڪت ڪانهي، تون وڃي داخل ٿي سگهين ٿو، ۽ آءٌ توتي ايترو

ويساهه رکان ٿو ته جڏهن توکان ٿي سگهندو، تڏهن اهو قرض لاهيندين." هي ٻڌي آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس. ٻئي سال ۾ به آءٌ دربان يا فراش ٿي ڪم ڪندو رهيس.

هامپٽن ۾ مقرر ڪيلن ڪتابن مان مون ٿورو ئي ڪو علم پرايو. ٻئي سال ۾ جا ڳالهه منهنجي دل تي ڄمي وئي، سا اها هئي ته اسڪول جا ماستر پنهنجي فائدي جي ڪا به ڳڻتي ڪانه ٿا ڪن. مون کي سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته ڪي ماڻهو اهڙا ٿيندا، جو ٻين لاءِ مفت ڪم ڪرڻ ۾ خوش رهندا. انهي سال جي پڇاڙيءَ ۾ مون کي ايترو معلوم ٿيڻ لڳو ته سڀ کان خوش اهي ماڻهو آهن، جي ٻين جي لاءِ سڀ کان گهڻو ڪم ٿا ڪن. انهي سبق تي آءٌ هميشه ڪوشش ڪري تعميل ڪندو اچان.

هامپٽن ۾ ٻيو به هڪڙو ڪمائتو سبق سکيس، جو تمام عمدي قسم جي چوپائي مال ۽ خانگي پکين مان واقف ٿيڻ جو وجهه مليم. آءٌ ڀانيان ٿو ته جنهن شاگرد کي اهڙو وجهه مليو هوندو، سو دنيا ۾ گهڙڻ کان پوءِ ڪهڙي به قسم تي راضي رهي سگهيو هوندو.

شايد ٻئي سال جي تعليم مان نهايت ڪمائتو سبق جيڪو آءٌ سکيس، سو هو بائبل جي قدرداني ۽ ڪم آڻڻ جو رستو سمجهڻ. مس ناٿلي لارڊ، جا هڪڙي ماستريا ٿي

هئي، ۽ پورٽلئنڊ مان آيل هئي، تنهن مون کي سيکاريو ته بائبل کي ڪيئن ڪم آڻجي ۽ ڪيئن انهي سان محبت رکجي. انهي ڪان اڳي انهي بابت مون کي ڪو گهٽو خيال ڪونه هوندو هو، پر هاڻي آءٌ بائبل پڙهڻ پسند ڪرڻ لڳس، نه روحاني مدد لاءِ جا منجهانس ملي ٿي، پر منجهس جيڪا لفظي علميت جي خاصيت رکيل آهي، تنهنجي ڪري. انهي نسبت ۾ جيڪي سبق مون کي سيکاريا ويا، تن منهنجي دل تي اهڙو اثر ڪيو، جو هن وقت ۾ جڏهن آءٌ پنهنجي گهر آهيان ۽ ڏاڍي مشغولي ۾ آهيان، تڏهن به مون قاعدو ڪري ڇڏيو آهي ته ڏهاڙي صبح جو، ڏينهن جي ڪم ڪرڻ ڪان اڳي هڪڙو باب يا باب جو ڪو ڀاڱو، ضرور پڙهان.

ماڻهن جي اڳيان تقرير ڪرڻ ۾ جيڪا به چالاڪي مون کي حاصل آهي، آها گهڻي قدر مس لارب جي تعليم مان حاصل ٿي آهي. جڏهن هن کي معلوم ٿيو ته منهنجو انهي پاسي ڪجهه ميل آهي، تڏهن هوءَ مون کي ساه کڻڻ ۽ لفظن تي زور ڏئي ڳالهائڻ ۽ برابر آچار ڪڍڻ تي خانگي طرح سبق ڏيڻ لڳي، رڳو ماڻهن ۾ ڳالهائڻ جي لاءِ ڳالهائڻ جي چالاڪي منهنجي نظر ۾ ڪنهين ڪم جي ناهي. حقيقت ڪري منهنجو خيال اهو آهي ته رڳو

ماڻهن جي وچ ۾ آئي بيهي ڳالهائڻ جهڙو اجايو ۽ نڪمو ڪم پيو ڪوبه ڪونهي، پر ننڍي هوندي کان منهنجي هميشه اها خواهش پئي رهي آهي ته اهڙو ڪو ڪم ڪجي، جنهن مان جهان جي حالت بهتر ٿئي ۽ تنهن کان پوءِ آنهي ڪم بابت جهان جي اڳيان بيهي آنهن مان ڳالهائي سگهجي.

هامپڊن ۾ بحث مباحثي ڪرڻ جون جيڪي مجلسون ٿينديون هيون، تن مان مون کي گهڻي خوشي حاصل ٿيندي هئي. آهي ڇنڇر جي ڏينهن شام جو ٿينديون هيون، ۽ جيترا ورهيه هامپڊن ۾ مون گذاريا، تن ۾ مون کي ياد ناهي ته ڪڏهين هڪڙي مجلس ۾ وڃڻ کان گسايم. آءٌ نه رڳو هفتي وار بحث مباحثي ڪرڻ واري مجلس ۾ حاضر رهندو هوس، پر ڪوشش ڪري ٻي انهي سان لاڳو هڪڙي مجلس برپا ڪرايم. مون ڏٺو ته شام جي مانيءَ جي وقت پوري ٿيڻ ۽ رات جي پڙهڻ جي وقت شروع ٿيڻ جي وچ ۾ اٽڪل ويهه منٽ هوندا هئا، جي ڇوڪرا اجائي بڪ شڪ ۾ گذاريندا هئا. اسان مان اٽڪل ويهن ڄڻن اها رٿ ڪئي ته گڏجي اهو وقت بحث مباحثي ڪرڻ يا گهڻن جي اڳيان ڳالهائڻ جي استعمال ڪرڻ ۾ لڳايون. انهي طرح ويهن منٽن جيتري وقت جي ڪم آڻڻ مان جيتري خوشي ۽ جيترو فائدو اسان حاصل ڪيو، اوترو ڪن ٿورن

پين ماڻهن کيو هوندو.

هامپٽن ۾ منهنجي ٻئي سال جي پڇاڙيءَ ۾ منهنجي ماءُ ۽ منهنجي ڀاءُ جان جيڪي ٿورا پيسا مون ڏي موڪليا هئا، تن جي مدد سان ۽ هامپٽن ۾ هڪڙي ماستر مون کي ٿوري خرچي ڏني، تنهنجي مدد سان آءٌ پنهنجي گهر، مالڊن ۾، جو الهندي ورجينيا ۾ آهي، ويڪيشن گذارڻ لاءِ اچي سگهيس. جڏهن آءٌ گهر پهتس، تڏهن مون ڏٺو ته لوڻ جا کورا نئين هليا ۽ اگرن جي کاڻ جو ڪم به بند هو، ڇا لاءِ جو کاڻ کوٽيندڙن هڙتال ڪري تکرار ڪيو هو. اڪثر ائين ٿيندو هو ته جڏهن پورهيتن کي ٻن ٽن مهينن جي بچت گڏ ٿيندي هئي، تڏهن هڙتال ڪري ڪم بند ڪندا هئا. آنهي هڙتال واري عرصي ۾ پنهنجي سڀ بچت کائي کپائي ڇڏيندا هئا ۽ اڪثر قرضي ٿي وري به ساڳي مزدوريءَ تي موٽي اچي ڪم ڪندا هئا، يا گهڻو خرچ ڪري آتان نڪري ٻي کاڻ تي وڃي ڪمائيندا هئا. ٻنهي حالتن ۾ مون کي ڏسڻ ۾ آيو ته هڙتال کان پوءِ پورهيت اڳي کان خراب حال ۾ هوندا هئا. ملڪ جي آنهي ڀاڱي ۾ هڙتالن جي رسم هئي، تنهن کان اڳي کاڻين وارن مزورن جا گهڻا پيسا بئنڪ ۾ امانت رهندا هئا، پر جڏهن پورهيتن مان شورش ڪندڙن زور ورتو، تڏهن جيڪي منجهن

ڪفايت ۽ صرفي وارا هئا، تن جي ٻه ٻچت ڪم ٿيڻ لڳي.

منهنجي ماءُ ۽ منهنجي ڪٽنب جا ڀيا ڀاتي مون کي ڏسي ۽ ڀڻ ورهين جي اندر جيڪو ٻاهر سڌارو ڪيو هوم، سو معلوم ڪري ڏاڍا خوش ٿيا. سڀني قسمن ۽ درجن جي شيدين، خصوصاً منجهن جيڪي وڏي عمر وارا هئا، تن منهنجي موٽي اچڻ تي جيڪا خوشي ظاهر ڪئي، سا بلڪل همدرديءَ جهڙي هئي. مون کي هرهڪ ڪٽنب وٽ وڃڻو ۽ هڪڙي وقت جي ماني کائڻي پئي ۽ هرهڪ هنڌ هامپٽن ۾ جيڪي ڪيو هوم، تنهنجو قصو ٻڌائڻو پيو. تنهن کان سواءِ مون کي ديول ۾ ۽ آچر جي ڏينهن واري اسڪول ۾ ۽ ڪيترين ٻين جاين تي عام طرح ڳالهائڻو پيو. پر جنهن شيءِ جي مون کي گهڻي ڳولا هئي، يعني پورهئي جي، سو مون کي ڪونه مليو. ٻڌيءَ جي ڪري ڪم بند هئڻ سبب مون کي پورهيو ڪونه مليو. پنهنجي موڪل جو قريب پهريون سارو مهينو مون ڪنهن قسم جي پورهئي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ گذاريو، جو مون کي اها ڳڻتي هئي ته ڪي ڪمايان ته آنهي سان ڀاڙو ڏئي موٽي هامپٽن ۾ وڃان ۽ ڪي ٿورا پيسا وڌيڪ به بچايان، جي آتي پهچڻ کان پوءِ ڪم آڻان.

پهرئين مهيني جي پڇاڙيءَ ڌاري آءٌ پنهنجي گهر کان

کهڻو پري هڪڙي هنڌ ويس، انهيءَ لاءِ ته ڪوشش ڪري ڪو پورهيو يا نوڪري هٿ ڪريان. پر نا اميد ٿي موٽيس ۽ آتان روانو ٿيڻ کان اڳي رات پئجي وئي. جڏهن آءٌ گهر کي ميل کن جي اندر پهتس، تڏهن اهڙو ٿڪجي پيس، جو اڳتي وڪ ئي نه ٿي پئجي سگهيم. ۽ آءٌ هڪڙي پراڻي سڃي گهر ۾ لنگهي ويس ۽ باقي رات اتي گذاريم. ٿسي بجي ڏاري اٿس جو منهنجي پياري جان سون کي انهي گهر ۾ ستل ڏٺو ۽ آهستو آهستو ڪري سون کي اها خبر ٻڌايائين ته اسان جي پياري ماءُ انهي رات مري وئي.

اها گهڙي منهنجي حياتيءَ ۾ نهايت غمگيني ۽ نااميدي جهڙي هئي. ڪيترن ورهين کان منهنجي ماءُ سگهي نه رهندي هئي، پر اڳئين ڏينهن جڏهن آءٌ ڪانئس موڪلائي نڪتو هوس، تڏهن مون کي اهڙو خيال اصل ڪونه آيو ته آءٌ وري جيئري نه ڏسندوسانس. تنهن کان سواءِ مون کي هميشه اها خواهش هوندي هئي ته مرڻ جي وقت آءٌ ساڻس گڏ هجان. مون کي هميشه اها همت ڏياريندڙ طمع رهندي هئي ته ڪنهن وقت آءٌ چڱي حالت ۾ ٿيندس ۽ پنهنجي ماءُ کي زياده سکيو ۽ آسودو رکندس. ڪيترا ڀيرا هن دعائون پئي گهريون ته شل سندس ٻار تعليم وٺن ۽ دنيا ۾ کهڙن ۽ پاڻ انهن کي ڏسي خوش ٿئي.

منهنجي ماءُ جي مرڻ کان پوءِ سگهوئي اسان جي ننڍڙي گهر ۾ رولو اچي پيو. منهنجي ڀيڻ **آمنڊا** گهڻو مٿو هڻندي هئي، پر ننڍي عمر هئڻ ڪري گهر پوري طرح هلائي نه سگهندي هئي ۽ منهنجو ماڻيجو پيءُ انهي ڪم لاءِ ٻي ڪا نوڪرياڻي رکي نه سگهيو. ڪڏهن اسان کي رڌل کاڌو ملندو هو ۽ ڪڏهن نه. مون کي ياد آهي ته ڪيترائي دفعا اسان جو کاڌو پيالو ٿمائن جو ۽ ڪي بسڪٽ هوندو هو. اسان جن ڪپڙن جي پوري سنڀال نه ٿيندي هئي، مطلب ته گهر جو حال تمام خراب ٿي پيو. مون کي اُئين ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته آهو منهنجي حياتيءَ جو تمام غمگيني ۽ نا اميدي جهڙو وقت هو.

منهنجي خير خواه **مسز رفنز**، جنهنجو مون مٿي ذڪر ڪيو آهي، سا جڏهن آءٌ وٽس ويندو هوس، تڏهن منهنجي گهڻي آجيان ڪندي هئي ۽ انهي ڏکيائي جي وقت ۾ گهڻن ئي رستن سان مدد ڪندي هئي. وڪيشن جي پوري ٿيڻ کان اڳي هن مون کي ڪجهه ڪم ڏنو. آنهي مان توڙي گهر کان ٿوري پنڌ تي اگرن جي کاڻ ۾ ڪمائي ڪرڻ مان آءٌ ٿورو گهڻو پيسو پيدا ڪري سگهيس.

ڪجهه وقت ته اُئين پئي جاتم ته، وري هاسپٽن ڏي موٽڻ جو وجهه ڪونه ملندو، پر منهنجي دل موٽي وڃڻ

لاءِ ايتري قدر خواهشمند هئي، جو مون پڪو ارادو ڪيو ته سخت ڪوشش ڪرڻ ۽ مٿن هٿڻ کان سواءِ موني وچڻ جي پچر نه ڇڏيندس. سياري جي لاءِ ڪن ڪپڙن وٺڻ جي مون کي ڳڻتي هئي، پر آهي وٺي نه سگهيس، رڳا ڪي ٿورا ڪپڙا منهنجي ياءِ جان هٿ ڪري آٽي مون کي ڏنا. جيتوڻيڪ پيسن ۽ ڪپڙن جي مون کي گهرج گهڻي هئي، ته به آءٌ ايتري ۾ ئي خوش هوس ته هامپٽن ڏي موني وچڻ لاءِ ڀاڙي جيترا پيسا مون وٽ موجود آهن. پڪ هيم ته هڪ دفعي آتي وڃي پهتس ته آءٌ درٻانيءَ جو ڪم اهڙو چڱو ڪندس، جو ڪنهن به طرح اهو سال اسڪول ۾ گذاري سگهندس.

هامپٽن جي اسڪول کلڻ کان ٽي هفتا اڳي اوچتو مون کي هڪڙو خط منهنجي چڱي مددگار مس ميبس ميري مئڪي کان پهتو، جا اسڪول جي پرنسپال هئي. مون کي لکيائين ته اسڪول جي کلڻ کان ٽون ٻه هفتا اڳي هامپٽن ۾ اچجئين ۽ مون کي اسڪول جي جاين صاف ڪرڻ ۽ نئين سال لاءِ سامان تياهي رکڻ ۾ مدد ڪجئين. انهي خط ملڻ ڪري آءٌ حيرت ۾ ٻه، پيس ۽ خوش به ٿيس. مون کي ته اهڙو وجه گهربو هو. انهيءَ وجه ملڻ ڪري خزانچيءَ جي دفتر ۾ مون کي مجرا ٿي ملڻ

لاءِ ڪا رقم ضرور رهٽي هئي. تنهنڪري اُهي هڪدم هامپٽن ڏي روانو ٿيس.

آنهن ٻـن هفتن ۾ آءُ هڪڙو اهـڙو سبق سـکيس، جو وري ڪڏهن ڪين وساريندس. مس مئڪي آتـر واري پاڱي جـي هڪڙي تمام قديم ۽ سڌريل خاندان منجهان هئي، انهي هوندي به ٻه هفتا برابر منهنجي ڀـاسي ۾ ٻيهي دريون پئي صاف ڪيائين، جاين جـو سامان ڪپڙي سان پئي چنڊيائين، هنڌ ٺاهيو پئي رکيائين ۽ ٻيو ڪيترو ڪم پئي ڪيائين. هن کي پڪ هئي ته جيسين سيڪو دريءَ جو شيشو، پوريءَ طرح صاف نـه هوندو، تيسين اسڪول ڪلڻ جـو لائق نه ٿيندو ۽ تنهنڪري ڏاڍي خـوشيءَ سان هن پنهنجي سر انهن جي صفا ڪرڻ ۾ مدد ٿي ڏني. اهو ڪم، جنهنجو مٿي مون بيان ڪيو آهي، سو جيستائين آءُ هامپٽن ۾ هوس، تيسين هر سال هوءَ ڪندي هئي.

آنهي وقت اها ڳالهه برابر منهنجي سمجهه ۾ نه ايندي هئي ته ههڙي پڙهيل ۽ خانداني زال ڪهڙي طرح خوشيءَ سـان اهڙي قسم جـو ڪم ڪندي هئي، رڳو ايتري لاءِ ته هڪڙي بد نصيب قوم جـي حالت بهتر ڪرڻ ۾ مدد ڪري. انهي کـان پـوءِ ڏکـڻ ۾ منهنجي قوم جو اهڙو ڪوبه اسڪول مون کي نه وڻندو هو، جنهن ۾ شاگردن

کي پورهئي ڪرڻ جو قدر ۽ مان نہ سيکارڻ ۾ ايندو هو.

هامپٽن ۾ منهنجي پوئين سال ۾ وقت جو جيڪو منٽ دربانيءَ ۽ فراشيءَ جي ڪم ڪان بچندو هو، سو محنت ڪري پڙهڻ ۾ لڳائيندو هوس. مون پڪو ارادو ڪيو تہ پنهنجي ڪلاس ۾ اهڙي هوشياري ڏيکاريان، جو "پهرين تقرير ڪندڙن جي آبرو واري يادداشت" ۾ پنهنجو نالو داخل ڪرايان. نيٺ آءٌ انهيءَ ۾ فتحياب ٿيس. اهو سنہ ١٨٧٥ جو جون مهينو هو، جو مون هامپٽن ۾ پڙهي تحصيل ڪري پوري ڪئي. هامپٽن اسڪول ۾ جيڪو حياتيءَ جو ڀاڱو گذاريم، تنهن مان جيڪي فائدا پرايم، سي شايد ٻن سرن هيٺ وراهي ٿا سگهجن:-

هڪڙو هو هڪڙي وڏي ماڻهوءَ جنرل آرمسٽرانگ جي صحبت ۾ رهڻ جو، جو آءٌ وري بہ ٿو چوان تہ منهنجي راءِ ۾ اهڙي نهايت عجيب ۽ مضبوط ۽ عمدي طبيعت ۽ چال جو ماڻهو هو، جنهن جهڙو مون ٻيو ڪو بہ ماڻهو نہ ڏٺو.

ٻيو هو هامپٽن ۾ پهريون ڀيرو معلوم ڪرڻ تہ ماڻهوءَ جي لاءِ تعليم ڇا ڇا ڪري ٿي سگهي. آتي وڃڻ کان اڳي منهنجو اهو خيال هوندو هو، جو انهيءَ وقت منهنجي قوم وارن جو عام خيال هو تہ تعليم وٺڻ مان مدعا آهي، فرحت ۽ آرام سان وقت گذارڻ ۽ هٿ جي پورهئي جي ضرورت

ڪان آزاد رهڻ. پر هاسٽلن ۾ اچي نه رڳو اهو سکيس ته
ٻورهئي ڪرڻ ۾ ڪو به عيب يا شرم ڪونهي، پر پاڻ
ٻورهئي کي پيار ڪرڻ سکيس؛ نه فقط انهي لاءِ ته انهي
سان پيسو پيدا ٿو ٿئي، پر خود ٻورهئي جي فضيلت ڪري؛
ڇا لاءِ جو خلق جي گهرجن پلڻ لاءِ ڪي ڪجهه ڪري
سگهڻ سان خود مختياري ۽ خود اعتباري پيدا ٿي ٿئي.
انهي اسڪول ۾ مون کي پرينديءَ معلوم ٿيو ته ٻاڻ کي
وساري ٻين کي فائدي پهچائڻ سان ماڻهو جي حياتي
ڪيئن خوش ٿي گذري ۽ نهايت خوش ۽ سيا ڳا آهي ماڻهو
آهن، جي ٻين کي خوش ۽ ڪمائتي ڪرڻ ۾ تمام گهڻي
ڪوشش ڪن ٿا.

جڏهن مون کي سند ملي، تڏهن هڙ ۾ نالي جي لاءِ
به پيسو ڪونه هوم. هامپٽن جي ٻين شاگردن سان گڏ
ڪنيڪٽيڪٽ ۾ اونهاري جي هڪڙي هوٽل منجهه مون
کي ماني ڪارائڻ وارن نوڪرن جي هڪڙي جاءِ ملي.
آتي وڃي پهچڻ لاءِ مٿا مونا هٿي پاڙي جيترا پيسا آڌارا
ورتم. انهي هوٽل ۾ وڃڻ کان پوءِ سگهوئي مون کي
معلوم ٿيو ته هوٽل ۾ ماني ڪارائڻ جو ڪم مون کي اصل
نٿو اچي. پر نوڪرن جي جمعدار چاتو ٿي ته آءٌ ڪو انهن
۾ ڏاڍو هوشيار آهيان. سگهوئي هن هڪڙي اهڙي ميز

منهنجي حوالي ڪئي، جنهن تي چار يا پنج دولتمند وڏا ماڻهو ماني کائڻ لاءِ ويندا هئا. ماني کارائڻ جي ڪم ۾ منهنجي غير واقفيت ايتري قدر هئي، جو هنن مون کي سخت چيڙائي ڪئي، جنهن ڪري آءٌ ڏڪي ويس ۽ ميز ڇڏي ڀڄي ويس ۽ هو آتي ڪاڏي کان سواءِ ويٺا رهيا. انهي جو نتيجو اهو ٿيو ته مون کي ماني کارائڻ جي ڪم تان لاهي رڪابين آڻڻ جي ڪم تي رکيائون.

پر مون پڪو ارادو ڪيو ته ماني کارائڻ جو ڪم سکان ۽ ٽورن ٻي هفتن ۾ انهي مان خوب واقف ٿيس، تنهنڪري مون کي وري به پنهنجي اڳوڻي جاءِ تي رکيائون. انهي کان پوءِ آءٌ ڪيترائي ڀيرا خوشيءَ سان انهي ساڳي هوٽل ۾ وڃي مهمان ٿيو آهيان، جتي ڪنهن وقت ۾ آءٌ ماني کارائيندو هوس.

هوٽل جي موسم پوري ٿيڻ جي پڇاڙيءَ ۾ آءٌ سوٽي مالڊن ۾ پنهنجي گهه آيس ۽ آتي شيدين جي اسڪول ۾ ماستر مقرر ٿيس. اهو منهنجي حياتيءَ جي خوشيءَ جي وقتن مان شروعات جو وقت هو. مون ڏٺو ته پنهنجي وطن جي ماڻهن کي مدد ڏئي، بهتر ڪرڻ جو مون کي وجهه مليو آهي. شروع ٻي کان مون چاتو ته انهي شهر جي ماڻهن کي رڳي ڪتابي تعليم نه ٿي گهرجي. آءٌ صبح جو

اٺين بجي پنهنجو ڪم شروع ڪندو هوس ۽ اڪثر رات جي ڏهين بجي کان اڳي آهو پورو نه ٿيندو هو. دستوري پڙهائڻ کان سواءِ شاگردن کي آءٌ وارن کي ڦٽي ڏيڻ ۽ هٿ منهن ڌوئي صاف ڪرڻ ۽ ڪپڙا پوشيدا رکڻ به سيکاريندو هوس. ڏندن جي برش ۽ وهنجڻ جي پمپ ڪم آڻڻ جي رستي سيکارڻ تي آءٌ خاص ڌيان ڏيندو هوس. پنهنجي ساري تعليم ڏيڻ واري عرصي ۾ مون جانچ ڪري ڏٺو ته ڏيڻ جو اثر معلوم ڪيو آهي، ۽ خاطري تي اٿم ته سڌاري جي نندڙن چڙهن آپائن مان هن جهڙو زياده فائدي وارو ٻيو ڪو ٿورو هوندو.

شهر ۾ ايترا وڏي عمر وارا ڇوڪر ۽ ڇوڪريون، توڙي وڏا مڙس ۽ زالون، جي ڏينهن جو ڪم ڪنديون هيون، پر رات جو تعليم لاءِ پيون وجهه ڳوليندون هيون، جو مون سگهوئي هڪڙو رات جو اسڪول کوليو. شروع ئي کان انهن ۾ هر روز رات جو گهڻا شاگرد گڏ ٿيندا هئا. نيٺ اهو منهنجي ڏينهن واري اسڪول جيڏو وڏو ٿي ويو. ڪي مڙس ۽ زالون، جي عمر ۾ پنجاه ورهين کان به مٿي هيون، تن جي پڙهڻ لاءِ ڪوشش ڪن حالتن ۾ تمام قياس ۽ همدرديءَ جهڙي هئي.

رڳو ڏينهن ۽ رات جي اسڪول پڙهائڻ جو ڪم

منهنجي ذمي نہ هو. مون هڪڙي پڙهڻ جي جاءِ ۽ بحث مباحثي ڪرڻ جي مجلس بہ قائم ڪئي. آچر جي ڏينهن آءٌ ٻن آچر وارن اسڪولن کي پڙهائيندو هوس. هڪڙو، جو مالڊا جي شهر ۾ هوندو هو، تنهن کي بہ ٻهرن ڪان پوءِ ۽ ٻيو، جو مالڊن کان ڏهن ميل پري هڪڙي ڳوٺ ۾ هوندو هو، تنهن کي صبح جو. انهي کان سواءِ آءٌ ڪيترن جوان ماڻهن کي خانگي طرح پڙهائيندو هوس، جو انهن کي هامپٽن اسڪول ڏي موڪلڻ جو لائق ڪندو هوس. پگهار کان سواءِ، جنهنجو مون کي ڪوبہ خيال ڪونہ هوندو هو، جيڪو بہ ماڻهو ڪي پڙهڻ گهرندو هو ۽ جنهن کي آءٌ سيکاري سگهندو هوس، تنهن کي آءٌ پڙهائيندو هوس. آءٌ انهيءَ ۾ نهايت خوش رهندو هوس تہ مون کي ڪنهن ٻئي کي مدد ڪرڻ جو وجهہ مليو ٿي. پر انهي هوندي بہ مون کي سرڪاري اسڪول ۾ پڙهائڻ ڪري، سرڪاري فنڊ مان ٿورو پگهار ملندو هو.

جيترو وقت آءٌ هامپٽن ۾ شاگرد هوس، اوترو وقت منهنجو ڀاءُ **جان** نہ رڳو وسعت آهر مون کي مدد ڪندو هو، پر سارو وقت اڇرن جي کاڻين ۾ ڪٽنب جي قوت گذران لاءِ ڪمائيندو هو. هن ڇاڻي ٻجهي پنهنجي تعليم تان هٿ کڻي ڇڏيو، خاص انهي لاءِ تہ مون کي مدد ڪري.

منهنجي دل ۾ خواهش اها هئي ته آءٌ هنن کي مدد ڏئي هامپٽن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تيار ڪريان ۽ ايترو پيسو بچايان، جو آئي هنن کي خرچ پکي جي مدد ڏئي سگهان. اهي پئي خواهشون نيت سون پوريون ڪيون. ٿن ورهين ۾ منهنجي ڀاءُ هامپٽن ۾ پنهنجي تعليم پوري ڪئي ۽ اهو هيئر ٽسڪجي ۾ هنرن جي اسڪول جو سپرنٽينڊنٽ يا نظر ڪندڙ آهي ۽ اها چڱي جڳهه آهي. جڏهن هو هامپٽن مان سوٽي آيو، تڏهن اسان ٻنهي گڏجي پنهنجي ٻچت ملائي، پنهنجي ڀيءُ جي گود جي پٽ جيمس کي هامپٽن اسڪول ۾ پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي ۾ به اسين فتحياب ٿياسين ۽ هو هاڻي ٽسڪجي جي اسڪول ۾ ماستر آهي. سنه ١٨٧٧ منهنجو ٻيو سال هو، جو مالڊن ۾ پئي پڙهايم ۽ اهو به گهڻو ڪري پهرئين سال وانگي گذاريم.

آءٌ اڃا مالڊن ۾ پنهنجي گهر رهندو هوس ته ڪوڪلڪس ڪلان پنهنجي اوج کي رسيل هئي. ڪوڪلڪس انهن ماڻهن جون ٽوليون هيون، جي شيدين جي هلت چلت سڌارڻ لاءِ، خصوصاً انهن کي ملڪي ڪمن ۾ دخل ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ گڏ ٿيا هئا. اهي انهن رات جي گشت ڪندڙن پهري وارن وانگي هوندا هئا، جن جي بابت غلاميءَ واري زماني ۾ آءٌ ننڍي هوندي گهڻا قصا ٻڌندو

هوس. اهي گشت ڪندڙ، جوان گورن جون ٽوليون هيون، جي انهي لاءِ ٺاهيون ويون هيون ته رات جو غلامن جي هلت چلت تي نظر رکن، جيئن هو هڪڙي غلامن جي ٻيٺڪ کان ٻي ٻيٺڪ ڏي پاس کان سواءِ نه وڃن ۽ انهن ٽولين وارن گورن مان ڪنهين به هڪڙي جي حاضر رهڻ کان سواءِ هو ٻنا اجازت ڪنهين به قسم جي مجلس نه ڪن ۽ گڏ نه ٿين.

انهن پهري وارن وانگي هي ڪوڪلڪس به رڳو رات جو گشت ڪندا هئا، پر انهن کان هي زياده ظلم ڪندڙ هئا. هنن جو خاص مطلب اهو هوندو هو ته شيدين کي ملڪي ڪمن ۾ هٿ وجهڻ کان اصل نراس ڪري ڇڏين. رڳو ايتري ۾ راضي نه هوندا هئا، پر انهن جا اسڪول ۽ انهن جون ديولون به ساڙي ڇڏيندا هئا ۽ ڪيترن بيگناه ماڻهن کي ناحق ايذاءَ رسائيندا هئا. انهي زماني ۾ ڪيترائي شيدي مارجي ويا.

ننڍي هوندي ٿي انهن بيقاعدي گڏ ٿيندڙ ٽولين جي ڪمن جو منهنجي دل تي گهڻو اثر ٿيندو هو. هڪڙي پيري مالڊن ۾ مون شيدين ۽ گورن جي اهڙي هڪڙي ڪليل لڙائي ڏٺي. هرهڪ طرف سؤ کن ماڻهو هئا. طرفين مان گهڻن کي سخت زخم رسيا، جنهن مان جنرل ليوئز رفنز

هڪڙو هو، جو منهنجي خيرخواه مسز وايولا رفنز جو مڙس هو. جنرل رفنز شيدين کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، ۽ انهي ڪم ۾ هن کي اهڙا ڪاري زخم پهتا، جو وري پوري طرح چڱو ڀلو ٿي نه آئيو. انهن ڀن قومن جي وچ ۾ لڙائي هلندي ڏسي، منهنجي دل ۾ آيو ته هن ملڪ ۾ اسان جي قوم کي ترقي جي ڪا به اميد ڪانهي. اهو ڪوڪلڪس وارو زمانو حڪومت جي نئين انتظام واري زماني جو تمام خراب ۽ نااميدي جهڙو ڀاڱو هو.

سون جو مٿي ذڪر جي تاريخ جي دل ڏکوئيندڙ ڀاڱي جو اشارو ڏنو آهي، سو رڳو ايتري لاءِ ته ڏيکاريان تہ ڪوڪلڪس جي ڏينهن کان پوءِ وڏي ڦيرڦير ٿي آهي. هاڻي ذڪر ۾ اهڙيون ٽوليون ۽ تجويزون ڪين آهن، ۽ ٻنهي قومن کي اها ڳالهه وسري وئي آهي ته اهڙي ڳالهه اڳي ڪڏهن ڪا هئي. هاڻي ڏکڻ ۾ اهڙيون ڪي ٿوريون جايون آهن، جتي عام ماڻهن جو خيال اهڙي قسم جا بندوبست روا رکندو.

# باب پنجون

## نئين انتظام وارو زمانو

سال ١٨٦٧ کان وٺي سال ١٨٧٨ تائين جيڪو عرصو آهي، تنهن کي نئين انتظام جو زمانو يا عرصو سڏي ٿو سگهجي. انهي ۾ اهو وقت اچيو ٿو وڃي، جنهن ۾ آءٌ هامپٽن ۾ شاگرد ۽ الهندي ورجينيا ۾ سيکاريندڙ ٿي رهيس. انهي نئين انتظام واري ساري عرصي ۾ ٻه خيال هئا، جن شيدي قوم جون، نه ته ٻه انجي وڏي ڀاڱي جون، دليون ڀريشان ۽ بيآرام ڪري ڇڏيون. هڪڙو هو گريڪ يعني يوناني ۽ لاٽن يعني رومي ٻولين سکڻ جو شوق ۽ ٻيو هو عهدن حاصل ڪرڻ جو شوق.

اهڙي ڪنهن کي اميد ڪانه هوندي ته جن ماڻهن پيڙهين جون پيڙهيون غلاميءَ ۾ گذاريون ۽ انهي کان اڳي ڪيتريون پيڙهيون بيديني ۽ بت پرستيءَ ۾ گذاريون، تن کي اهڙو ڪو پورو خيال اچي سگهندو ته تعليم ڪهڙي شيءِ آهي. ڏکڻ جي سيڪنهن ڀاڱي ۾، انهي نئين انتظام واري زماني ۾، سڀ اسڪول ڏينهن جو توڙي رات جو، سڀني عمرين ۽ حالتن وارن ماڻهن مان ڀريا ٿمٿار ٿيا پيا هوندا هئا. انهن مان ڪي سٺ ستر ورهن

عمر جا هئا. علم حاصل ڪرڻ جي خواهش بلڪل تعريف جوڳي ۽ همتائڻ جهڙي هئي. پر اهو خيال انهي وقت عام هو ته ٿوري تعليم ملڻ شرط ڪنهن قدرتي رستي سان دنيا جي گهڻين سختين ۽ مشڪلاتن کان ڇٽي پئبو، پيو نه، ته به بازُن جي پورهئي ڪرڻ کان سواءِ گذاري سگهبو. هي به پيو خيال هو ته جي يوناني ۽ رومي ٻولين جي ٿوري ئي واقفيت هوندي ته ماڻهو هڪڙو اعليٰ قسم جو انسان ٿي پوندو، بلڪ ملائڪ جي درجي کي وڃي ويجهو پوندو. مون کي ياد آهي ته جڏهن پهريون شيدي ڏارين ٻولين ۾ ٿورو گهڻو واقف مون ڏٺو، تڏهن مون ڇاتو ته انهي جهڙو خوش نصيب ٻيو ڪونه هوندو، جنهن تي جيڪر سڀڪو ماڻهو ريس ڪري.

اسان جي قوم مان گهڻا ماڻهو، جن کي ٿوري گهڻي تعليم ملي، سي ضرور سيکاريندڙ يا وعظ ڪندڙ ٿيا. انهن ٻن قسمن جي ماڻهن مان وري گهڻا قابل ۽ شوق وارا ۽ خدا پرست ماڻهو هئا، جهڙا مڙس ٿهڙيون زالون. مگر ڪيترن پڙهائڻ ۽ وعظ ڪرڻ جو ڌنڌو فقط قوت گذران جي لاءِ اختيار ڪيو. گهڻا ته اهڙا به پاڙهيندڙ ٿيا، جي پنهنجي نالي لکڻ کان وڌيڪ کي ٿورو ئي ڄاڻندا هئا. انهي قسم جو هڪڙو ماڻهو مون کي ياد آهي ته اسان

جي پاڙي ۾ آيو ۽ انهي ڳوٺ ۾ هو ته ڪو اسڪول ملي ته پڙهائي ۽ آتي ڳالهين هلندي اهو سوال آئيو ته ڌرتيءَ جي شڪل ڪهڙي آهي ۽ انهي بابت هو ٻارن کي ڇا سيکاريندو. انهي بابت هن هيڏن چيو ته منهنجن مربّين مان گهڻا جيئن چوندا، تنهن موجب آءُ سيکاريندس ته زمين سنئين آهي يا گول آهي.

مذهبي واعظي واري ڌنڌي ۾ گهٽي تڪليف رسندي هئي، ۽ اجا به رسي ٿي، اگرچ هاڻي گهٽو سڌارو ٿيو آهي. انهي جو سبب هو ته نه فقط اڻ پڙهيل، پر گهڻين حالتن ۾ بدچال ماڻهن کي وعظ ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. آزاد ڪيءَ جي پهرين ڏينهن ۾، گهٽو ڪري جيڪو به شيدي پڙهندو هو، تنهن کي جلدئي وعظ ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. الهندي ورجينيا ۾، جتي منهنجو گهر هو، آتي واعظ بڻائڻ جو هڪڙو مزي جهڙو رستو هوندو هو. اڪثر ديول ۾ حاضر هئڻ وقت اهڙي ماڻهوءَ کي وعظ ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. اوچتوئي ڪشش هئڻ ڪري ماڻهو هڪدم پٽ تي ڪري پوندو هو، چڻ ته بندوق جي گولي لڳي اٿس. ڪلاڪن جا ڪلاڪ آتي ڳالهائڻ يا چرڻ پرڻ کان سواءِ پيو هوندو هو. پوءِ اوڙي پاڙي ۾ خبر پکڙندي هئي ته فلاڻي ماڻهوءَ کي وعظ ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي.

جيڪڏهن هو انڪار ڪرڻ جي خواهش ڏيکاريندو هو ته هو وري پيو پيرو يا ٽيون پيرو ڪري پوندو هو يا ڪيرائي وجهندا هئس. نيٺ هن کي اهو ڪم قبول ڪرڻو ٿيندو هو. اچا مون کي تعليم ئي نه ملي هئي ۽ آءٌ نڪو هوس ته مون کي اهو ڏپ رهندو هو ته جڏهن آءٌ پڙهڻ لکڻ سکندس، تڏهن مون کي به هنن وانگي وعظ ڪرڻ لاءِ چوندا؛ پر ڪنهن سبب ڪري مون کي ڪڏهن به وعظ ڪرڻ جو سڏ ڪونه ٿيو.

جيڪي مطلق اڻ پڙهيل وعظ ڪندا هئا ۽ جيڪي ٿورو گهڻو پڙهيل هئا، تن جو تعداد جڏهن ڳڻجي ٿو، تڏهن هڪدم معلوم ٿئي سگهي ٿو ته وعظ ڪندڙ تمام گهڻا موجود هئا. ٿورو وقت اڳي مون کي هڪڙي ديول سڃهندي هئي، جنهن ۾ اٽڪل ٻه سؤ ماڻهو داخل هئا ۽ انهن مان ارڙهن وعظ ڪندڙ هئا. پر آءٌ وري به چوان ٿو ته ڏکڻ جي ڪيترين بيٺڪن ۾ واعظن جي حالت سڌرندي وڃي ٿي ۽ آءٌ پانيان ٿو ته ويهن ٽيهن ورهين جي اندر جن ۾ اهڙي ڪابه لياقت ڪانهي، سي اصل ڪم ٿي نڪري ويندا. جيترو اڳي ماڻهن کي وعظ ڪرڻ لاءِ سڏ ٿيندا هئا، اوترو هاڻ نٿا ٿين ۽ پورهئي جهڙن ڌنڌن ۾ هنرن جي لاءِ هاڻي زياده سڏ ٿيندا ٿا وڃن. اها خوشيءَ

جي ڳالهه آهي. سيڪاريندڙن جي حالت ۾ جيڪو سڌارو ٿيو آهي، سو وعظ ڪندڙن واري سڌاري ڪان به زياده ظاهر آهي.

نئين انتظام واري ساري عرصي ۾ اسان جي قوم ساري ڏکڻ ۾ پڌيءَ واري حڪومت مان ايتري مدد جي اميد رکندي هئي، جهڙي ڪو ننڍڙو ٻار ماءُ مان رکندو آهي. مرڪزي حڪومت انهن کي آزادي ڏئي ڇڏي ۽ سارو ملڪ ٻن صدين جي عرصي کان به وڌيڪ تائين شيدين جي پورهئي جي ڪري دولتمند ٿي پيو. ننڍي هوندي ۽ پوءِ پرو وڏي هوندي به آءٌ ائين سمجهندو هوس ته اسان جي آزاديءَ جي شروعات ۾ مرڪزي حڪومت جي لاءِ اها تمام ظلم جهڙي ڳالهه هئي ته اسان ماڻهن جي واسطي عام تعليم جي نسبت ۾ جدا جدا رياستون جيڪي پنهنجي منهن ڪري سگهن ٿيون، تنهن کان وڌيڪ ڪجهه به نه ڪري، جنهڪري ماڻهو ملڪي شراڪت جي فرض ادا ڪرڻ لاءِ زياده لائق ۽ وڌيڪ تيار رهن.

عيب ڪيڏو ۽ ڇوڻ ته هيئن يا هوئن ڪرڻ کپي، سو آهي، پر پانئجي ٿو ته سيني حالتن تي نظر ڏيڻ بعد جن حاڪمن جي ذمي اهو ڪم هو، تن وقت جي لاءِ جيڪي ٿي سگهڻ جو هو، سو ڪيو. انهي هوندي به جڏهن آءٌ

آزادگي واري گذريل ساري عرصي تي نظر گهمايان ٿو، تڏهن اهو خيال پيدا ٿئي ٿو ته، زياده ڏاهپ جهڙو بندوبست اهو ٿئي ها ته حڪومت جي شراڪت جي حقداريءَ لاءِ ڪنهن ٺهرايل انداز جي تعليم يا ملڪيت يا ٻنهي جي هئڻ جو شرط مقرر ڪجي ها ۽ اهڙو ڪو بندوبست ڪجي ها، جنهن موجب اهو شرط ايمانداريءَ ۽ انصاف سان، جهڙو اڄ ته تهڙو ڪارن ماڻهن سان لاڳو ڪجي ها.

نئين انتظام واري زماني ۾ اگرچ آءٌ اڃا ڇوڪر هوس، ته به ايتري سمجهه پوندي هيم ته ڇوڪون ڪرڻ ۾ اڄ ٿيون ۽ ملڪ جي اها حالت گهڻي تائين هلي نه سگهندي. آءٌ چاڻندو هوس تہ نئين انتظام واري تجويز، جيتري قدر اسان جي قوم سان لاڳو هئي، اوتري قدر ڪوڙي بنياد تي بيٺل آهي ۽ رڳو هترادو ۽ لاچاريءَ جي آهي. گهڻن حالتن ۾ مون کي ائين ڏسڻ ۾ ايندو هو ته منهنجي قوم جي اڻ پڙهيلائي، هشيار يا اوزار وانگي ڪم آئي، گورن کي عهديدار ڪندا هئا ۽ آتر ۾ اهڙا به ڪي ماڻهو هئا، جن جي مرضي هئي ته ڏکڻ وارن گورن کي سندن مٿان زور ڪري شيدي عملدار رکي سزا ڏين. آءٌ سهي ڪندو هوس ته انهي ڪري نيٺ شيدين کي تڪليف رسندي. تنهن کان سواءِ عام ملڪي شورش جي ڪري اسان جي

قوم جو ڏيان نڪري وڃي زياده ضروري ڳالهين تي پيو، يعني ملڪيت حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي گهر جي ويجهو ڏنڊن ۽ هنرن ۾ مشغول ٿيڻ تسي، جنهن مان هنن جي حالت بهتر ٿي ٿي سگهي.

ملڪي ۽ حڪومتي ڪمن ۾ هٿ وجهڻ لاءِ ڪنهن وقت منهنجي دل گهڻوئي ٿي سُرڪي ۽ ذري گهٽ آها دل جي خواهش پوري ڪرڻ تي هوس، پر وري اهو خيال ڇڏي ڏنم، جو ڄاتم ته هٿ ۽ مٿي ۽ دل جي فائدي واري تعليم ڏيڻ سان آءٌ پنهنجي قوم کي پڪي بنياد تي بيهارڻ ۾ بهتر ۽ زياده ڪمائتي مدد ڪري سگهندس. مون ڏٺو ته ڪي اهڙا شيدي سرڪاري قاعدن جوڙڻ وارين مجلسن جا ميمبر آهن ۽ ملڪ جي ننڍن ڀاڱن ۾ عهديدار آهن، جن مان ڪي ته لکي پڙهي به نٿا ڄاڻن ۽ جن جي اخلاقي فضيلت به ايتري ٿوري آهي، جيتري سندن علميت. ٿورا ورهيه ٿيندا ته ڏکڻ جي هڪڙي شهر جي گهڻين مان لنگهندي مون ڪي رازا ڏٺا، جن هڪڙي ٻه ماڙ عمارت جي ڇت تي پئي ڪمايو، انهن اتان سڏ ڪري پئي چيو ته ”گورنر جلدي ڪي سرون کڻي پهچاءِ.“ ڪيترائي ڀيرا مون هنن جو اهو حڪم پئي ٻڌو ته ”جلدي ڪر گورنر، جلدي ڪر گورنر.“ منهنجي دل چيو ته،

جانچيان تہ سهي تہ اهو گورنر کهڙو آهي ۽ سگهوئي معلوم ٿيم تہ اهو هڪڙو شيدي آهي، جو اڳي ڪنهن وقت پنهنجي رياست جو لفٽننٽ گورنر هو.

ٻہ نئين انتظام واري زماني ۾ جيڪي شيدي عهديدار هئا، سي سڀ پنهنجن درجن لاءِ ڪنهن بہ طرح نالائق نہ هئا. انهن مان ڪي، جهڙوڪ فوتي **سينيٽر بروس**، گورنر **پنڪ بئڪ**، ۽ گهڻا ٻيا مضبوط ايماندار ۽ ڪمائتا ماڻهو هوندا هئا، تڪي وري اهي جن ڪي غاليچن جي ٿيلهين وارا سڏيندا هئا، سي ڪمينا ماڻهو هوندا هئا. انهن مان ڪي، جيئن تہ جارجيا جو اڳوڻو گورنر **بالڪ**، نهايت عزت آبرو وارا ۽ ڪمائتا ماڻهو هوندا هئا.

جيڪي شيدي ايتري قدر اڻ ڄاڻ ۽ بي علم هوندا هئا ۽ حڪومت جي ڪم جو ڪو آزمودو ڪونہ هون، سي البتہ اهڙيون خراب چوڪون ڪندا هئا، جي ٻيا اهڙي حال وارا ماڻهو ڪندا آهن. ڏکڻ وارن گورن مان گهڻن جو اهو خيال آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن شيديءَ کي هيئنر پنهنجا ڪي ملڪي حق ملندا تہ نئين انتظام جون چوڪون گهٽيون ۽ وري وري پيون ٿينديون. آءٌ نڪو پانيان تہ ڪو ائين ٿيندو، ڇا لاءِ جو شيدي جهڙو پنجٽيهن ورهين ڪان اڳي هو، انهي کان هاڻ زياده مضبوط ۽ عقل وارو ماڻهو

آهي، ۽ هو جلد اهو سبق سکندو ٿو وڃي ته هن کي اهڙي
ڪا هلت ڪرڻ نه گهرجي، جنهن ڪري هن جا ڏکڻ
وارا گورا پاڙيسري ڪانئس ڇڇڙ ڊار ٿين. مون کي زياده
خاطري ٿيندي ٿي وڃي ته اسان جي قوم جي ملڪي حقن
واري مسئلي جو آخرين فيصلو هيئن ٿيندو ته سڀ ڪا
رياست، جا اهڙن حقن بابت قاعدو بدلائڻ گهرندي، سا
اهڙو قاعدو نهايت ايمانداري ۽ سچائي سان لاڳو ڪندي
۽ ٻنهي قومن مان ڪنهن کي به گسائڻ يا ٻچاپڙائي ڪرڻ
جو وجهه نه ڏيندي. ڏکڻ ۾ پنهنجي روز مره جي جانچ ۽
آزمودي مان مون کي پڪ ٿي ٿئي ته ڪو به پيو رستو،
جهڙو شيدين جي لاءِ، تهڙو گورن جي لاءِ، تهڙو ڳڏيل
حڪومت وارين ٻين رياستن جي لاءِ، غير انصافيءَ جهڙو
ٿيندو ۽ غلاميءَ وانگي اهڙو گناه ٿيندو، جنهنجي سزا
اسان کي ڪنهن وقت ضرور ڪاٽڻي پوندي.

١٨٧٨ واري ڏڪي ۾، جڏهن آءٌ سالڊن ۾ ٻه ورهيه
اسڪول پڙهائي ۽ ڪيترن جوان مڙسن ۽ زالن کي ۽
پنهنجن ٻنهي ڀائن کي به هامپٽن اسڪول ۾ داخل ٿيڻ
لاءِ تيار ڪرائي رهيس، تڏهن مون ارادو ڪيو ته ڪي
مهينا وڃي واشنگٽن ۾ پڙهان. اتي آءٌ اٺ مهينا رهيس.
اتي پڙهڻ ۾ جيڪا مون محنت ڪئي، تنهن مان گهڻوئي

کي فائدو پهتو ۽ ڪن زور وارن مڙسن ۽ زالن سان منهنجي معرفت ٿي. جنهن اسڪول ۾ آءٌ پڙهندو هوس، آتي شاگردن کي ڪوبہ هنر نہ سيکاريندا هئا. آتي مون کي اهڙن ٻن اسڪولن جي فائدن جي وچ ۾ ڀيٽ ڪرڻ جو وجهہ مليو، هڪڙو اهو جتي هنري تعليم ملي ٿي ۽ ٻيو آهو جتي نٿي ملي. انهي اسڪول ۾ مون ڏٺو تہ گهڻن ڇوڪرن وٽ زياده پيسو هو، بهتر ڪپڙا ڍڪيندا هئا ۽ آهي بہ تازي سڌريل نموني جا ۽ کي زياده ذهين ۽ سمجهہ وارا هئا. هامپٽن ۾ اهو قاعدو هوندو هو تہ شاگردن جي پڙهائڻ جي خرچ لاءِ هڪڙي نہ ٻئي کي جوابدار ڪندا هئا، مگر ڪاڌي پيتي لاءِ توڙي ڪتابن ۽ ڪپڙن ۽ رهڻ جي جاءِ لاءِ مڙسن ۽ زالن کي پنهنجي لاءِ پاڻ بندوبست ڪرڻو پوندو هو، پوءِ يا پورهيو ڪري آهو ڏين يا ڪجهہ پورهيو ڪن ۽ ڪجهہ روڪ ڏين. پر جنهن اسڪول ۾ هاڻي آءٌ هوس، تنهن ۾ مون کي ڏسڻ ۾ آيو تہ گهڻا شاگرد ڪنهن رستي پنهنجو سمورو خرچ پاڻ پوريندا هئا. هامپٽن ۾ شاگرد پاڻ کي مدد ڪرڻ لاءِ هڪڙي نہ ٻئي هنر يا ڌنڌي جي وسيلي ڪوشش ڪندا هئا ۽ انهي ڪوشش ڏي مان هنن جي چال چلت جو بنياد پوندو هو. هن ٻئي اسڪول ۾ شاگرد اوتري قدر پاڻ تي

مدار نہ رکندا هئا. هو رکو ٻاهرئين ڏيک تي گهڻو ڌيان ڏيندا هئا. مطلب تہ هنن جي نظر ۾ هو ڪنهن سچي پڪي بنياد تي تري ڪان وٺي ايتري قدر مٿي نہ هلندا هئا، جيتري قدر هامپٽن ۾ هلندا هئا. جڏهن اسڪول ڇڏيندا هئا، تڏهن لاٽن ۽ گريڪ ٻولين وڏيڪ چاڙهندا هئا، مگر حياتي ۽ ان جون حالتون، جهڙيون هنن کي پنهنجن گهرن ۾ پيش اينديون هيون، انهن جي پوري واقفيت نہ هوندي هين. گهڻن ورهين تائين سٺڪئي گذارڻ ڪري هو هامپٽن جي شاگردن وانگي ڏکڻ جي ٻهراڙيءَ وارن ضلعن ۾ وڃڻ نہ گهرندا هئا، جو آتي سک ۽ آرام ٿورو هوندو هو ۽ تنهنڪري اسان جي قوم جي لاءِ گهڻو پورهيو هٿ نہ ڪندا هئا، مگر عمر تائين هوٽلن ۾ نوڪري ڪندا هئا ۽ گاڏين جا مزور ٿيندا هئا.

جيڪو وقت آءٌ واشنگٽن ۾ شاگرد ٿي رهيس، تنهن ۾ بيشمار شيدي اچي آتي گڏ ٿيا هئا، جنهن مان گهڻا تہ تازا ڏکڻ مان آيا هئا. ڪيترا تہ انهي سبب ڪري واشنگٽن ۾ آيا هئا تہ آتي سکيو گذران ڪن. ٻين ننڍيون سرڪاري نوڪريون ڪنيون ۽ گهڻا تہ اجا اميد ۾ ويٺا هئا تہ ٻڌيءَ واري حڪومت ۾ ڪي عهدا وٺن. ڪي مضبوط ۽ هوشيار شيدي انهي وقت عيوضين جي مجلس جا ميمبر

هوندا هئا ۽ هڪڙو **آنربل بروس** ته سينيٽ ۾ به داخل ٿيو هو. انهن سڀني ڳالهين ڪري شيدي ماڻهو اڇي آتي سوڙها ٿيا هئا. تنهن ڪان سواءِ هنن هي به چاتو ته ڪولمبيا جي ضلعي ۾ هنن کي قاعدي جي پناهه ملندي. واشنگٽن ۾ شيدين جي لاءِ جيڪي به اسڪول هئا، سي ٻين هنڌن کان بهتر حال ۾ هئا. انهي وقت آءٌ ڏاڍي شوق سان پنهنجي قوم جي گذران ۽ هلت چلت جي باريڪ جانچ ڪندو هوس. مون کي معلوم ٿيو ته جيتوڻيڪ انهن ۾ گهڻا سچ پچ سائو ۽ لائق هئا، تڏهن به ڪيترا اهڙا هئا، جن جي سڪٽي ڏيک ڪري مون کي ڏاڍي گهٽتي رهندي هئي. مون اهڙا به جوان شيدي ڏٺا، جي هفتي ۾ چئن ڊالرن کان وڌيڪ نه ڪمائيندا هئا، مگر آچر جي ڏينهن ٻه ڊالر يا وڌيڪ خرچي، بگهي ڀاڙي ڪري پينسلوينيا ارنيو تائين ايندا ويندا هئا، رڳو ايتري لاءِ ته ماڻهن کي ڏيکارين ته هو هزارن جا مالڪ آهن. ڪي ٻيا جوان ماڻهو مون ڏٺا، جن کي پنجهتر يا سؤ ڊالر مهيني ۾ سرڪار مان ملندا هئا، مگر حقيقت ڪري مهيني پوري ٿيڻ تي قرضي هوندا هئا. مون ڪي ماڻهو اهڙا به ڏٺا، جي ٿورا مهينا اڳ ڪانگريس جا ميمبر هئا، پر پوءِ انهي وقت ڪابه مشغولي ڪانه هين ۽ ڪنگال هئا. گهڻا سڀڪنهن

ڳالھ جي لاءِ سرڪار تي ڀروسو رکندا هئا. اهڙن کي پنهنجي عزت ۽ درجي پيدا ڪرڻ جي ڪا بہ طمع ڪانہ هوندي هئي، پر ڀائيندا هئا تہ سرڪاري عملدار آهي سندن لاءِ پيدا ڪن. ڪيترائي پيرا مون کي دل ۾ ايندو هو ۽ پوءِ بہ ايندو رهيو آهي تہ ڪنهن جادوءَ جي رستي اهڙي قسم جي ماڻهن مان گهٽن کي لڏائي ڀهراڙيءَ وارن ضلعن ۾ وهاريان، جتي هنن کي زمين تي ۽ سياءَ جي قدرتي پڪي بنياد تي ڀروسو رکڻو ٿئي، جنهن تي سيڪي قومون ڀروسو رکي فتحياب ٿي دنيا ۾ چڙهڻ لڳيون آهن ۽ اگرچ شروع ۾ آهستو ۽ تڪليف سان ترقي ڪئي اٿن، مگر انهي هوندي بہ پڪي طرح پئي ڪئي اٿن.

واشنگٽن ۾ مون اهڙيون بہ ڇوڪريون ڏٺيون، جن جون مائون ڪپڙا ڌوئي گذران ڪنديون هيون. آهي پنهنجين ڌين کي ڪپڙن ڌوئڻ جو ڪم سيکارينديون هيون اگرچ آهو چڱي طرح ڪنديون هيون. پوءِ پرو آهي سا ڳيون ڇوڪريون اسڪولن ۾ داخل ٿينديون هيون ۽ ستن اٺن ورهين تائين اتي رهنديون هيون. جڏهن نيٺ اسڪول جو عرصو پورو ٿيندو هون، تڏهن زياده قيمتي پوشاڪون ۽ زياده عمديون ٽوپيون ۽ جتيون گهرنديون هيون. مطلب تہ جيئن جيئن سندن گهرجون زياده ٿينديون

ويٺيون، تيئن تيئن انهن کهرجن پلڻ جي طاقت ۽ لياقت اوتري قدر وڌندي نه وئي. اُلٽندو انهن جا اهي ست اٺ ورهيه، جي ڪتابن پڙهڻ ۾ گذاريائون، تن ۾ هنن پنهنجن مائٽن وارو ڏنڌوئي وساري ڇڏيو. انهي ڪري تمام گهڻين حالتن ۾ نتيجو اهو ٿيو ته ڇوڪريون خراب ٿي پيون. اڪثر مون کي اهو خيال ايندو هو ته انهن ڇوڪرين کي انهيءَ جيتري ذهني ۽ دلي تعليم ملي ها ته بهتر هو، ڇا لاءِ جو منهنجي نظر ۾ ٻولين جي يا حسابي ڪم جي تعليم، جا دل کي ۽ ذهن کي سڌاري، سا بهتر آهي، ۽ ساڳئي وقت ۾ انهن ڇوڪرين کي ڪپڙن ڌوئڻ يا اهڙن ٻين هنرن ۽ ڌنڌن جي تمام تازن سڌريلن رستن جي پوري تعليم ملڻ گهرجي.

# باب ڇهون

## ڪاري قوم ۽ ڳاڙهي قوم

جيڪو سال مون واشنگٽن ۾ گذاريو ۽ انهي کان ٿورو وقت اڳي، الهندي ورجينيا ۾ انهي ڳالهه تي گهڻو بحث مباحثو هليو ۽ گوڙ متو ته مکيه شهر يا گاديءَ جو هنڌ وهيلنگ مان ڪڍي، ڪنهن ٻئي وچ واري هنڌ

ڪجي. نيٺ قاعدي جوڙڻ واري مجلس اهو ٺهراءُ ڪيو
تہ ٽن شهرن بابت رايون وٺجن، تہ ملڪ جا ماڻهو انهن
مان ڪهڙي شهر کي حڪومت يا سرڪار جي مکيہ جاءِ
ڪرڻ ٿا گهرن. انهن ٽن شهرن مان هڪڙو هو چارلسٽن،
جو منهنجي وطني ڳوٺ مالڊن کان فقط پنج ميل پنڌ جا
هو. واشنگٽن ۾ جڏهن منهنجو اسڪول جو سال پورو
ٿيو، تڏهن چارلسٽن جي گورن جي هڪڙي ڪمپنيءَ
مون کان اها مدد گهري ته انهي شهر جي فائدي ۾ ملڪ
جي ماڻهن جون رايون گڏ ڪريان. اهو ڪم خوشيءَ
سان مون قبول ڪيو ۽ قريب ٽي مهينا رياست جي جدا
جدا ڀاڱن ۾ ڀئي تقريرون ڪيم. نيٺ چارلسٽن کٽيو ۽
هاڻي اهو حڪومت جو مکيہ شهر آهي. انهي ڪم لاءِ
جو مون تقريرن ڪرڻ جو نالو ڪڍيو، تنهنڪري
ڪيترن ماڻهن ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته آءٌ ملڪي ڪمن
۾ شريڪ ٿيان، پر مون انڪار ڪيو، ڇا لاءِ جو آءٌ اچا بہ
ائين وسهندو هوس تہ آءٌ پنهنجي قوم جي سڌاري لاءِ
ڪا بي بهتر ۽ زياده جٽاءُ واري خدمت چاڪري ڪري
ٿو سگهان. انهي وقت ۾ منهنجو اهو پڪو خيال هو تہ
منهنجي قوم کي تعليم ۽ هنر ۽ مڪليت جي گهڻي گهرج
آهي، انهن جي پڪي بنياد وجهڻ لاءِ هنن کي ڪوشش

ڪرڻ جو بهتر وجهه ۽ زياده طاقت آهي، نه ملڪي مشغوليءَ جي. باقي مون ڪي پنهنجي جند جي لاءِ اها خاطريءَ جهڙي راهه هئي ته آءٌ ملڪي ڪمن ۾ فتحياب ٿي سگهندس، مگر ايترو چاتم ته فتحيابي رڳي خودمطلبيءَ جهڙي آهي، يعني انهي مان منهنجي جند کي سو فائدو آهي، مگر پنهنجي قوم جي عام فائدي جي پڪي بنياد وجهڻ ۾ مدد ڏيڻ جو فرض ادا ڪري نه سگهندس.

منهنجي قوم جي ترقي جي انهي زماني ۾ گهڻا جوان ماڻهو، جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهندا هئا، سي رڳو ايتري لاءِ پڙهندا هئا ته وڏا وڪيل ٿين يا ڪانگريس جا ميمبر ٿين ۽ گهڻين زالن جو ارادو اهو هوندو هو ته موسيقي يا راڳ ڳائڻ ۽ وڄائڻ سيکارين، پر منهنجي پڪي راءِ تڏهن به اها هئي ته ٻي اهڙي ڪنهن ڳالهه جي ضرورت آهي، جنهنجي وسيلي ماڻهو تمام چڱا ۽ قابل وڪيل ۽ ڪانگريس جا ميمبر ۽ راڳ سيکاريندڙ ٿي سگهن.

مون ڏٺو ته في الحال منهنجي قوم جي حالت ساڳي اهڙي آهي، جهڙي غلامي وارن ڏينهن ۾ هڪڙي ٻڍي شيديءَ جي هوندي هئي، جنهن جي خواهش اها هوندي هئي ته ستار وڄائڻ سکي. انهي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي هڪڙي جوان استاد کي ستار سيکارڻ لاءِ چيو،

پراڻهي جوان ماڻهوءَ چاتو تہ هن عمر ۾ هي شيدي غلام ستار وڄائڻ ڪين سکي سگهندو، تنهنڪري هن جي دل ڀڄڻ لڳي ۽ چيائينس تہ ”چاچا جڳبڪ، آءٌ توکي خوشيءَ سان ستار وڄائڻ سيکاريان، مگر جڳبڪ پهرئين سبق لاءِ آءٌ توکان ٽي ڊالر وٺندس، ٻئي سبق لاءِ ٻہ ڊالر ۽ ٽئين سبق لاءِ هڪ ڊالر. پر پوئين سبق لاءِ آءٌ توکان فقط پنجويهہ سينٽ وٺندس.“

جڳبڪ ورندي ڏني تہ ”چڱو ابا، مون کي اهي شرط قبول آهن، مگر آهو پويون سبق تون مون کي پهرين منڊ ئي ۾ ڏجئين.“

جڏهن مکيہ شهر جي قائم ڪرائڻ وارو ڪم مون پورو ڪيو، تڏهن مون کي وري هڪڙي ٻئي ڪم ڪرڻ جو سڏ ٿيو، جنهنڪري مون کي خوشي بہ ٿي ۽ حيرت بہ لڳي. اهو جنرل آرمسٽرانگ جو خط هو، جنهن ۾ مون کي لکيو هئائين تہ ”جڏهن هن دفعي هامپٽن جو اسڪول کلي، تڏهن تون سند ڏنلن شاگردن جي لاءِ اچي تقرير ڪجئين.“ اهو اهڙو آبروءَ جهڙو ڪم هو، جنهنجو مون کي خواب خيال بہ ڪونہ هو. ڏاڍا متا هٿي مون هڪڙي تقرير تيار ڪئي، جا منهنجي طاقت آهر تمام عمدي هئي. انهي جو مضمون اهو هو تہ ”کهڙي طاقت

فتحياب ٿئي ٿي."

جڏهن آءٌ انهي تقرير ڏيڻ لاءِ وري هامپٽن ڏي ٿي آيس، تڏهن گهٽو ڪري انهي ساڳي زمين تان لنگهيس، جنهن تان قريب ڇهه ورهيه اڳي هامپٽن اسڪول ۾ داخل ٿيڻ وقت لنگهيو هوس، پر جا هاڻي ريل جي رستي هيٺ آهي. اهو سارو پنڌ مون هاڻي آڳگاڏيءَ ۾ ڪيو. انهي سفر جون مون ذري ذري انهي پنهنجي پهرين سفر سان مقابلو پئي ڪيو. ڪنهين به وڏائي يا فخر کان سواءِ آءٌ چوان ٿو ته، ڪنهين به ٻئي ماڻهوءَ جي حياتيءَ ۾ خواهشن ۾ پنجن ورهين جي عرصي ۾ ايتري ڦير گهير نه ڪئي هوندي، جيتري منهنجي حالت ۾ ڪئي هئائين.

هامپٽن ۾ ماسترن توڙي شاگردن منهنجي گهڻي مرحبا ڪئي. مون کي معلوم ٿيو ته هامپٽن مان منهنجي وڃڻ کان پوءِ هر سال اهو اسڪول اسان جي قوم جي حالتن ۽ گهرجن کي ويو هو ويجهو پوندو، علمي توڙي هنري تعليم گهڻو سڌارو ڪيو هو. اسڪول جي جاين جو نقشو يا نمونو انهي وقت جي ٻين اسڪولن جهڙو نه هو، مگر **جنرل آرمسٽرانگ** جي نهايت چڱي نظرداري هيٺ جيئن جيئن اسان جي قوم جون ضرورتون معلوم ٿينديون ويون، تيئن تيئن آهي پوريون ڪرڻ ۾ پئي آيون ۽ هر

قسم جو سدارو ٿيندو ويو. منهنجي نظر ۾ آهي ته گهڻو ڪري اڻ سڌريلن قومن ۾ مذهبي ۽ تعليمي ڪم ۾ ماڻهو لاچار آئين هلت ڪندا آهن، جيئن سؤ ورهيه اڳي ڪندا هئا، يا جيئن هاڻي ٻين قومن ۾ هزارن ميلن جي پنڌ تي پيا ڪن. آها لاچاري اڪثر هي آهي ته سيڪنهن ماڻهوءَ کي ساڳئي ئي نموني جي تعليم ڏيڻ ۾ ٿي اچي ۽ انهي جي علحدي حالت جو يا آخرين مطلب ۽ مدعا جو ڪوبه خيال ڪرڻ ۾ نٿو اچي. پر هامپٽن اسڪول ۾ ائين نه ٿيندو هو.

جيڪا تقرير مون اسڪول جي ڪلٻ جي ٻهرين ڏينهن ڪئي، تنهن مان پانئجي ٿو ته سيڪو ماڻهو خوش ٿيو ۽ انهي بابت هنن مون سان گهڻيون ئي مهرباني ۽ ترغيب جهڙيون ڳالهيون ڪيون. جڏهن آءٌ موٽي الهندي ورجينيا ۾ پنهنجي گهر آيس، جتي مون ارادو ڪيو هو ته پڙهائڻ جو ڪم ڪندو رهندس، تڏهن ستت ئي وري به **جنرل آرمسٽرانگ** جو خط پهتو، جنهن ۾ هو ته موٽي هامپٽن ۾ اچ ۽ ڪجهه رواجي تعليم ڏي ۽ ڪجهه ڪن ٻين خاص علمن جي سيکارڻ جو به ڪم ڪر. اها ١٨٧٩ جي اونهاري جي ڳالهه آهي. الهندي ورجينيا ۾ پڙهائڻ جي ڪم شروع ڪرڻ کان پوءِ سگهوئي مون پنهنجن شاگردن

مان چار ڇڙا چونڊي ڪڍيا، جي تمام چالاڪ ۽ هوشيار ۽ ذهين هئا ۽ انهن سان گڏ پنهنجا ٻہ، پائر بہ هئم، جن جو مٿي مون اشارو ڏنو آهي. انهن کي مون خاص ڌيان ڏئي ٿي پڙهايو، انهي لاءِ تہ هنن کي هامپٽن ڏي ڏياري موڪليان. آخر هو اتي ويا ۽ آتي جي ماسترن آنهن سڀني کي اهڙو تيار ٿيل ڏٺو، جو انهن کي هڪدم مٿين ڪلاس ۾ داخل ڪيائون. انهيءَ ڪري آءٌ پانيان ٿو تہ مون کي بہ پڙهائڻ جي لاءِ هامپٽن ۾ موڪلي گهرايائون. اهي جوان، جي انهي طرح مون هامپٽن ڏي موڪليا، تن مان هڪڙو ڊاڪٽر **ساميوئيل ڪورنٽي** آهي، جو بوسٽن ۾ مشهور طبيب آهي ۽ انهي شهر جي اسڪول بورڊ جو هڪ ميمبر آهي.

انهي وقت ڌاري **جنرل آرمسٽرانگ** پهريون ئي دفعو انهي آزمودي وٺڻ جي ڪوشش پئي ڪئي تہ انڊين ماڻهن کي، يعني امريڪا جي اصلوڪن ڏيهي ماڻهن کي، هامپٽن ۾ تعليم ڏياري. انهي وقت کان ٿورن ماڻهن ٿي چاتو تہ ڏيهي ماڻهو تعليم وٺڻ جا لائق آهن ۽ انهن مان هنن کي ڪو فائدو ٿيندو. **جنرل آرمسٽرانگ** جو مطلب هو تہ پوري بندوبست ۽ ترتيب سان هڪدم گهڻن ماڻهن آڏو سان آزمودو وٺي. الهندي وارين رياستن ۾ پرتي

ڪيترن مان هن هڪ سؤ ڪان مٿي جهنگلي ۽ بلڪل ڏڏ ڏيهي ماڻهو هٿ ڪيا، جن مان گهڻا جوان هئا. جيڪو خاص ڪم جنرل سون تي رکيو، سو اهو هو ته انهن انڊين ڇوڪرن جو ”گهر جو پيءُ“ ٿيان، يعني ساڳي عمارت ۾ انهن سان گڏ رهان ۽ انهن جي تعليم، ڪپڙن، جاين وغيره جو بندوبست ڪريان. اها تمام چڱي دل ڏُتاريندڙ آڇ هئي، پر آءٌ الهندي ورجينيا ۾ پنهنجي ڪم ۾ اهڙو غلطان هوس، جو انهي کي ڇڏڻ نٿي گهريم. پر لاچار آءٌ پاڻ کي انهي ڪان ڇڏائي نڪتس. جنرل آرمسٽرانگ جي ڪنهين به ڏسيل ڪم ڪان انڪار ڪرڻ منهنجي دل نه ٿي چيو.

جڏهن هامپٽن پهتس، تڏهن هڪڙي جاءِ ۾ وڃي رهيس، جتي پنجهتر جوان انڊين هئا. آءٌ ئي هڪڙو ماڻهو هوس، جو آنهي ساڳي قوم جو نه هوس. پهريائين ته مون کي گهڻو شڪ هو ته آءٌ انهي ڪم ۾ ڪو فتحياب ٿيندس. مون کي خبر هئي ته هڪڙو عام رواجي انڊين پاڻ کي هڪڙي گوري ڪان مٿي سمجهندو آهي ۽ هڪڙي شيدي ڪان ته بلڪل گهڻو مٿي سمجهندو آهي؛ سو گهڻو ڪري هن سبب ته شيديءَ غلامي قبولي هئي، جا ڳالهه انڊين ڪان ڪڏهن به ٿيڻ جي نه آهي. انڊين جي ملڪ ۾،

ٻانهپ واري زماني ۾، انڊين ماڻهن کي ڪيترائي غلام هوندا هئا. تنهن ڪان سواءِ اهو عام خيال هو ته انهي ڳاڙهي قوم جي ماڻهن کي هاڻوڪن ۾ تعليم ڏيڻ ۽ سڌارڻ مان ڪي به حاصل نه ٿيندو. انهن سڀني ڳالهين ڪري مون کي ڏاڍي خبرداريءَ سان هلڻو پيو، جو ٻاڻ تي تمام وڏي جوابداري ٿي چاتم. پر مون کي يقين هو ته آءٌ فتحياب ٿيندس. سگهوئي هو مون سان ٺهي ويا، بلڪ هو مون کي پيار ۽ عزت ڏيڻ لڳا. مون ڏٺو ته هو ٻين انسانن جهڙا هئا، يعني مهرباني جي هلت ڪري خوش ٿيندا هئا ۽ سختي جي هلت ڪري رنج ٿيندا هئا. هميشه هو اهڙيون رٿون پيا ڪندا هئا، جن ڪري آءٌ زياده خوش ۽ آسودو ٿيندو هوس. آءٌ ٻانيان ٿو ته جن ڳالهين کي هو نا پسند ڪندا هئا، سي هيون سندن ڊگها وار وڍڻ، ڪتا نه ڍڪڻ ۽ تماڪ ڇڪڻ ڇڏي ڏيڻ؛ پر سڀڪنهن اڇي امريڪن جي خيال ۾ هميشه ائين هوندو آهي ته جيسين ڪنهن ٻي قوم جو ماڻهو گورن ماڻهن جا ڪپڙا نه ڍڪيندو ۽ گورن ماڻهن وارو کاڌو نه کائيندو ۽ گورن ماڻهن جي ٻولي نه ڳالهائيندو ۽ گورن ماڻهن جو مذهب نه قبوليندو، تيسين پوري طرح سڌري نه سگهندو.

جڏهن انگريزي ٻولي سکڻ جي مشڪلات کي ڇڏي

ڏنم، تڏهن مون کي معلوم ٿيو تہ ڪنهن بہ ڏنڌي سکڻ يا ڪتابي علم حاصل ڪرڻ جي نسبت ۾ شيدين ۽ انڊين شاگردن جي وچ ۾ ڪو ٿورو ئي فرق آهي. اها ڳالهہ معلوم ڪري آءٌ گهڻو خوش ٿيندو هوس تہ شيدي دل جي شوق ۽ خوشيءَ سان هر طرح انڊين ماڻهن کي مدد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ڪي ٿورا شيدي هئا، جن جي مرضي اها هئي تہ انڊين هاسپٽل ۾ داخل نہ ٿين، پر گهڻا مڙيئي راضي هئا. جڏهن ڪڏهن ڪن شيدي شاگردن کي ڇنبو هو تہ انڊين شاگردن کي پاڻ سان گڏ پنهنجن ڪوٺين ۾ رهائن، ۽ انهن کي انگريزي ڳالهائڻ ۽ سڌريل عادتون سيکارين، تڏهن هو اهو ڪم خوشيءَ سان ڪندا هئا.

هن ملڪ ۾ مون کي گورن جو اهڙو اسڪول نہ سُجهي جنهنجا شاگرد ٻي قوم جي سؤ سنگتين کان وڌيڪ اچڻ تي اهڙا خوش ٿين، جهڙا هاسپٽن جا ڪارا شاگرد ڳاڙهن جي اچڻ تي ٿيندا هئا. ڪيترائي ڀيرا منهنجي دل ۾ آيو آهي تہ اچن شاگردن کي ڇوان تہ جيترو هو ٻين کي چاڙهڻ ۾ مدد ڪندا، اوترو پاڻ چڙهندا، ۽ جيئن ڪا ٻي قوم گهٽ سڌريل ۽ زياده ڪم نصيب هوندي، تيئن اهڙي مدد ڏيڻ ڪري آها پاڻ کي وڌيڪ مٿي چاڙهيندي.

اتي مون کي هڪڙي گفتگو ياد ٿي پوي، جا هڪڙي پيري **آنربل فريڊرڪ ڊگلس** سان ٿي هئي. هڪڙي دفعي **مسٽر ڊگلس** پينسلوينيا جي رياست جو سفر پئي ڪيو ۽ سندس رنگ جي ڪري هن کي سامان جي گاڏيءَ تي چڙهڻو پيو، جيتوڻيڪ هن اوتروئي ڀاڙو ڏنو، جيترو ٻين مسافرن ڏنو هو. گورن مسافرن مان ڪي جڏهن **مسٽر ڊگلس** کي دلاسي ڏيڻ لاءِ سامان جي گاڏيءَ ۾ ويا ۽ هڪڙي چيس ته "**مسٽر ڊگلس**، مون کي افسوس ٿو ٿئي، جو توکي هن طرح بي آبرو ڪيو اٿن." تڏهن **مسٽر ڊگلس**، جنهن پيتيءَ تي ويٺو هو، تنهن ٽپي سنئون ٿي ورندي ڏيڻ لڳو ته "**فريڊرڪ ڊگلس** کي هو بي آبرو ڪري نٿا سگهن. جيڪو روح منهنجي اندر ۾ آهي، تنهن کي ڪوبہ ماڻهو بي آبرو ڪري نہ سگهندو. آءٌ آهو ناهيان جو ههڙي هلت ڪري بي آبرو ٿيان، پر اهي بي آبرو ٿا ٿين، جي مون سان اهڙي هلت ٿا ڪن."

اسان جي ملڪ جي هڪڙي ڀاڱي ۾، جتي قاعدي موجب ضرور آهي تہ ريلوي گاڏين ۾ قومون ڌار ڌار رهن، اتي هڪڙي پيري مون هڪڙو مزي جهڙو مثال ڏٺو، جنهن مان معلوم ٿيو تہ ڪڏهن ڪڏهن اها ڳالهہ ڄاڻڻ تمام مشڪل آهي تہ ڪٿي ڪارو ماڻهو شروع ڪري ٿو

۽ اچو پچاڻي ڪري ٿو.

هڪڙو ساڌو هوندو هو، جو خلق ۾ شيدي شمار ٿيل هو، پر اهڙو اچو هو، جو تمام هوشيار ۽ آزمودگار ماڻهو به هيڪر هن کي ڪارو يا شيدي نه شمار ڪري. آهو ريل گاڏيءَ جي انهي ڀاڱي ۾ ويٺل هو، جو رنگ وارن مسافرن جي لاءِ ڌار مقرر ڪيل هو. جڏهن گارڊ ونس آيو، تڏهن هڪدم منجهي پيو. جيڪڏهن آهو ماڻهو شيدي هو ته، گارڊ جي مرضي نه هئي ته انهن کي اڇن ماڻهن جي گاڏيءَ ۾ موڪلي؛ وري جي هو اڇو ماڻهو يا گورو هو ته گارڊ جي مرضي نه هئي ته انهي پڇڻ سان هن کي بي آبرو ڪري ته تون شيدي ته ناهين؟ گارڊ ڪجهه ٿي تائين ڏاڍي خيال سان هن جا وار ۽ اکيون ۽ هٿ پئي ڏٺا، پر پاڻ زياده مونجهاري ۾ پيو. نيٺ هيٺين ڪيائين جو ننڍڙي هن جا پير ڏٺائين. جڏهن مون آنهي گارڊ کي انهي ماڻهوءَ جا پير چڪاسيندو ڏٺو، تڏهن دل ۾ چيم ته هينئر ضرور فيصلو ٿيندو. ۽ ٿيو به ائين، ڇا لاءِ جو گارڊ هڪدم معلوم ڪيو ته هو شيدي آهي، پوءِ آتي کٽي ڇڏيائينس. آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس ته منهنجي قوم مان هڪڙو ڇٽو گهٽ ٿي نه ويو.

منهنجو آزمودو اهو آهي ته، سچي شريف ماڻهوءَ جي

چڪاس وٺڻ لاءِ هيءَ جانچ ڪجي ته جڏهن هو ڪنهن
ٻي پاڻ کان گهٽ درجي واري ڪم نصيب قوم جي
ماڻهن سان گڏ ٿو ويهي، تڏهن ڪهڙي هلت ٿو ڪري.
انهي جو عمدو مثال ڏکڻ واري پاڳي جي اڳوڻي نموني
جو شريف ماڻهو آهي، جو پنهنجن اڳوڻن ٻانهن يا آنهن
جي اولاد سان تمام چڱي هلت ڪندو آهي.

جنهن حقيقت جو آءٌ ذڪر ٿو ڪريان، تنهنجو هڪڙو
مثال **جارج واشنگٽن** جي بابت ڪيل ڳالهه مان ملي
ٿو سگهي. هڪڙي پيري انهي صاحب کي رستي تي
هڪڙو شيدي گڏيو، جنهن ٽوپي ڪڍي سلام ڪيس. تڏهن
پاڻ به ٽوپي ڪڍي هن جي سلام جو جواب ڏنائين. هن
جا گورا سنگتي، جن هن کي ائين ڪندو ڏٺو، تن مٿس
ٺٺولي ڪئي. پر **جارج واشنگٽن** چيو ته "اوهان جي
مرضي اها آهي ڇا ته آءٌ هڪڙي غريب اڻ ڄاڻ شيديءَ
کي پاڻ کان زياده خليق ۽ مروت وارو ٿيڻ ڏيان؟"

جڏهن هامپٽن ۾ انڊين ڇوڪرا منهنجي حوالي هوندا
هئا، تڏهن هڪ ٻه ڳالهيون منهنجي ڌيان تي آيون، جن
مان معلوم ٿئي ٿو ته امريڪا ۾ ذات ۽ قوميت جو عجيب
اثر آهي. هڪڙو انڊين ڇوڪر بيمار ٿي پيو. ۽ اهو
منهنجو فرض ٿيو ته هن کي واشنگٽن وٺي وڃان ۽ ملڪ

جي داخلي سيڪريٽريءَ جي حوالي ڪريان ۽ انهي لاءِ رسيد وٺان ته هو الهندي واري پرتيءَ ۾ موٽي پهچايو وڃي. انهي وقت آءٌ دنيا جي ڪمن ڪان البت غير واقف هوس. آگسٽ ۾ واشنگٽن ويندي، جڏهن مانيءَ جي گهنٽي وڳي، تڏهن آءٌ ڏاڍي بڇڇي ترسي پيس، انهي لاءِ ته ٻيا مسافر مان گهٽا ماني کائي بس ڪن ته پوءِ آءٌ ماني کائڻ واري جاءِ ۾ وڃان. پوءِ آءٌ آهو انڊين ڇوڪر پاڻ سان وٺي انهي جاءِ ۾ ويس. کارائڻ واري ماڻهوءَ آرام سان مون کي ٻڌايو ته انڊين ڇوڪر کي هتي ماني کارائي سگهبي، پر توکي نه. آءٌ ته اصل سمجهي نه سگهيس ته ڪيئن هن کي معلوم ٿي سگهيو ته هو انڊين آهي ۽ آءٌ شيدي، جو منهنجو رنگ به قريب هنئي جهڙو هو. انهي هوندي به پانڄي ٿو ته آهو خان سامان انهي ڪم ۾ ڪو ڏاڍو آزمودگار هو. هامپٽن ۾ مون کي عملدارن جو اهو حڪم هو ته واشنگٽن ۾ فلاڻي هوٽل ۾ انهي ڇوڪر سميت رهجي، پر جڏهن آءٌ انهي هوٽل ۾ آيس، تڏهن ڪلارڪ مون کي چيو ته آءٌ انهي انڊين کي هتي خوشيءَ سان جاءِ ڏيندس، مگر توکي ڏئي نٿو سگهان.

اهڙي ساڳئي قسم جو هڪڙو مثال پوءِ ٻئي پيري منهنجي ڏيان تي آيو. اتفاق سان منهنجو هڪڙي اهڙي

شهر ۾ وڃڻ ٿيو، جتي ڏاڍي شورش ۽ گڙٻڙ هئي ۽ اهڙو ڏپ هو تہ ڪجھ وقت لاءِ ماڻهن کي زور سان جهلي بيقاعدي سزا ڏئي ڇڏين. انهي گڙٻڙ جو سبب هي هو تہ هڪڙو ڪاري چمڙيءَ وارو ماڻهو شهر جي هڪڙي هوٽل ۾ اچي رهيو هو. پر جانچ مان معلوم ٿيو تہ اهو شخص موراڪو جو هو، مگر هن ملڪ ۾ مسافري ڪرڻ ڪري انگريزي ٻولي ٿي ڳالهايائين. جڏهن اها ڳالھ ظاهر ٿي تہ هو آمريڪا جو شيدي ناهي، تڏهن ماڻهن جي ڪاوڙ ڍري ٿي ۽ گوڙ گڙٻڙ لٿو. ۽ انهي ماڻهوءَ بہ هيتري گوڙ گڙٻڙ ڪري اڳتي انگريزي ڳالهائڻ کان توبھ ڪئي.

انڊين ڇوڪرن سان هڪڙي سال گذارڻ کان پوءِ، هامپٽن ۾ منهنجي لاءِ پيو در کليو، جو پوءِ ٽسڪجي ۾ منهنجي وڃي ڪم ڪرڻ جو هڪڙو خدائي سبب بڻيو، جيئن هاڻ پنهنجي گذريل حياتي تي نظر ڪرڻ سان مون کي معلوم ٿو ٿئي. جنرل آرمسٽرانگ جڏهن ڏٺو تہ ڪيترائي جوان شيدي مڙس توڙي زالون آهن، جن کي تعليم جو گهڻو شوق آهي، مگر اهي هامپٽن جي اسڪول ۾ داخل ٿي نٿا سگهن، ڇا لاءِ جو نڪي هو ڪاڏي جي خرچ جو پاڳو ڏئي سگهن ٿا، نڪي پنهنجي لاءِ گهربل

ڪتاب موجود ڪري سگهن ٿا، تڏهن هن ارادو ڪيو ته انهي اسڪول جي بلي هڪڙو رات جو اسڪول جاري ڪري، جنهن ۾ تمام چالاڪ ۽ هوشيار ڇوڪر ۽ ڇوڪريون چونڊي داخل ڪري، انهي شرط سان ته ڏينهن جو هو ڏهه ڪلاڪ ڪم ڪن ۽ رات جو ٻه ڪلاڪ انهي اسڪول ۾ پڙهن. ڪم ڪرڻ جي عيوض هنن کي ڪاڏي جي خرچ کان ٿورو زياده پيسو ملٽو هو. هنن جي ڪمائيءَ جو گهڻو پاڱو اسڪول جي خزاني ۾ رکي ڇڏيندا هئا، جنهن مان رات واري اسڪول ۾ هڪ ٻن ورهين رهڻ کان پوءِ جڏهن هو ڏينهن واري اسڪول ۾ ايندا هئا، تڏهن هنن جي مانيءَ جو خرچ مجرا ڪندا هئا. انهي طرح هو پنهنجا ڪتاب وٺي لڳندا هئا ۽ اسڪول جي ٻين تعليمي فائدن کان سواءِ ڪو ڌنڌو يا هنر به حاصل ڪندا هئا.

جنرل آرمسٽرانگ سون کي رات واري اسڪول هلائڻ لاءِ چيو ۽ سون اها ڳالهه قبول ڪئي. شروع ۾ اٽڪل ٻارنهن مضبوط ۽ پڙهڻ جي شوق وارا مڙس ۽ زالون به داخل ٿيون. ڏينهن جو جوان مڙسن مان گهڻا اسڪول جي ڪاٺ چيرڻ واري ڪارخاني ۾ ڪمائيندا هئا ۽ جوان زالون ڪپڙن ڌوئڻ واري هنڌ ڪم ڪنديون هيون. ٻنهي هنڌن تي ڪم آسان نه هو، مگر منهنجن

شاگردن مان جهڙو انهن سون کي پڙهڻ جي ڪم ۾ راضي رکيو، اهڙو پين ڪڏهن ڪونہ رکيو. هو پڙهڻ ۾ ڏاڍا چالاڪ هئا ۽ پنهنجو ڪم ڏاڍي خيال ۽ خبرداريءَ سان ڪندا هئا. اهڙو شوق هوندو هون، جو رڳو اسڪول بند ٿيڻ واري گهنڊ جي آواز تي پڙهڻ کان بس ڪندا هئا ۽ اڪثر سمهڻ جي وقت کان پوءِ سون کي سبق ڏيڻ لاءِ پيا چوندا هئا.

انهن شاگردن ڏينهن جو سخت پورهئي ڪرڻ ۾ ۽ رات جو ڌيان ڏئي پڙهڻ ۾ ايترو شوق ڏيکاريو، جو سون هنن کي همت واري ڪلاس جو نالو ڏنو، جو نالو سگهوئي ساري اسڪول ۾ پکڙي عام ٿي ويو. جڏهن انهن مان ڪو شاگرد رات جي اسڪول ۾ گهڻي وقت تائين رهندو هو ۽ پنهنجي هوشياري ڏيکاريندو هو، تڏهن آءٌ انهي کي هڪڙو ڇاپيل سرٽيفڪيٽ ڏيندو هوس، جنهنجو مضمون هي هوندو هو تہ - ”سرٽيفڪيٽ تو ڏجي تہ **جيمس سمٿ** هامپٽن اسڪول جي همت واري ڪلاس جو شاگرد آهي ۽ پوري طرح رهيو آهي ۽ پڙهيو آهي.“

انهي سرٽيفڪيٽ جو شاگردن وٽ گهڻو مان هوندو هو ۽ انهي ڪري رات واري اسڪول جي گهڻي تعريف ۽ قدرداني ٿيڻ لڳي. ٿورن ئي هفتن ۾ انهي اهڙو زور

ورتو، جو انگلش پنجويهہ شاگرد اچي گڏ ٿيا. انهي وقت کان وٺي انهن پنجويهن مڙني ۽ زالن جي حالت جي جانچ ڪندو آيو آهيان. آهي ڏکڻ جي سيني پاڱن ۾ هاڻي وڏن ۽ ڪمائتن عهدن تي آهن. هامپٽن وارو رات جو اسڪول، جو پارنهن شاگردن سان شروع ٿيو، تنهن ۾ هينئر ٽي چار سؤ شاگرد آهن ۽ آهو هڪڙو پڪو ۽ تمام ڪمائتو اسڪول شمار ۾ ٿو اچي.

# باب ستون

## ڏسڪجي ۾ اوائل وارا ڏينهن

جنهن عرصي ۾ مون هامپٽن ۾ اندين ماڻهن ۽ رات واري اسڪون کي پڙهائڻ جو ڪم پئي ڪيو، تنهن عرصي ۾ مون پاڻ به آتي تعليم ڏيندڙن کان ڪا تعليم پئي ورتي. انهن تعليم ڏيندڙن مان هڪڙو هو پادري ڊاڪٽر رسبيل، جو جنرل آرمسٽرانگ جي جاءِ تي هامپٽن اسڪول جو هاڻوڪو پرنسپال آهي.

سال ١٨٨١ جي مئي مهني ۾، جڏهن منهنجي رات واري اسڪول پڙهائڻ جو هڪڙو سال اچي پوري ٿيڻ کي ويجهو ٿيو، تڏهن اوچتو مون کي ڪنهن طرح

پنهنجي حياتيءَ جو ڪم شروع ڪرڻ جو وجهہ مليو.
هڪڙي رات ننڍڙي ديول ۾ معمولي ڪم ڪرڻ کان پوءِ جنرل آرمسٽرانگ ڳالهہ ڪئي ته مون کي الاباما جي ڪن سڪرن خط لکيو آهي ته انهي رياست ۾ ٽسڪجي جي ننڍڙي شهر ۾ شيدين ۽ انڊين ماڻهن جي لاءِ هڪڙو نارمل اسڪول کلندو، انهي جي هلائڻ لاءِ ڪنهن ماڻهوءَ جي سفارش ڪر. انهن سڪرن کي شايد پڪ هئي ته ڪوبہ شيدي انهي عهدي هلائڻ جو لائق هٿ اچي سگهڻ جو نا هي، تنهنڪري هنن جنرل ڏي لکيو هو ته ڪنهن گوري جي سفارش ڪري. ٻئي ڏينهن جنرل آرمسٽرانگ مون کي پنهنجي آفيس ۾ گهرايو ۽ مون کان پڇيائين ته "اها الاباما واري جاءِ تون هلائي سگهندين يا نه." مون چيو ته "آءٌ خوشيءَ سان انهي جي ڪوشش ڪندس." تنهنڪري جن ماڻهن ڏانهنس لکيو هو، تن ڏي هن لکيو ته ڪو گورو ته مون کي نه ٿو سجهي، مگر جي ڪو ڪارو ماڻهو وٺڻ گهرو ته مون وٽ هڪڙو موجود آهي، جنهنجي سفارش ڪندس. انهي خط ۾ هن منهنجو نالو بہ ڏيئي ڇڏيو.

ڪيترائي ڏينهن گذري ويا تہ انهي ڳالهہ جي وري ڪابہ آپٽار ڪانہ ٿي. ڪجهہ وقت کان پوءِ، هڪڙي آچر جي ڏينهن ديول جي ڪم هلندي، هڪڙي قاصد اچي

جنرل کي هڪڙي تار ڏني. جڏهن ديول جو ڪم پورو ٿيو، تڏهن جنرل آها تار اسڪول وارن جي اڳيان پڙهي. تار ۾ لکيل هو تہ ” بُڪر واشنگٽن اسان کي ڪم اچي سگهندو. انهي کي هڪدم ڏياري موڪليو.“

شاگردن توڙي ماسترن ڏاڍي خوشي ظاهر ڪئي ۽ دل جان سان مون کي مبارڪون ڏنائون. آءٌ هڪدم ٽسڪجي ڏي وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳس. آءٌ پنهنجي الهندي ورجينيا واري جهوني گهر واري رستي کان ويس ۽ اتي ڪيترائي ڏينهن گذاريم، تنهن کان پوءِ ٽسڪجي ڏي روانو ٿيس. ٽسڪجي شهر ۾ مون کي اٽڪل ٻہ هزار ماڻهو ڏسڻ آيا، جن مان اڌو گابرا ڪارا هئا. اهو شهر ڏکڻ جي انهي ڀاڱي ۾ هو، جنهن کي ڪارو پٽو چوندا هئا. جنهن تعلقي ۾ ٽسڪجي جو شهر هو، تنهن ۾ ڪارا ماڻهو گورن کان ٽيڻا هئا. ڪن ويجهن ۽ پاسي وارن تعلقن ۾ تہ ڪارا ماڻهو ڇهوڻا بہ هئا.

گهڻن ماڻهن مون کان پڇيو آهي تہ ڪاري پٽي جو مطلب ڇا آهي. انهي نسبت ۾ مون کي هيٺري خبر آهي تہ پهرين اهو نالو زمين جي رنگ ڪري ملڪ جي انهي ڀاڱي کي ڏنو ويو هو. ڏکڻ جو اهو ڀاڱو، جنهنجي زمين ڳوڙهي، ڪاري ۽ ڀلي هئي، اتي ٻانها تمام ڪمائتا

ٽي ٽي سگهيا ۽ تنهنڪري تمام گهڻا شيدي وچي آتي وهاريائون. تنهن کان پوءِ، خصوصاً جنگ کان پوءِ اهو نالو رکيو ملڪي نظر تي ڏنو ويو، يعني ملڪ جو آهو ڀاڱو، جنهن ۾ ڪارا ماڻهو گورن کان زياده آهن.

ٺٽيءَ ڏي وڃڻ کان اڳي مون کي اميد هئي ته سيکارڻ جي ڪم شروع ڪرڻ لاءِ مون کي ڪا عمارت ۽ سڀ گهربل سامان ملندو، پر ڪونه مليو، تنهنڪري گهڻو نا اميد ٿيس، مگر اهو مليم جنهن کي ڪابه قيمتي عمارت ۽ سامان موجود ڪري نه سگهي، يعني سوين ماڻهو جي علم حاصل ڪرڻ لاءِ شوقين ۽ سڪايل هئا.

ٺٽيءَ اسڪول جي ڪم لاءِ بلڪل لائق شهر هو. آهو بلڪل شيدي عالم جي وچ ۾ هو ۽ گوشائتو به هو، ڇا لاءِ جو جيڪا وڏي ريلوي لائن انهي پاسي ڏي ويل هئي، تنهن کان پنج ميل پري هو ۽ انهي سان هڪڙي ننڍي لائن سان ڳنڍيل هو. غلاميءَ وارن ڏينهن ۾ ۽ انهي کان پوءِ، آهو گورن ماڻهن جي تعليم جو هڪڙو مکيه هنڌ هو. اهو انهي هنڌ جي لاءِ هڪڙو زياده فائدو هو، ڇا لاءِ جو انهن گورن ماڻهن ۾ مون ايتري علميت ۽ فضيلت ڏٺي، جا گهڻن هنڌن کان وڌيڪ هئي. جيتوڻيڪ شيدي سڀ اڻ پڙهيل ۽ نادان هوندا هئا، تہ بہ پين

وانگي هنن ۾ آهي اخلاقي عيب ۽ خراب عادتون نه هيون، جي وڏن شهرن ۾ نيچ درجي وارن ماڻهن ۾ عام آهن. مطلب ته ٻئي قومون مون کي پاڻ ۾ ٺهيل ڏسڻ ۾ آيون. مثلا جيڪو تمام وڏو ۽ هڪڙوئي هڪڙو دڪان يا گدام چيني ۽ ڪاشي وغيره سامان جو شهر ۾ هو، سو هڪڙي شيديءَ ۽ هڪڙي گوري جو هو ۽ انهي کي هلائيندا به آهي ٻئي گڏجي هئا. اها شراڪت آنهي گوري پائيوار جي مرڻ تائين هلي هلي.

مون کي معلوم ٿيو ته منهنجي ٽسڪجي ۾ وڃڻ کان اڳ هڪ ورهيه اڳي ڪن شيدين هامپٽن ۾ تعليم جي ڪم جي تعريف ٻڌي هئي، تن آتي جي ميمبر جي معرفت سرڪار کي درخواست ڪئي هئي ته، ٿوري رقم منظور ڪري ٽسڪجي ۾ هڪڙو نارمل اسڪول جاري ڪري. اها درخواست منظور ٿي ۽ سال جي لاءِ ٻن هزارن ڊالرن جي سرڪاري مدد ملي. پر سگهوئي مون کي معلوم ٿيو ته اها رقم رکيو پڙهائيندڙن جي پگهارن لاءِ هئي، پر زمين ۽ عمارت ۽ ٻئي ضروري سامان لاءِ ڪوبه بندوبست ٿيل ڪونه هو. جيڪو ڪم منهنجي اڳيان هو، تنهن مان مون کي گهڻي همت ۽ تقويت ڪانه ٿي آئي. اهو ڪم اهڙو هو، جهڙو ڪکن کان سواءِ سرون جوڙڻ. شيدي سو ڏاڍا خوش ٿيا ۽ اسڪول شروع ڪرائڻ لاءِ

هر طرح جي پورهئي جي مدد آڇڻ لڳا.

منهنجو پهريون ڪم اهو هو تہ ڪا جاءِ ڳولي هٿ ڪريان، جتي اسڪول کوليان. خبرداريءَ سان شهر گهمي ڏسڻ کان پوءِ جيڪا مناسب جاءِ مون ڳولي لڌي، سا هڪڙي ڦٽل جهوپڙي هئي، جا هڪڙي ديول جي ويجهو هئي، ۽ خود ديول بہ ڪميٽي جي گڏ ٿيڻ لاءِ ڪم اچڻ جهڙي هئي. مگر اها جهوپڙي توڙي ديول ٻئي تمام خراب حالت ۾ هيون. مون کي ياد آهي تہ پهرين مهينن ۾ جڏهن آءٌ آتي پڙهائيندو هوس، تڏهن مينهن پوڻ مهل هڪڙو جهونو شاگرد مهرباني ڪري منهنجي مٿان ڇٽي جهلي بيهندو هو، جيسين آءٌ ٻين شاگردن جو سبق پڙهندو هوس. مون کي ايترو بہ ياد آهي تہ جڏهن آءٌ ماني کائيندو هوس، تڏهن جا مائي مون کي ماني کارائيندي هئي، سا ڇٽي جهلي منهنجي مٿان بيهندي هئي.

جن ڏينهن ۾ آءٌ الاباما ڏي ويو هوس، تن ڏينهن ۾ شيدي ماڻهو ملڪي ڪمن ڏي گهڻو خيال رکندا هئا ۽ هنن جي گهڻي مرضي هوندي هئي تہ آءٌ بہ ائين ڪريان ۽ هر طرح منجهان هڪڙو ٿيان. انهي نسبت ۾ هنن کي ٻين ڌارين ماڻهن تي البتہ بي اعتباري هوندي هئي. مون کي ياد آهي تہ هڪڙي ماڻهوءَ کي هنن مقرر ڪري

ڇڏيو هوّ تہ مون کي ٻڪاري ملڪي خيال تي آئي. آهو ڪيترائي پيرا مون وٽ آيو ۽ ڏاڍي شوق سان مون کي چيائين تہ ”اسان جي مرضي آهي تہ تون بہ اسان وانگي ووٽ يا راءِ ڏين. اسين اخبارون پڙهي نٿا سگهون، مگر اسان کي خبر آهي تہ ووٽ ڪيئن ڏجي ۽ اسان جي مرضي آهي تہ جيئن اسين ووٽ ٿا ڏيون، تيئن تون بہ ڏين. اسين گورن جي سنڀال ڪندا آهيون ۽ جانچيندا آهيون تہ ڪهڙي پاسي هو ووٽ ٿا ڏين. جنهن پاسي هنن کي ووٽ ڏيندا ڏسندا آهيون، انهي جي مخالف پاسي اسين ووٽ ڏيندو آهيون. تڏهن اسين ڄاڻندا آهيون تہ اسان برابر ڪم ڪيو آهي.“

پر آءٌ خوشيءَ سان ظاهر ڪريان ٿو تہ گورن ماڻهن جي برخلاف، رکيو انهي سبب ڪري تہ هو گورا آهن، ووٽ ڏيڻ جو دستور هينئر گهٽي قدر گم ٿيندو وڃي ۽ شيدي ماڻهو هينئر سڪندا وڃن تہ ٻنهي قومن مان جيڪو ماڻهو تمام چڱو هجي، تنهن کي ووٽ ڏيڻ گهرجي.

آءٌ سال ۱۸۸۱ جي جون مهيني ۾ ٽسڪجي ۾ پهتس، جيئن مون مٿي بہ چيو آهي. پهريون مهينو تہ مون اسڪول جي جاءِ ۽ گهربل سامان هٿ ڪرڻ ۾ وڃايو ۽ الاباما مان پئي آيس ويس ۽ ماڻهن جي حالت پئي معلوم ڪيم،

خاص ڀهراڙيءَ وارن ضلعن ۾ ۽ مــاڻهن کي اسڪول جي کولڻ جي خبر پئي ڏنيم، ۽ انهن کي اتي اچي پڙهڻ جي ترغيب پئي ڏنيم. اهــو سفر اڪثر ڀهراڙيءَ جي سڙڪن تي خچر جي گاڏيءَ تي چڙهي پئي ڪيم. آءٌ ماڻهن سان گڏ سندن ڀُنگين ۾ کـائيندو ۽ سمهندو هوس. مون هنن جون ڀنيون، هنن جا اسڪول، هنن جون ديولون ڏٺيون. انهي گشت ۾ اڪثر آءٌ ماڻهن وٽ اطلاع ڏيڻ کان سواءِ اوچتو ويندو هوس، تنهنڪري مون کي هنن جي روزمره جي سچي حالت جي پوري خبر پئجي سگهي.

جن ضلعن ۾ شيدين جون بيٺڪون ۽ ڪيتيون هيون، اتي مون کي معلوم ٿيو ته سارو ڪٽنب هڪڙيءَ جاءِ ۾ سمهندو هو ۽ گهر جي ڀاتين کان سواءِ ڪڏهن ڪڏهن سندن ڀيا مـائٽ يا ڏاريا مـاڻهو، جي اچـي مهمان ٿيندا هئا، سي به انهيءَ ساڳيءَ جاءِ ۾ سمهندا هئا. ڪيترائي ڀيرا آءٌ گهر کان ٻاهر وچي ڪپڙا بدلائي اندر وڃي سمهڻ لاءِ تيار ٿيندو هوس يـا ترسي ويهي رهندو هوس تـه گهر جا ڀاتي سمهي رهن ته پوءِ اندر وڃي سمهان. اڪثر مون کي هو زمين تي يا ڀئي جي هنڌ ۾ سمهڻ لاءِ جاءِ جوڙي ڏيندا هئا. انهي ڀنگي ۾ ڪڏهن به اهڙي ڏار جاءِ ڪانه هوندي هئي، جتي مـاڻهو منهن يا هٿ ڌوئي، پر اڪثر

انهي ڪم لاءِ گهرڪان ٻاهر ايوان ۾ بندوبست ڪندا هئا.

ماڻهن جو عام رواجي کاڌو ٿلهو سوئر جو گوشت ۽ مڪائي جي ماني هوندي هئي. ڪڏهن ته انهن ٻنگين ۾ مون فقط مڪائي جي ماني ۽ ڇڙُئرن جا ڪڻهر به کاڌا هوندا. انهي ٿلهي گوشت ۽ مانيءَ کان سواءِ ماڻهن کي ڪنهين به ٻئي کاڌي جو خيال ڪونه هوندو هو ۽ اهو گوشت ۽ اٽو به هو شهر جي هڪڙي گدام مان گهري ملهه تي وٺي ايندا هئا، نه ته انهن ٻنگين جي آس پاس ايتري زمين هئي، جو انهي مان جيڪر هر قسم جون ڀاڄيون پيدا ڪري سگهجن ها، جهڙيون ملڪ جي باغن ۾ پيدا ٿينديون آهن. هو وڻوٽن کان سواءِ ٻيو ڪي به ڪين پوکيندا هئا. سندن مطلب فقط ڪپاهه پيدا ڪرڻ جو هو: گهڻين حالتن ۾ ٻنگي جي ٻنهه در تائين وئوڻ پوکيندا هئا.

انهن ٻنگين ۾ اڪثر مون کي سبع جون ڪلون ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون، جي اڪثر سٺ سٺ ڊالر ڏئي هنن خريد ڪيون هيون، مگر قسطن ڏيڻ سان، ۽ عمدا ڪلاڪ به هوندا هئا، جن جي لاءِ هنن ٻارهن يا چوڏهن ڊالر ڏنا هوندا. مون کي ياد آهي ته هڪڙي ڀيري جڏهن آءٌ هڪڙي ٻنگي ۾ ماني کائڻ ويس، تڏهن آءٌ گهر جي ڇڻن

پاتين سان گڏ ماني کائڻ جي ميز تي ويٺس ۽ اسان پنجن جي لاءِ هڪڙو کاڌو هو، جو واري سان ڪم ۾ ٿي آندوسين. آءٌ اڪثر ماٺ ڪري وهندو هوس. انهي سا ڳي پنڪيءَ جي ٻي ڪنڊ ۾ مون ٻڌو ته هر مهيني ست ڊالر قسط طور ڏيڻ ۾ ٿا اچن. واه، هڪڙو کاڌو ۽ ست ڊالرن جو ڀاڄو!

گهڻن هنڌن تي ته سڀڻ جي ڪل اصل ڪم نه آيل هئي، ڪلاڪ پورو وقت نه ڏيکاريندا هئا ۽ جتي وري وقت برابر هو، اتي گهر جي پاتين سان مشڪل ڪنهن کي وقت جي خبر هئي ۽ ڀاڄي کي وجائڻ وارو ڪونه هوندو هو، تنهنڪري ڪم ۾ نه ايندو هو.

مٿي جنهن گهر جو مون ذڪر ڪيو آهي، جتي آءٌ وڃي مهمان ٿيس ۽ مانيءَ جي ميز تي ويٺس، اُتي آءٌ آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهيس ته اهو ڏيک فقط منهنجي لاءِ ڪيو ويو هو ۽ هميشه انهيءَ طرح ڪرڻ ۾ نه ايندو هو. گهڻين حالتن ۾ جڏهن گهر جا پاتي اُٿندا هئا، تڏهن گهر جي ڏياڻي گوشت جو ٽڪر تئيءَ ۾ وجهندي هئي ۽ اٽي جو چاڙهو تئي تي. پوءِ اهي ٿانو ڪٽي ڀاهه تي رکندي هئي ۽ ڏهن پندرهن منٽن ۾ ماني تيار ٿي پوندي هئي. اڪثر گهر جو مالڪ پنهنجي ماني ۽ گوشت جو

نڪر پنهنجي هٿ ۾ کڻي ڪائيندو ٻنيءَ ڏي ويندو هو. زال هڪڙي ڪنڊ ۾ ويهي انهي ٿئي يا ٿئيءَ مان يا ڏار ڪنهن ٿالهيءَ ۾ ڪانهندي هئي ۽ ٻارن کي جيڪا ماني ۽ جيڪو گوشت جو ذرو ملندو هو، سو اڱڻ ۾ راند ڪندي پيا ڪائيندا هئا.

ناشتو يا صبح جي ماني بس ٿيندي هئي ته گهر جي ٻي ڪار، سنڀال لهڻ ۾ نه ايندي هئي، سڀ ڀاتي ڪم، جي پوڪ ڏي ويندا هئا. هرهڪ ٻار کي به رنبي وڻوڻ جي گڏ ڪرڻ لاءِ هوندي هئي ۽ کير پياڪ ٻار کي ٻنيءَ جي هڪڙي ڪنڊ تي کڻي رکندا هئا ۽ انهن جي ماءُ وقت بوقت ان جي نظر ڀئي ڪندي هئي. ٻه پهرن جي ۽ رات جي ماني به گهڻو ڪري صبح جي ماني جهڙي هوندي هئي.

سڀ ڪنهن ڪٽنب ۾ هفتي جا سڀ ڏينهن هڪ جهڙا گذرندا هئا، سواءِ ڇنڇر ۽ آچر جي. ڇنڇر جو سارو ڏينهن، نه ته به اڌ ڏينهن، اڪثر هو شهر ۾ گذاريندا هئا. شهر ۾ وڃڻ مان آءٌ ڀانيان ٿو ته سندن مطلب هو شيءِ شڪل خريد ڪرڻ جو. پر جيتري خريداريءَ جو پيسو وٽن موجود هوندو هو، اوتري جيڪر هڪڙوئي ماڻهو ڏهن منٽن ۾ ڪري سگهي. پر انهي هوندي به سڀ ڀاتي،

گهڻو ڪري زالون، گهڻين گهمڻ، تماڪ ڇڪڻ يا ناس ڏيڻ ۾ ڏينهن جو گهڻو ڀاڱو گذاريندڙيون هيون. آچر جي ڏينهن اڪثر هو ڪنهن وڏي مجلس ۾ ويندا هئا. جن جن تعلقن ۾ آءٌ ويس، اتي ڀوڪن جي پيدائش اڪثر گروي ٿيل هئي ۽ شيدي آبادڪار گهڻو ڪري قرضي هوندا هئا. اتي جي سرڪار ٻهراڙي وارن ڀاڱن ۾ اسڪول جون جايون جوڙائي نه سگهي، تنهنڪري اڪثر ٻارن کي ديولين ۾ يا ڪاٺ جي ڀنگين ۾ پڙهائيندا هئا. ڪيترائي ڀيرا مسافري ڪندي مون ڏٺو ته جيڪا جاءِ اسڪول جي ڪم ايندي هئي، تنهن کي سياري ۾ گرم رکڻ لاءِ ڪوبه بندوبست ڪونه هوندو هو ۽ تنهنڪري ايوان ۾ ٻاهر ٻارڙي ڀوندي هئي ۽ ماستر توڙي شاگرد ضرورت وقت گرم يا سرد ٿيڻ لاءِ جاءِ ۾ پيا ايندا ويندا هئا. ڪن ٿورين حالتن کان سواءِ مون کي ڏسڻ ۾ آيو ته انهن ٻهراڙيءَ جي اسڪولن جا پڙهائيندڙ پنهنجي ڪم لاءِ پورا پڙ به نه هئا ۽ اخلاق به چڱا نه هوندا هئن. ٽن مهينن کان پنجن تائين اسڪول ۾ پڙهڻ جو ڪم هلندو هو، پوءِ موسمي موڪل ملندي هئي. اسڪولن ۾ سواءِ سادي ڪٺري ڪاري بورڊ يا تختي جي ٻيو ڪوبه پڙهائڻ جو سامان ڪونه هوندو هو. مون کي ياد آهي ته هڪڙي ڏينهن

آءٌ هڪڙي سچي ڪاٺ جي پنگيءَ ۾ ويس، جتي اسڪول هوندو هو، ۽ پنج شاگرد ڏٺم، جن سڀني هڪڙي ڪتاب تان سبق پئي پڙهيو. منجهان ٻه، ڪتاب وچ تي جهليو بيٺا هئا، سندن پٺيان وري ٻين ٻن سندن ڪلهن تان جهاتي پائي پئي پڙهيو ۽ پنجين وري انهن ڇئني جي پٺيان سندن ڪلهن تان جهاتي پئي پاتي.

جيڪي مٿي سون اسڪول جي جاين ۽ پڙهائيندڙن بابت چيو آهي، سو ديولن ۽ پادرين سان به لاڳو ٿو ٿئي.

مسافري ڪندي مون کي ڪن مزي جهڙن ماڻهن سان گڏجڻ جو اتفاق ٿيو. ٻهراڙيءَ وارن ماڻهن جي خيالن جي هن مثال مان خبر پوندي. هڪڙي پيري مون کي ياد آهي ته هڪڙو شيدي گڏيم، جو اٽڪل سٺ ورهين جو هو. مون چيومانس ته ”پنهنجي ننڍي هوندي جو ڪو احوال ٻڌاءِ.“ تڏهن هن چيو ته ”آءٌ ورجينيا ۾ ڄائو هوس ۽ ١٨٤٠ ۾ الاباما ۾ وڪائو هوس.“ مون پڇيس ته ”ٻيا گهڻا توسان گڏ وڪاڻا.“ هن چيو ته ”اسين مڙيئي پنج ڄڻا هئاسين. آءٌ هوس، منهنجو ڀاءُ هو ۽ ٻيا ٽي خچر هئا.“

ٽسڪجيءَ جي آس پاس ٻهراڙيءَ ۾ مهينو کن سفر ڪندي جيڪي مون ڏٺو، تنهنجي مٿي ڏنل بيان مان مرضي آهي ته منهنجي پڙهندڙ دل تي رکن ته گهڻيون

بهتر حالتون به مون کي ڏسڻ ۾ آيون، جن مان ماڻهوءَ کي گهڻي همت ۽ ترغيب ٿي آئي. جيڪي مون ڏٺو، سو مختصر طرح بيان ڪيو اٿم، انهي لاءِ ته هيٺ پڙهو صاف ڏيکاريان ته انهي قوم ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون سڌاري جون ڦيريون گهيريون ٿيون، نه فقط ٽسڪجيءَ جي اسڪول جي وسيلي، پر ڪي ٻين اسڪولن جي وسيلي به.

## باب اٺون

## ڪڙهه ۽ ڪڪڙخاني ۾ اسڪول پڙهائڻ

آءٌ مجيان ٿو ته مسافريءَ واري مهيني ۾ جيڪي مون ڏٺو ۽ جيڪا مون تپاس ڪئي، تنهن منهنجي دل کي گهڻو ملول ڪيو. انهن ماڻهن کي سڌارڻ جو ڪم ڏاڍو مشڪل نظر آيو. آءٌ رکو هڪڙو چٽو هوس ۽ مون ائين ٿي چاتو ته منهنجي ٿوري گهڻي ڪوشش مان گهڻي فائدي نڪرڻ جي اميد ڪانهي. مون کي شڪ هو ته آءٌ ڪجهه به ڪري نه سگهندس ۽ تنهنڪري ڪوشش ڪرڻ تي دل نه ٿي ٿيم.

انهي مهيني ڪسن جي سفر ڪرڻ ۽ شيدين ۽ انڌين ماڻهن جي احوال معلوم ڪرڻ کان پوءِ هڪڙي ڳالهه

جي سا سون کي بلڪل پڪ ٿي ۽ آها هيءَ هئي ته انهن ماڻهن کي سڌارڻ جي لاءِ نئين انگلنڊ ۾ جيڪو تعليم جو رستو جاري هو، فقط تنهنجي نقل ڪرڻ ڪان ڪي ٻيو وڌيڪ ڪرڻ ضرور آهي. جيڪو بندوبست جنرل آرمسٽرانگ هامپٽن ۾ رکيو هو، سو سون ڏٺو ته نهايت فائدي وارو هو. جن ماڻهن ۾ آءٌ سهينو ڪن رهيو هوس، تن مان ڪي ٻار ڏهاڙي انهن کي ٻه ٽي ڪلاڪ ڪتاب پڙهائڻ منهنجي نظر ۾ اجايو وقت وڃائڻو هو.

ٽسڪجي جي شهري ماڻهن سان صلاح ڪري ۴ تاريخ جون سنه ١٨٨١ جي، جيڪا ٻنگي ۽ ديول اسڪول جي ڪم لاءِ هٿ ڪئي وئي هئي، تنهن ۾ اسڪول کولڻ جو ارادو ڪيم، گورا توڙي ڪارا ۽ ڳاڙها ماڻهو انهي نئين اسڪول جي کلڻ ڪري ڏاڍا خوش ٿيا ۽ کلڻ واري ڏينهن جو انتظار ڪرڻ لڳا. ٽسڪجي جي آس پاس ڪيترا ماڻهو هئا، جن کي اهو بندوبست نئي وڻيو. هن ظاهر ڪيو ته ڪارن ماڻهن کي انهي مان ڪو فائدو ڪونه ٿيندو، بلڪ ٻنهي قومن جي وچ ۾ تڪرار ٿيڻ جو امڪان آهي. ڪن جي راءِ اها هئي ته جيئن جيئن شيدي ماڻهن کي زياده تعليم ملندي ويندي، تيئن تيئن ملڪي ڪمن ۽ فائدن ۾ آهي گهٽ ڪمائتا ٿيندا ۽ انهن جو قدر گهٽ

ٿيندو. انهن ماڻهن کي اهو ڊپ هو ته تعليم جو نتيجو اهو ٿيندو ته شيدي پوک جو ڪم ڇڏي ڏيندا ۽ خانگي نوڪريءَ جي لاءِ به پوءِ آهي مشڪل هٿ اچي سگهندا.

جن گورن ماڻهن کي انهي نئين اسڪول جي کلڻ تي اعتراض هو، تن ائين ٿي چاتو ته شيدي جڏهن پڙهي رهندا، تڏهن ڏکهي ٽوپي ڍڪيندا ۽ قيمتي عينڪ پائيندا ۽ ڏيک وارو لڪڻ هٿ ۾ کڻندا ۽ نرم دستانا ڍڪيندا ۽ عمدا بوٽ پائيندا ۽ هر طرح ٽنڊ ٽوپي ڪندا. انهن ماڻهن جي نظر ۾ تعليم جو پيو ڪوبه نتيجو ڏسڻ ۾ نه ٿي آيو.

اسڪول جي کولڻ ۾ جيڪي مشڪلاتون مون کي پيش آيون تن ۾، ٿوري انهي ڪان پوءِ جي اوڻيهه ورهيه آءٌ آتي رهيس، تن ۾ اسڪول جي سيني خيرخواهن مان فقط به ڄڻا هئا، جن سان آءٌ هميشه صلاح مصلحت ڪندو هوس. انهن مون کي هر طرح جي مدد ٿي ڏني ۽ انهي ڪم ۾ منهنجي فتحيابي گهڻي قدر انهن جي وسيلي ٿي. اهي به ڄڻا آءٌ رکو مثال ۽ نموني طور ڏيان ٿو. هڪڙو گورو آهي جو اڳي غلام رکندو هو، يعني مسٽر جارج ڪئمپ بيل، ٻيو شيدي آهي جو پاڻ اڳي هڪڙو غلام هو، يعني مسٽر ليوئز ائڊمس. اهي ٻئي ماڻهو هئا

جن **جنرل آرمسٽرانگ** کان گهڻو ڪجهه سکيو هو. **مسٽر ڪئمپ بيل** هڪڙو وڏو واپاري ۽ ڪوٺيدار آهي ۽ تعليم جي ڪم جو گهڻو آزمودو ڪونه اٿس. **مسٽر اڊمس** هڪڙو ڪاريگر ماڻهو هو ۽ جن ڏينهن ۾ هو غلام هوندو هو، تن ڏينهن ۾ جتين جوڙڻ ۽ گهوڙن جي زينن ٺاهڻ ۽ ٽين جي ڪم ڪرڻ جو ڌنڌو ڪندو هو. عمر ۾ هڪڙو ڏينهن به ڪنهن اسڪول ۾ نه پڙهيو، مگر غلاميءَ وارن ڏينهن ۾ ڪنهن طرح پڙهڻ لکڻ سکي پيو هو. شروع کان وٺي هنن ٻنهي ماڻهن تعليم جي رٿ جيڪا سون رٿي هئي، سا ڏٺي ۽ مون سان همدردي ڪيائون ۽ انهي ڪوشش ۾ مون کي مدد ڏنائون. جن ڏينهن ۾ اسڪول جي هلائڻ لاءِ پيسو موجود نه هو، تن ڏينهن ۾ به، جڏهن ڪڏهن **مسٽر ڪئمپ بيل** کان مدد گهربي هئي، تڏهن هو حتي المقدور مدد ڪندو هو. مطلب ته ٽسڪجيءَ ۾ اسڪول جي واڌاري ۽ جٽاءَ جي نسبت ۾، اهڙا ڪي پيا ٻه ڪين هئا، جي اڳي پاڻ غلام ۽ غلام رکندڙ هئا، ۽ جن جي صلاح ۽ هدايت تي آءٌ هر طرح هليس.

مون کي هميشه اهو خيال پئي رهيو آهي ته **مسٽر اڊمس** جو اهڙو قابل ۽ مضبوط دل وارو ماڻهو ٿيو،

سو گهڻو ڪري هن سبب ڪري ته غلاميءَ وارن ڏينهن ۾ هن کي ساڳئي وقت ۾ ٽن ٻولين جي تعليم ملي هئي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو هاڻي ڏکڻ وارين رياستن ۾ وڃي پڇا ڪندو ته شيدين جي قوم ۾ ڪهڙو تمام هوشيار ۽ معتبر ماڻهو آهي ته ڏهن حالتن مان پنجن ۾ آءٌ ڀانيان ٿو ته ماڻهو ضرور اهو شيدي ڏيکاريندا، جو غلاميءَ جي ڏينهن ۾ ڪو ٻولو سکيو هوندو.

جنهن ڏينهن صبح جو اهو اسڪول کليو، انهي ڏينهن ٽيهه شاگرد داخل ٿيڻ لاءِ آيا. سيکاريندڙ فقط آءٌ هڪڙو هوس. شاگردن مان به قريب اڌ مڙس هئا ۽ اڌ زالون. انهن مان گهڻا ماڪان ڪائونٽيءَ جا رهاڪو هئا، جنهن ۾ خود ٽسڪجيءَ جو مکيه شهر هو. گهڻن ئي ٻين شاگردن داخل ٿيڻ ٿي گهريو، پر ٺهرائي اهو ٿيل هو ته رکيو پندرهن ورهين چمار وارا شاگرد وٺجن، جن کي اڳي به ٿوري تعليم مليل هجي. انهن ٽيهن مان گهڻا ته سرڪاري اسڪولن جا ماستر هئا ۽ منجهان ڪي ته قريب چاليهن ورهين جا به هئا. انهن ماسترن سان گڏ سندن ڪي اڳوڻا شاگرد به آيا ۽ امتحان وٺڻ ڪان پوءِ مزي جي ڳالهه اها هئي ته ڪيترائي شاگرد پنهنجن اڳوڻن ماسترن ڪان مٿئين ڪلاس ۾ داخل ٿيا. اها به مزي جهڙي ڳالهه،

هئي ته آنهن مان ڪن ته گهٽائي وڏا وڏا ڪتاب پڙهيا هئا ۽ وڏن وڏن مضمونن کان پوري طرح واقف هئا. انهن وڏن ڪتابن ۽ وڏن مضمونن تـي هـو فخر ڪندا هئا. ڪي ته لئٽن بہ پڙهيل هئا ۽ هڪ ٻہ گريڪ يا يوناني ٻولي بہ ڄاڻندا هئا. انهي ڪـي هـو تعريف جهڙي ڳالهہ ڄاڻندا هئا.

مسافريءَ وارو مهينو، جنهنجو مٿي ذڪر ڪيو اٿم، تنهن ۾ هڪڙو جوان ساٿهو ڏٺم، جو اڳي ڪنهن هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو هو. انهي کـي ڏسـي مون کـي ڏاڍو ارمان ٿيو، ڇا لاءِ جو هو هڪڙي ڀڳنگي ۾ ويٺو هـو، ڪپڙا ميرا سڙيا هئس، چوڏاري گند ڪچرو پيل هوس ۽ اڳيءَ ۽ باغيچو ڪکن ۽ گاهہ سان ڀريو پيو هوس. اهڙي هنڌ ويٺي فرينچ گرامر پڙهيائين.

ٻهريـن آيلن شـاگردن کـي صرف نحو ۽ حساب جـي ڏکين ۽ مشڪل قاعدن ياد ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو، مگر اهي قاعدا حياتيءَ جي روز مره جي ڪمن سان ڪيئن لڳائجن، تنهنجو نڪو خيال هون، نڪا خبر هين. واپاري حساب ڪتاب جي چالاڪيءَ بابت هـو مون سان پنهنجي نسبت ۾ گهٽيون ئي ڳالهيون ڪندا هئا، مـگر سگهوئي مون کي معلوم ٿيو ته منجهان يـا آس پاس وارن

ماڻهن مان ڪنهن جو به ڪنهن بئنڪ يا ڪوٺيءَ سان حساب ڪتاب رکيل ڪونه هو. شاگردن جي نالن داخل ڪندي مون کي معلوم ٿيو ته گهڻو ڪري هر ڪنهن شاگرد جي نالي ۾ هڪڙو يا زياده وچ جا اکر هئا. جڏهن جان . ج. جونس نالي ۾ جيم بابت مون پڇا ڪئي ته ڇاٽو ڏيڪاري، تڏهن مون کي اهو جواب مليو ته اهو انهي ماڻهوءَ جي لقبن مان هڪڙو آهي. گهڻن شاگردن جي تعليم وٺڻ جو مدعا اهو هو ته اسڪول ماستر ٿي گهڻا پيسا ڪمائين.

جيڪي انهي نسبت ۾ هنن بابت چيو اٿم، تنهن هوندي به انهن شاگردن کان وڌيڪ شوق ۽ خواهش وارا جوان ماڻهو، مرس توڙي زالون، مون ڪڏهن نه ڏٺا آهن. هميشه جڏهن هنن کي ڪا چڱي شيءِ ڏيکاربي هئي تڏهن هو خوشيءَ سان آها سگهندا هئا. مون پڪو ارادو ڪيو هو ته ڪتابن جي نسبت ۾ هنن کي شروع ئي ۾ پڪي ۽ چڱي بنياد تي رکان. سگهوئي مون کي معلوم ٿيو ته هنن مان گهڻن اڳي رڳو وڏن نالن واريون ڳالهيون پڙهيون هيون، مگر آهي پوري طرح نه ٿي آين. هو صحرا يا چين جي گادي جو هنڌ مصنوعي ڌرتيءَ جي گول تي ڏيکاري سگهندا هئا، مگر ڇوڪرين کي اها خبر نه هئي

تہ ماني کائڻ جي ميز تي کائڻ ۽ ڇُرين رکڻ جي کهڙي پوري جاءِ آهي، يا ماني ۽ گوشت کهڙي هنڌ رکڻ گهرجي.

جيڪو شاگرد ڪعب جو بنياد ڪڍڻ ۽ ٻئنڪن جو حساب ڪتاب ۾ لاٿ سڪندو هو، تنهن کي ڏاڍي مشڪلات سان سمجهائي سگهندو هوس تہ سندس لاءِ پهرين ضروري ڳالهہ اها آهي تہ ڪوڙا پڪا ڪري.

هر هفتي ۾ شاگردن جو تعداد وڌندو ويو، ۽ مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ اچي قريب پنجاهہ ٿيو. مگر انهن مان گهڻن چيو تہ جڏهن اسان کي فقط ٻہ يا ٽي مهينا رهڻو آهي، تڏهن اسان جي مرضي آهي تہ مٿين ڪلاس ۾ داخل ٿيون ۽ جي تي سگهي تہ پهرئين ئي سال ۾ سَنَد حاصل ڪريون.

پهرين ڇهن هفتن جي پڇاڙيءَ ۾ هڪڙو نئون ۽ عجيب ماڻهو مون سان گڏجي پڙهائڻ لاءِ اسڪول ۾ آيو. اهو هو **مس آلو** يا **ٻيوٻسن**، جا پوءِ منهنجي زال ٿي. **مس ٻيوٻسن** اوهيو ۾ جائي ۽ انهي هنڌ جي سرڪاري اسڪول ۾ هن ابتدائي تعليم پاتي هئي. اڇا وڏي ڇوڪري هئي تہ هن ٻڌو هو تہ ڏکڻ ۾ پاڙهيندڙن جي گهرج آهي. هوءَ مسسپيءَ جي رياست ۾ وئي ۽ آتي

وچي تعليم ڏيڻ لڳي. پوءِ انهي شهر ۾ ڀاڙهڻ جو ڪم ڪندي هئي. اڇا مسسپيءَ ۾ پٽي پڙهايائين تہ سندس شاگردن مان هڪڙي ڪي مائي نڪتي. اتي جا ماڻهو اهڙو ڏچي ويا، جو ڪنهن بہ آنهي ڇوڪر جي سنڀال ڪرڻ نہ گهري. مس بيوبسن پنهنجو اسڪول ڪٽي بند ڪيو ۽ رات ڏينهن انهي ڇوڪر جي پاسي ۾ رهڻ لڳي، جيسين ڪ آهو چڱي ڀلو ٿيو. رخصت وارن ڏينهن ۾ جڏهن هوءَ پنهنجي اوهيو واري گهر ۾ هئي تہ ميمفس ۾ تمام خراب قسم جو وبائي پيلو تپ ملڪ ۾ پکڙڻ لڳو. اڳي ڪڏهن ڏکڻ ۾ اهڙي حالت ڪانہ ٿي هئي. جڏهن مس بيوبسن اها ڳالهہ ٻڌي، تڏهن هڪدم ميمفس جي ميئر ڏي تار موڪليائين تہ آءٌ انهي پيلي تپ وارن جي سنڀال ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. جيتوڻيڪ ڪيس اڳي ڪڏهن بہ اهو مرض نہ ٿيو هو، تڏهن بہ هن ائين ڪيو.

مس بيوبسن ڏکڻ ۾ جيڪو آزمودو حاصل ڪيو هو، تنهن مان معلوم هوس تہ ماڻهن کي فقط ڪتابي تعليم کان سواءِ پيو ڪجهہ وڌيڪ بہ گهرجي. هامپٽن ۾ تعليم جو جيڪو بندوبست جاري هو، تنهنجي خبر پئي هيس ۽ هن پڪو ارادو ڪيو تہ ڏکڻ ۾ بهتر ڪم ڪرڻ

لاءِ تيار ٿيڻ واسطي اهڙي تعليم جي گهرج آهي ۽ آها ڪيس حاصل ڪرڻ گهرجي. بوسٽن واري **مسز ميري هيمنوي** کي سندس چالاڪي ۽ هوشياري جي خبر پئي. تنهنجي مهرباني ۽ مدد سان **مس بيوبسن** پهرين هامپٽن ۾ سند حاصل ڪئي ۽ پوءِ هن کي ماساچزيٽس جي فريمنگهام واري سرڪاري نارمل اسڪول ۾ ٻه سال تعليم وٺڻ جو وجهه مليو.

فريمنگهام ڏي وڃڻ کان اڳي **مس بيوبسن** کي ڪنهن صلاح ڏني ته جڏهن تنهنجو رنگ هلڪو ۽ سانورو آهي، تڏهن انهي اسڪول ۾ پاڻ کي شيدياڻي نه سڏاءِ. انهن کي هن هڪدم ورندي ڏني ته پنهنجي قوميت ۽ نسل جي نسبت ۾ آءٌ ڪنهين به طرح ڪنهن کي ٺڳڻ يا ڀُلائڻ نٿي گهران.

فريمنگهام جي اسڪول مان سَنَد وٺڻ کان سگهوئي پوءِ **مس بيوبسن** ٽسڪجي ۾ آئي ۽ پاڻ سان گڏ گهڻائي تعليم ڏيڻ جي عمدن رستن جا قيمتي تازا خيال کڻي آئي. سندس اخلاقي هلت چلت ۽ پاڻ کي وساري ڇڏين کي فائدي رسائڻ جي عادت منجهس اهڙي هئي، جنهن جهڙي ڪنهن ٻئي ۾ مشڪل نظر ايندي. جهڙو **آلبويا** بيوبسن ٽسڪجي جي اسڪول جي آئينديءَ جي فتحيابي

جهڙو بنياد وڌو، اهڙو ڪنهين به ٻئي ماڻهوءَ نه وڌو.

پريندي ڪان وٺي آءٌ ۽ مس بيوبسن اسڪول جي آئندي سڌاري جي لاءِ ٻئي گڏجي صلاح ڪرڻ لڳاسين. شاگردن ڪتابن پڙهڻ ۽ ذهن وڌائڻ ۾ سڌارو ٿئي ڪيو، پر اهڙو هڪدم معلوم ٿيو ته جي اسان جي شاگردن جي دل تي ڪو هميشه جٽاءُ ڪندڙ اثر وهارڻو هو ته انهي لاءِ ڪتابن پڙهائڻ ڪان وڌيڪ ضرور ٻيو ڪي ڪرڻو هو. اهي شاگرد اهڙن گهرن مان آيا هئا، جتي هنن کي پنهنجي بت جي سنڀال سکڻ جو ڪو به وجهه ڪونه هو. ڏسڪجيءَ ۾ جن گهرن ۾ شاگرد ڪائيندا هئا، سي گهڻو ڪري سندن اصلوڪن گهرن ڪان ٿوروئي ڪي بهتر هئا. اسان جي مرضي هئي ته شاگردن کي وهنجڻ ۽ ڏند ۽ ڪپڙا صاف رکڻ سيکاريون. اهو به هنن کي سيکارڻ ٿي گهريوسين ته برابر ڪيئن ڪائجي ۽ جايون ڪيئن صفا رکجن. انهي ڪان سواءِ ڪو هڪڙو هنر به هنن کي سيکارڻو هوسين ۽ انهي سان گڏ محنت ۽ صرفي ۽ ڪفايت جي عادت به، انهي لاءِ ته اسڪول ڇڏڻ ڪان پوءِ هو چڱو گذران ڪري سگهن. اسان جو مطلب هو ته هنن کي نه رڳو ڪتاب پڙهڻ سيکاريون، پر ٻيون ڪي عملي ڳالهيون به سيکاريون.

اسان ڏٺو ته اسان جن شاگردن مان گهڻا ٻهراڙيءَ کان آيل هئا، جتي ماڻهو هڪڙي نه ٻئي قسم جي پوک تي تعلق رهندڙ هئا. اسان کي معلوم ٿيو ته وڏي نار وارين رياستن جا شيدي توڙي انڊين پوک تي گذران ڪندا هئا. جڏهن اها ڳالهه سچي هئي، تڏهن اسان جي مرضي هئي ته خبرداري ڪري پنهنجن شاگردن کي اهڙي تعليم ڏيون، جنهن ۾ پوک سان همدردي قائم رهي ۽ هو خوشيءَ سان ٻهراڙيءَ مان شهرن ۾ اچڻ ۽ پنهنجي منهن گذارڻ جي ڪوشش ڪن. اسان جي مرضي هئي ته هنن کي اهڙي تعليم ڏيون، جو هنن مان گهڻا ماستر ٿين ۽ ساڳئي وقت ۾ پنهنجن ٻهراڙيءَ وارن ڳوٺن ۾ موٽي وڃن ۽ اُتي جي ماڻهن کي ڏيکارين ته پوک جي ڪم ۾ نئين چالاڪي ۽ نوان خيال ڪيئن لڳائجن ۽ ماڻهن ۾ عقلي ۽ اخلاقي ۽ مذهبي سڌارو ڪيئن ڪجي.

اهي خيال ۽ احتياج اسان کي اهڙا ضروري ڏسڻ ۾ آيا ۽ ايترا گهڻا هئا، جو اسين مُنجهي پياسين. اسان کي ڇا ڪرڻو هو؟ اسان وٽ فقط هڪڙي پراڻي ڀنگي ۽ هڪڙي سچي ديول هئي، جا ٽسڪجيءَ جي رحمدل شيدين مهرباني ڪري شاگردن کي پڙهائڻ جي لاءِ ڏني هئي. شاگردن جو تعداد روز بروز وڌندو ويو. جيئن جيئن

اسان ڀهراڙي جي ملڪ ۾ وڏيڪ سفر نه ڪيا ۽ انهن جو حال وڌيڪ معلوم ٿي ڪيوسين، تيئن تيئن اسان کي ڏسڻ ۾ ٿي آيو ته اسان جي ڪوشش مان جن ماڻهن کي اسان تعليم ڏيئي هوشيار ڪري سڌارڻ ٿي گهريو، تن جون ڪي "وريون گهرجون اسين پلي ٿي سکهاسين.

پري پري کان جيڪي شاگرد پئي آيا، تن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ مان، اسان کي زياده معلوم ٿيندو ويو ته انهن مان گهڻن جي خواهش اها هئي ته ڪين تعليم ملي ته هٿن جي پورهئي ڪرڻ کان ڇٽي پون. اها حقيقت هن ڳالهه مان معلوم ٿيندي، جا الاباما ۾ هڪڙي شيدي بابت اسان ٻڌي. هڪڙي ڏينهن آرڙهه ۾ جولائي مهيني منجهه هن وئوڻن جي پوک ۾ ڪم پئي ڪيو ته اوچتو ڪم بند ڪري منهن آسمان ڏي ڪري چوڻ لڳو ته "اي خاوند ڪپهه ۾ ايترو گاهه ٿي ويو آهي ۽ ڪم اهڙو سخت آهي ۽ سج اهڙو گرم آهي، جو انهي ڪاري ماڻهوءَ کي هتي تعليم ڏيڻ لاءِ سڏي وٺ."

اسڪول جي کلڻ کان ٽي مهينا پوءِ، جڏهن اسان کي پنهنجي ڪم بابت ڪجهه انتظار هو، تڏهن ٽسڪجيءَ جي شهر کان اٽڪل هڪ ميل کن پنڌ تي هڪڙي قديم سڃي زمين وڪامڻ لڳي. آتي هڪڙو وڏو گهر هو،

جتي انهي زمين جا مالڪ غلاميءَ وارن ڏينهن ۾ رهندا هئا ۽ جو باهه لڳڻ ڪري سڙي ويو هو. انهي زمين جي ڏسڻ ڪان پوءِ اسان جي نظر ۾ ائين آيو ته اهائي اهڙي جاءِ آهي، جتي اسين پنهنجي محنت جو ڪو اثر پيدا ڪري سگهنداسين.

پر آها اسين ڪيئن هٿ ڪريون؟ انهي جو ملهه ڪو گهٽو نتي گهريائون، فقط پنج سؤ ڊالر ٿي گهريائون— پر اسان وٽ پيسو هوئي ڪونه ۽ اسين انهي شهر ۾ پرديسي هئاسين ۽ ڪنهن جي به اسان تي پت ڪانه هئي. زمين جي مالڪ ايترو قبول ڪيو ٿي ته جي ڪيس اڍائي سؤ ڊالر اسين هڪدم ڏينداسين ۽ باقي اڍائي سؤ سال جي اندر ڏينداسين ته هو اسان کي آها والارڻ لاءِ ڏيندو. جيتوڻيڪ اها زمين پنجين سوين ڊالرين سستي هئي، تڏهن به جنهن وٽ ايتري رقم جو ڪو پاڳوئي ڪونه هو، تنهنجي لاءِ اها به گهڻي هئي.

انهي مشڪلات ۾ مون جرأت ڪري پنهنجي دوست جنرل مارشل ڏي لکيو، جو هامپٽن اسڪول جو خزانچي هو ۽ ساري حقيقت بيان ڪري پڌائي ماڻس ۽ منٿ ڪئي ماڻس ته اڍائي سؤ ڊالر خود منهنجي جوابداريءَ تي ڏئي. ٿورن ئي ڏينهن ۾ جواب آيو ته ” جي پيسا

هامپڻن اسڪول جا آهن، تن جي آڌاري ڏيڻ جو مون کي اختيار ڪونهي، مگر اها رقم آءٌ خوشيءَ سان پنهنجن خانگي پيسن مان ڏئي ٿو سگهان."

آءٌ قبول ٿو ڪريان ته انهي طرح انهن پيسن جي ملڻ ڪري آءٌ ڏاڍو حيران به ٿيس ۽ خوش به ٿيس. انهي وقت تائين منهنجي هڙ ۾ هڪڙي ئي وقت سؤ ڊالر به ڪين رهيا هئا ۽ ايتري رقم، جا مون جنرل مارشل کان گهري هئي، سا مون کي تمام وڏي ڏسڻ ۾ آئي. اها ڳالهه ته ايترن پيسن موٽائڻ جو آءٌ پاڻ جوابدار آهيان، سا منهنجي لاءِ تمام ڀاري هئي.

آءٌ هڪدم تيار ٿي نڪتس ۽ ٻئي هنڌ آئي اسڪول ڪڍيم. جنهن وقت اسان اها زمين وچي والاري، انهي وقت آنهي تي هڪڙي ڪوئي بيٺل هئي، جا اڳي ماني کائڻ جي ڪم ايندي هئي، هڪڙو پراڻو بورچيخانو هو، هڪڙي ڪڙهه هئي ۽ هڪڙو پراڻو ڪڪڙن جو ڏڙبو هو. ٿورن ئي هفتن جي اندر اهي سڀ جايون اسان کي ڪم اچي ويون. ڪڙهه کي مرمت ڪرائي ٻر زبان پڙهڻ واري جاءِ ڪئي سون ۽ دڙبي کي ته بروقت انهي ڪم ۾ لڳايوسين.

مون کي ياد آهي ته هڪڙي ڏينهن صبح جو هڪڙو

شيدي، جو نزديڪ ۾ رهندو هو ۽ جو ڪڏهن ڪڏهن مون کي مدد ڪندو هو، تنهن کي جڏهن مون چيو ته "اسان جو اسڪول ايترو وڏي ويو آهي، جو دڙهي کي به اسڪول جي ڪم آڻڻ ضرور ٿيو آهي. ڀلائي ڪري مون کي مدد ڏي ته سياڻي انهي جي چڱي صفائي ڪريون." تڏهن هن وڏي شوق سان ورندي ڏني ته "ائين ڪيئن ٿيندو؟ ڏينهن جي عرصي ۾ ته اهو دڙهو صفا ٿيڻ جو ناهي."

نئين جاءِ کي اسڪول جي ڪم جهڙي ڪرڻ جو سارو ڪم گهڻو ڪري شاگردن ڪيو. جڏهن ڀوياڙيءَ جو اسڪول جو ڪم بند ٿيندو هو، جڏهن اسان جايون ٺاهي ڪم جهڙيون ڪيون، تڏهن مون ارادو ڪيو ته زمين جو ٿورو ٽڪر صفا ڪري انهي تي ڪا پوک ڪريان. جڏهن تجويز مون انهن جوان ماڻهن کي بيان ڪري ٻڌائي، تڏهن مون ڏٺو ته اها ڳالهه هنن کي گهڻو وڻي ڪين. هو سمجهي نه ٿي سگهيا ته زمين صفا ڪرڻ ۽ تعليم جو پاڻ ۾ ڪهڙو واسطو آهي. تنهن کان سواءِ انهن مان گهڻا اسڪول ماستر هئا ۽ آهي پڇڻ لڳا ته "زمين صفا ڪرڻ جو ڪم اسان جي شان وٽان آهي ڇا؟" هنن کي انهي مونجهاري کان ڇڏائڻ لاءِ، ڏهاڙي ڀوياڙيءَ جو اسڪول جي ڪم لهڻ کان پوءِ، آءٌ پنهنجو ڪهاڙو

ڪٺي جهنگ ڏي ويندو هوس. جڏهن هنن ڏٺو تہ آءٌ ڪم ڪرڻ ڪان ڊنس نہ ٿي ۽ نہ شرم ٿي آيم، تڏهن هو زياده شوق سان مدد ڪرڻ لڳا. انهي طرح ڏهاڙي پوياڙيءَ جو اسين ڪم پيا ڪندا هئاسين، تان جو ويهہ ايڪڙ صفا ڪياسين ۽ آهي پوکياسين.

انهي وچ ۾ **مس بيوبسن** فرض ادا ڪرڻ جون نئي رٿون ڪيون. هن جي پهرين ڪوشش هئي رات جي مانيءَ جي مجلس ڪرڻ جي. هوءَ پاڻ نسڪجيءَ جي شهر ۾ گورن توڙي رنگ وارن ماڻهن جي گهرن ۾ وئي ۽ اها هنن کي قبول ڪرايائين تہ ڪانہ ڪا کاڌي جي شيءِ ڏين، جيئن تہ مٺائي، يا ڪوڪڪڙ يا ماني يا سمنبوسا، جي، انهي مجلس ۾ وڪامي سگهن. شيدي تہ ڏاڍي خوشيءَ سان اهڙيون شيون ڏيڻ لڳا، پر آءٌ هي چوڻ ٿو گهران تہ مون کي ياد آهي تہ **مس بيوسن** هڪڙي بہ گوري جي گهران اهڙيون ڪي شيون نہ گهريون، جي هنن نہ ڏنيون؛ انهي کان سواءِ بہ گهڻن رستن سان گورن ڪٽنبن اسڪول جي ڪم ۾ همدردي ڏيکاري ۽ مدد ڏني.

گهڻيون ئي اهڙيون مجلسون ڪيون ويون ۽ انهن مان موچاري چڱي رقم پيدا ٿي. پنهي قومن جي ماڻهن کان ملڪيون پيسن جو بخششون بہ ورتيون ويون. ٻڍن ٻڍن

شيدين جون بخششون اڪثر همدرديءَ جهڙيون هيون ۽ انهن مان گهڻن پنهنجا چڱا ڏينهن غلاميءَ ۾ گذاريا هئا. ڪڏهن هنن پنج سينٽ ڏنا، ڪڏهن پنجويهه سينٽ، ڪڏهن ته وري ڪا سوَرَ يا ڪجهه ڪماند ڏنو. هڪڙي شيدڻ زال، جا اٽڪل ستر ورهين عمر جي هئي، سا ته مون کي ياد آهي ته جڏهن اسان انهي زمين جي ملهه ڏيڻ لاءِ پيسا پئي گڏ ڪيا، تڏهن مون کي ڏسڻ آئي. جنهن جاءِ ۾ آءٌ ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيو ويٺو هوس، اتي لنگهي آئي. ڪپڙا ڦاٽا پيا هئس، مگر صفا هئس. اچي چوڻ لڳي ته "مسٽر واشنگٽن خدا ٿو ڄاڻي ته مون پنهنجي حياتيءَ جا چڱا ڏينهن غلاميءَ ۾ گذاريا آهن. خدا ٿو ڄاڻي ته آءٌ اڻ پڙهيل ۽ غريب آهيان، پر مون کي خبر آهي ته اوهين ۽ مس ڊيوڊسن ڇا لاءِ ڪوشش پيا ڪريو. مون کي خبر آهي ته اوهين شيدي قوم جي ماڻهن کي بهتر مڙس ۽ بهتر زالون ڪرڻ ٿا گهرو. مون وٽ پيسو ڪونهي، پر هي ڇهه بيضا حاضر آهن، جي مون بچائي پئي گڏ ڪيا آهن ۽ منهنجي مرضي آهي ته اهي ڇهه بيضا اوهين هنن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي تعليم جي ڪم ۾ لڳايو."

ٽسڪجي ۾ ڪم شروع ٿيڻ کان پوءِ اسڪول جي

لاءِ سون کي گهڻيون بخششون پڻ مليون آهن، مگر جهڙي اها بخشش منهنجي دل کي وڻي، اهڙي ٻي ڪا، نه وڻي.

# باب نائون

## انتظاريءَ جا ڏينهن ۽ بيخوابيءَ جون راتيون

الاباما ۾ انهي پهرئين ئي سال ۾ ناتال جي اچڻ ڪري اسان کي انهي هنڌ جي ماڻهن جي حياتيءَ جي حالت معلوم ڪرڻ جو وجهه مليو. پهرين ڳالهه جنهن اسان کي ناتال جي اچڻ جي يادگيري ڏياري، سا هئي بيشمار ٻارن جي ناتال ڪان اڳئين ڏينهن تي اچي ناتال جي بخشش لاءِ سوال ڪرڻ. فجر جو ٻن ۽ پنجن بجن جي وچ ۾ آءٌ پانيان ٿو ته پنجاهي کن ٻار انهي ڪم لاءِ آيا هوندا. اهو رواج ڏکڻ ۾ سيڪنهن هنڌ اڄ تائين هلندو اچي.

غلاميءَ وارن ڏينهن ۾ ڏکڻ وارين سڀني رياستن ۾ اڪثر اها رسم هوندي هئي ته ناتال جي ڏينهن ۾ شيدين توڙي انڊين ماڻهن کي هڪ هفتي جي موڪل ڏيندا هئا، يا جيسين ناتال وارو ٻنڊ ٻري ٻس ڪندو هو، تيسين هنن جي چوڻي هلي هلندي هئي. انهي قوم جا مڙس

ماڻهو ۽ اڪثر زالون به شراب پي مست ٿينديون هيون. اسان ڏٺو ته ناتال جي اڳئين ڏينهن کان وٺي ٽسڪجيءَ ۾ ۽ آن جي آس پاس ساري هفتي تائين شيدين ڪم بند ڪري ڇڏيو ۽ هن جي ڪم بند ڪرڻ کان وٺي نوروز جي گذرڻ تائين هنن کان ڪنهين به قسم جو ڪم وٺڻ مشڪل هو. جي ماڻهو ٻين وقتن تي گهڻو شراب نه پيئندا هئا، سي به ناتال واري هفتي ۾ گهڻو شراب پيئڻ مناسب سمجهندا هئا. چوڌاري خوشي هوندي هئي ۽ بندوقون، تپاچا ۽ باروت گهڻو ڪم ايندو هو. انهي وقت جي سڳورائي گهڻو ڪري اصلي وسري ويندي هئي.

انهي تاتال جي پهرينءَ موڪل ۾ آءٌ شهر کان ٿورو پري هڪڙي وڏي زميندار جي ماڻهن کي ڏسڻ ويس. غريبي ۽ اڻ پڙهيلائي جي حالت ۾ به هو جو اهڙي ٻاڪ ۽ پياري وقت ۾ خوشي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، سو ڏسي قياس پيو ايندو هو. هڪڙي پڻگيءَ ۾ مون ڏٺو ته جيڪي پنج پار هئا، تن حضرت عيسىٰ جي اچڻ جي يادگيري ڏيارڻ لاءِ هڪڙي ڦٽاڪن جي ٻيتي پاڻ ۾ وراهي ورتي. ٻي پنگي، جنهن ۾ ڇهه ست ماڻهو هئا، تن وٽ فقط ڇهن سيئٽن جيتري مٺائي هئي، جا هنن اڳئين ڏينهن گدام تان ورتي هئي. ٻئي هڪڙي ڪٽنب

۾ فقط ڪمانڊ جا ڪي نڪر هئا. اجا به هڪڙي ٻي پنگيءَ ۾ سون سادي ۽ سستي شراب جو هڪڙو نئون ڪوزو ڏٺو، جنهن مان مڙس ۽ زال ذري ٻئي پيتو، جيتوڻيڪ مڙس آتي جي پادرين ۽ وعظ ڪندڙن مان هڪڙو هو. ڪن ٿورن هنڌن تي مون ڏٺو ته ڪن ماڻهن ڪي رنگن وارا پتا هٿ ڪيا هئا، جي اشتهار جي ڪم لاءِ ٺاهيا ويا هئا ۽ آنهن سان پنهنجي دل پئي خوش ڪيائون. ٻين گهرن ۾ ڪٽنب جي ڀاتين مان هڪڙي هڪڙو نئون تپاچو ورتو هو. گهڻو ڪري انهن پنگين ۾ اهڙي ڪا به شيءِ ڏسڻ ۾ نه آئي، جا حضرت مسيح جي اچڻ جي يادگيري ڏياري، سواءِ انهي جي ته ٻنين ۾ ڪم بند ڪري گهر اچن. ناتال واري هفتي ۾ رات جو ڪوٺ جي هڪڙي پنگيءَ ۾ اڪثر تماشو ڪندا هئا. هڪڙي قسم جو چڱڪو ناچ ٿيندو هو، جنهن ۾ گهڻو شراب واپرندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن بندوقن هڻڻ ۽ پاڪين سان زخمين ڪرڻ جو به اتفاق ٿيندو هو.

انهي ناتال جي سير ڪندي مون ڪي هڪڙو ٻيو شيدي ڳڏيو، جو آتي جي بيشمار وعظ ڪندڙن مان هڪڙو هو. آنهي ڪوشش ڪري مون کي ٿي سمجهايو ته عدن جي باغ ۾ حضرت آدم جي حالت مان ظاهر آهي ته

خدا پورهئي تي لعنت ڪئي آهي ۽ تنهنڪري پورهيو ڪرڻ ماڻهوءَ جي هڪڙو گناهہ آهي. انهي حجت تي انهي ماڻهوءَ جيترو ٿي ٿي سگهيس، اوترو گهٽ ڪم تي ڪيو. انهي وقت هو نهايت خوش ڏسڻ ۾ ٿي آيو، چالاڪ جو هن سمجهيو ٿي ته هاڻي آءٌ انهي هفتي ۾ ٿو گذاريان، جو گناه کان اصل آزاد آهي.

اسڪول ۾ اسان ڪوشش ڪري شاگردن کي ناتال جي سچي معنيٰ ٿي سمجهائي ۽ سيڪاريوسين ٿي ته ڪيئن آها پوري طرح گذارجي. انهي ڪم ۾ اسين ٿورو گهڻو فتحياب ٿيا آهيون، جنهن ڪري آءٌ ايترو چئي ٿو سگهان ته انهي هنڌ جي آس پاس، ٿوري جتي جتي اسان جا شاگرد سنڌ حاصل ڪري ويا آهن، اتي هاڻي انهي وقت جي هڪڙي نئين معنيٰ آهي.

هينئر ٿسڪجيءَ ۾ ناتال ۽ عبادت واري وقت جي عمدي نشاني اها آهي ته اسان جا سندي شاگرد پاڻ کي وساري پنهنجو وقت ٻين کي، خصوصاً ڪم نصيب ماڻهن کي سک ۽ خوشي موجود ڪري ڏيڻ ۾ ٿا لڳائين. ٿورا ڏينهن ٿيندا جو اسان جي جوان ماڻهن مان ڪن پنهنجي موڪل جي وقت ۾ هڪڙي غريب محتاج ٻنجهتر ورهين جي عمر جي ٻڍي شيدڻ زال جي لاءِ هڪڙي ڀُنگي وري

جوڙي تيار ڪئي. پٺي وقت مون کي ياد آهي ته هڪڙي رات مون ديول ۾ ظاهر ڪيو ته هڪڙو تمام غريب شاگرد ڪوٺ نه هٿڻ ڪري سيءَ ٿو مري، تہ پٺي ڏينهن آنهي جي لاءِ مون وٽ ٻہ ڪوٽ اچي نڪتا.

مون سٽي ڏيکاريو آهي تہ ٽسڪجي جي شهر ۽ ان جي آس پاس وارا گورا ماڻهو اسڪول جي ڪم ۾ گهڻي مدد ڏيندڙ هئا. شروع ٿي ڪان وٺي مون ارادو ڪيو ته انهي اسڪول کي انهن ماڻهن جو سچو ۽ ضروري حصو ڪريان، جن ۾ اهو بيٺل آهي. مون پڪو ٺهراءُ ڪيو هو تہ ڪوبہ انهي جي نسبت ۾ ائين نہ چاڻي تہ اهو ڪو ڌاريون انتظام آهي، جو مٿان ڪري ماڻهن جي وچ ۾ اچي پيو آهي ۽ انهي جي لاءِ ڪوبہ جوابدار ڪونهي يا ڪنهن کي بہ انهي جو خيال ڪونهي. مون ڏٺو تہ زمين جي خريد ڪرڻ ۾ هنن جا پيسن جي مدد ڏني هئي، تنهن ڪري هنن گهڻو ڪري اسڪول کي پنهنجو ڪري ٿي چاتو. اهو بہ مون ڏٺو تہ جيئن اسان گورن ماڻهن کي خاطري ڪرائي تہ اهو اسڪول ماڻهن جي حياتي جو ڀاڱو آهي ۽ جيئن اسان هڪڙي هنڌ، مثلاً بوسٽن ۾ دوست ۽ خيرخواه پيدا ڪرڻ ٿي گهريا، تيئن جيئن ٽسڪجيءَ ۾ بہ ٿي گهرياسين، انهي لاءِ تہ سيني ماڻهن

کي هڪ جهڙو فائدو پهچايون. انهي ڪري هو به اسڪول تي زياده مهرباني ڪندا ويا.

هيٺ پروآءُ ثابت ڪري ڏيکاريندس، مگر هتي في الحال فقط هيترو چوڻ مناسب ٿو سمجهان ته منهنجي نظر ۾ جهڙو ٽسڪجيءَ ۽ الاباما جي ساري رياست ۽ ڏکڻ جي ساري پاڳي جا رهاڪو سچا ۽ زور وارا مددگار آهن، اهڙا ٻيا ڪي به ڪينهن. شروع ئي کان وٺي ڏکڻ ۾ مون پنهنجي قوم وارن کي صلاح پئي ڏني آهي ته هر طرح ايمانداري ۽ مروت سان پنهنجي پاڙيسريءَ سان دوستي گنڍين، پوءِ آهو شيدي هجي يا گورو هجي. مون هيءَ به صلاح پئي ڏني اٿن ته جتي ڪنهن اخلاقي خرابيءَ جو خطرو نه هجي، آتي ملڪي چوندن جي ڪمن ۾ مڪاني قومن جو خيال رکي ۽ پنهنجن دوستن سان صلاح مصلحت ڪري پوءِ رايون ڏين.

زمين جي قيمت ادا ڪرڻ لاءِ پيسن گڏ ڪرڻ جو ڪم مهينن جا مهينا پئي هليو. ٽن مهينن کان پوءِ ايتري رقم گڏ ٿي، جو جنرل مارشل کي ادائي سؤ ڊالر آڌارا ورتل موٽي ڏئي سگهياسين ۽ انهي کان پوءِ ٻين ٻن مهينن ۾ پنجئي سؤ ڊالر هٿ ڪياسين ۽ هڪ سؤ ايڪڙ زمين جو دستاويز مليوسين. انهي ڪري اسين نهايت خوش

ٿياسين. انهي ڪري نه رڳو اسڪول جي لاءِ هڪڙو پڪو هنڌ هٿ ڪيوسين، پر انهي جي قيمت جو گهڻو پاڱو ٿسڪجيءَ جي شهر جي گورن توڙي شيدين مان پيدا ڪيوسين. انهي ڪري اسان کي ڏاڍي خوشي حاصل ٿي. اهي پيسا گهڻو ڪري مجلسن ۽ تماشن ڪرڻ سان ۽ ٿورن ٿورن چندن ۽ بخششن گڏ ڪرڻ سان موجود ڪياسين.

انهي کان پوءِ اسان جي ڪوشش اها هئي ته زمين تي ڪا پوک ڪريون ۽ انهي مان ڪي آپايون ۽ سا ڳئي وقت ۾ شاگردن کي پوک ڪرڻ جي تعليم به ڏيون. ٿسڪجيءَ ۾ جيڪي ڌنڌا شروع ٿيا آهن، سي سڀ سيائي طرح پوري رستي سان پيدا ٿيا آهن، يعني جيئن اتي جي رهندڙن جون گهرجون پيدا ٿينديون ويون آهن، تيئن اهي به موجود ٿيندا ويا آهن. پهرين پهرين اسان آباديءَ جو ڪم ڪنيو، ڇا لاءِ جو اسان کي کائڻ لاءِ ڪي گهربو هو.

تنهن کان سواءِ گهڻا شاگرد ته اسڪول ۾ ڪي ٿورا هفتا هڪڙي ئي وقت رهي ٿي سگهيا، ڇا لاءِ جو ايترو پيسو موجود نه هون، جنهن مان ڪاڏي جو خرچ ڏئي سگهن. انهي طرح پورهئي جي بندوبست جي ضرورت هن ڪري پيدا ٿي ته شاگردن کي مدد ڏيڻ جي لاءِ اهڙا ڪي آپاءَ موجود ڪري ڏيٺا ٿيا، جن سان هو ايترو

ڪمائين، جو اسڪول جي ساليانيءَ نون مهينن واري عرصي ۾ اتي رهي ۽ پڙهي سگهن.

ٻهريون جانور جو اسڪول کي مليو، سو هڪڙو انڌو گهوڙو هو، جو ٽسڪجي جي ڪنهن گوري ماڻهوءَ ڏنو هو. شايد هتي ايترو ڏيکارڻ مناسب آهي ته هيئنر اسڪول جي ٻلي ۾ سون ڪان ٻه مٿي گهوڙا ۽ وڇيرا ۽ خچر ۽ ڳئون ۽ ڪابا ۽ ڏاند ۽ اٽڪل ست سؤ ننڍا وڏا سوئر ۽ بيشمار رڍون ۽ ٻڪريون آهن.

اسڪول ۾ شاگردن جو تعداد زياده ٿيندو ويو، تان جو زمين جي قيمت ڏئي ڇڏڻ ۽ آباديءَ جي ڪم شروع ڪرڻ ۽ پراڻين جاين جي مرمت ڪرائڻ کان پوءِ اسان هڪڙي وڏي پڪي عمارت جوڙائڻ جو خيال ڪيو. انهي بابت گهڻي ويچار ڪرڻ کان پوءِ نيٺ اسان هڪڙي عمارت جو نقشو جوڙايو. ۽ خرچ جو تخميمو ڪيوسين ته اٽڪل ڇهه سؤ ڊالر ٿيو. اها اسان جي لاءِ نهايت وڏي رقم هئي، مگر اسان ڄاتو ته ضرور اسڪول يا وڌندو ويندو يا گهٽبو ويندو، تنهنڪري جيسين شاگردن کي سندن گهرو حالت ۾ هٿ نه ڪنداسين، تيسين اسان جي پورهئي مان ڪوبه فائدو ڪونه ٿيندو.

انهي وقت ڌاري هڪڙو اتفاق ٿيو، جنهنڪري آءٌ

تمام گهڻو خوش ٿي، تيس ۽ حيرت ۾ ٿي پيس. جڏهن شهر ۾ اها ڳالهه مشهور ٿي وئي ته اسين هڪڙي نئين وڏي عمارت جي رٿ پيا ڪريون، تڏهن ڏکڻ واري پاڳي جو هڪڙو گورو ماڻهو، جنهن وٽ ٽسڪجيءَ جي نزديڪ ۾ ڪاٺ چيرڻ جو ڪارخانو هلندڙ هو، تنهن مون کي چيو ته "انهي زمين تي عمارت جوڙڻ جسي لاءِ جيڪو ڪاٺ جو سامان گهرجبل آهي، سو آئي گڏ ڪندس، بشرطيڪ اوهين فقط وات سان اهڙو انجام ڪريو ته جڏهن اوهان وٽ پيسو موجود ٿيندو، تڏهن انهي جسي قيمت ڏيندؤ." مون صاف دليءَ سان هن کي ٻڌايو ته "في الحال اسان وٽ انهي ڪم لاءِ هڪڙو ڊالر به هٿ ۾ ڪونهي." انهي هوندي به هن زور ڪيو ته زمين تي گهرجبل سامان آئي گڏ ڪرڻ جي موڪل ڏيو. ان موجب جڏهن اسان وٽ ٿورا پيسا اچي گڏ ٿيا، تڏهن اسان هن کي موڪل ڏني.

مس ڊيوڊسن وري ٽسڪجيءَ ۾ ان جي ويجهو گورن توڙي شيدين مان نئين عمارت جي لاءِ ڪيترن ئي رستن سان ننڍا ننڍا چندا گڏ ڪرڻ لڳي. آءٌ پانيان ٿو ته ڪا به ٻي قوم ڪنهين به ٻئي ڪم جي ڪري اهڙي خوش نه هئي، جهڙي اها شيدين جي قوم انهي نئين عمارت جي جڙڻ ڪري هئي. هڪڙي ڏينهن جڏهن عمارت شروع

ڪرڻ جي لاءِ به سن گڏ ڪرڻ واسطي مجلس ڪئي سين،
تڏهن هڪڙو ٻيو جنگ ڪان اڳي وارو شيدي چوويهه
ميل پنڌ جا ڪري آتي آيو ۽ پاڻ سان هڪڙي ڏکي ڳاڏيءَ
۾ هڪڙو وڏو سوئر ڪٺي آيو. اچا اسان جي مجلس پئي
هلي ته هو وچ ۾ آٿي بيٺو ۽ چوڻ لڳو ته "مون وٽ ڪوبه
ڪونهي، جو ڏيان، ليڪن مون وٽ ٻه چڱا پاليل سوئر آهن،
انهن مان هڪڙو عمارت جي خرچ جي چندي لاءِ آندو
اٿم." پڇاڙيءَ ۾ چيائين ته "جنهن به شيدي کي پنهنجي
قوم سان ڪا محبت هوندي يا پنهنجي لاءِ ڪا عزت
هوندي، سو بي مجلس ۾ هڪڙو سوئر آڻيندو." انهي قوم
جي ڪيترن ئي ماڻهن عمارت جي جوڙڻ لاءِ ڪن ڏينهن
جي پورهئي جي ڪمائي چندي طرح ڏني.

جڏهن ڏسڪجيءَ ۾ جنهن مدد ملڻ جو امڪان هو،
سا وٺي رهياسين، تڏهن **مس بيوب سن** ارادو ڪيو ته
انهي ڪم لاءِ اتر واري پاسي ڏي وڃي. ڪن هفتن
تائين هن ماڻهن کي پئي ڏنو ۽ ديول ۽ آچر وارن اسڪولن
۾ ۽ بين اهڙين جاين تي تقريرون پئي ڪيون. هن کي
اهو ڪم البت تڪليف جهڙو نظر اچڻ لڳو. اسڪول جي
آتي گهٽي خبر ڪانه هئي، مگر سکهوئي اتر ۾ جيڪي چڱا
چڱا ماڻهو هئا، تن سڀني جو مٿس ويساه جمڻ لڳو.

اتر مان جنهن پهرئين ماڻهوءَ کا بخشش ڏني، سا نيويارڪ جي هڪڙي سکر زال هئي، جا مس ٻيوٻسن کي انهي جهاز تي گڏي، جنهن ۾ هوءَ اتر ڏي ٿي وئي. گفتگو ڪندي آها اتر واري شريف زال ٻسڪجيءَ واري بندوبست جي ڪوشش لاءِ ايترو خيال ڏيکاريو، جو موڪلائڻ ڪان اڳي هن مس ٻيوٻسن کي پنجاهه ڊالرن جي هنڊي ڏني. اسان جي ٻاڻ ۾ شادي ٿي، تنهن ڪان ٿورو وقت اڳي ۽ پوءِ ٻ مس ٻيوٻسن آتر ۾ پيسا پئي گڏ ڪيا ۽ ڏکڻ ۾ انهي ڪم لاءِ ماڻهن سان ملاقات پئي ڪيائين ۽ لکچر هم پئي هلايائين. ساڳئي وقت ٽسڪجيءَ واري اسڪول ۾ ٻ پئي پڙهايائين ۽ پين جي ڪم تي ٻ نظرداري پئي ڪيائين. انهي ڪان سواءِ ٽسڪجيءَ ۽ ان جي ويجهو وڏي عمر وارن ماڻهن کي ٻ پئي پڙهايائين ۽ شهر ۾ آچر جي ڏينهن واري ڪلاس کي ٻ تعليم پئي ڏنائين. هوءَ ضعيف هئي، ليڪن جنهن ڪم سان ايتري محبت ۽ ايترو شوق هوس، تنهن ۾ پنهنجي ساري قوّت خوشيءَ سان صرف ڪندي هئي. اڪثر سارو ڏينهن ٽسڪجي جي ڪم جي نسبت ۾ ماڻهن کي شوق ڏيارڻ لاءِ هڪڙي دڪان پئي در ڏي پئي ويندي هئي، تنهنڪري اهڙو ٿڪجي پوندي هئي، جو رات جو سمهڻ

لاءِ ڪپڙا ئي بدلائي نہ سگهندي هئي. بوسٽن ۾ هڪڙي شريف زال، جنهن وٽ هوءَ ويندي هئي، تنهن کان ڏينهن ڪان پوءِ مون کي چيو تہ ”هڪڙي پيري مس ب يوب سن مون کي ڏسڻ آئي ۽ پنهنجو نالو اندر موڪليائين پر ڪيس ڏسڻ کان اڳي ٿورو وقت مون کي ترسڻ ضرور پيو ۽ جڏهن وري صفي ۾ آيس، تڏهن مس ب يوب سن کي اهڙو ٿڪل ڏٺم، جو هن کي ننڊ ڪٽي وٺي هئي.

پهرين عمارت جا اسان جوڙائي، تنهن کي برڪلن واري مسٽر پورٽر جي نالي جي پٺيان برڪلن هال سڏيو ويو، جو انهي صاحب آن جي جوڙائڻ لاءِ وڏي رقم ڏني هئي. تنهن کان پوءِ اسان کي پئسي جي گهرج گهٽي ٿيڻ لڳي. مون پنهنجي هڪڙي قرضخواه کي انجام ڏنو هو تہ فلاڻي ڏينهن آءٌ توکي چار سؤ ڊالر ڏيندس. انهي ڏينهن صبح جو اسان وٽ هڪڙو ڊالر بہ موجود نہ هو. ڏهين بجي اسڪول ۾ ٽپال آئي ۽ انهي ۾ مس ب يوب سن جي موڪليل هنڊي اچي پهتي، جا پورن چئن سؤن ڊالرن جي هئي. اهڙي قسم جا آءٌ ڪيترا پيا مثال بہ ڏئي سگهندس. اهي چار سؤ ڊالر بوسٽن جي ٻن ليڊين ڏنا هئا. انهي کان پوءِ ورهين پوءِ جڏهن ٽسڪجيءَ جو ڪم گهڻو هلي رهيو ۽ اسان کي پيسي جي تمام گهڻي گهرج ٿي، تڏهن ساڳين

ٻن ٻوسٽن جي ليڊين اسان ڏي ڇهه سؤ ڊالر موڪليا. انهي بخشش ماڻ ڪري اسان کي جا خوشي ٿي ۽ حيرت لڳي، سا ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر آهي. هتي هيترو به وڌيڪ ذڪر ڪرڻ مناسب آهي ته چوڏهن ورهين تائين انهن ساڳين خيرخواهن هر سال ڇهن هزارن ڊالرن ڏيڻ سان اسان کي مدد ڏني ڪئي.

اڃا نئين عمارت جا نقشا جڙي تيار ٿيا ته شاگردن بنياد کوٽڻ جو ڪم شروع ڪيو. پڙهڻ جو ڪم پورو ٿيندو هو ته هو هر روز آهو ڪم ڪندا هئا. اڃا هنن پوريءَ طرح اهو خيال نه ڇڏيو هو ته هٿن سان پورهيو ڪرڻ سندن لائق نه آهي، جو هو آتي پڙهڻ آيا هئا نه ڪمائڻ. پر نيٺ درجي بدرجي مون ڏٺو ته هنن جو خيال ڪم جي فائدي ۾ ٿيندو ويو ۽ انهي ڪري آءٌ ڏاڍو خوش ٿيس. ڪن ڏينهن جي سخت پورهئي کان پوءِ بنياد کوٽجي تيار ٿي ويو ۽ ڪنڊ واري پهڻ رکڻ جو ڏينهن مقرر ڪيو ويو.

جڏهن انهي ڳالهه جو خيال ٿو ڪجي ته ڪنڊ وارو پهڻ ڏکڻ واري پاڳي جي وچ ۾ رکيو ويو، يعني ڪاري طوق ۾، ملڪ جي انهي پاڳي جي وچ ۾، جنهن ۾ غلام گهڻا هوندا هئا، ۽ انهي وقت غلاميءَ کي بند ٿئي الٽڪل سورنهن ورهيه ٿيا هئا، ۽ انهي وقت کان فقط سورنهن ورهيه

اڳي جيڪو به ماڻهو ڪنهن شيديءَ کي ڪتاب پڙهڻ سيکاريندو هو، تنهن کي قاعدي موجب سزا ملندي هئي يا عام راءِ انهي جي برخلاف ٿيندي هئي؛ جڏهن اهي سڀ ڳالهيون خيال ۾ ٿيون آڻجن، تڏهن انهي بهار جي ڏينهن ٽسڪجيءَ ۾ جيڪو تماشو ٿي گذريو، سو نهايت عجيب هو. آءٌ ڀانيان ٿو ته دنيا ۾ ڪي ٿوريون جايون هونديون، جتي اهڙو تماشو ٿيو هوندو.

مکيه تقرير آنربل وابي ٿامپسن ڪئي، جو آنهي پاسي جي تعليم جو سپرنٽنڊنٽ يا نظر ڪندڙ هو. ڪنڊ واري پهڻ جي چوڌاري ماستر ۽ شاگرد ۽ انهن جا مائٽ ۽ دوست ۽ آس پاس جا سڪر گورا ماڻهو ۽ ڪيترا شيدي مڙس ۽ زالون، جي ٿورا ورهيه اڳي انهن ساڳين گورن جا غلام هوندا هئا، سي سڀ اچي گڏ ٿيا. ٻنهي قومن جي ماڻهن کي اهو شوق هو ته انهي ڪنڊ واري پهڻ هيٺ ڪانه ڪا يادگيريءَ جهڙي نشاني رکن.

عمارت جي پوري ٿيڻ کان اڳي اسان کي ڪي تمام مشڪل وقت درپيش آيا. ڪيترائي ڀيرا انهي ڳالهه جي ڪري اسان کي ڏاڍي دلگيري ۽ غمگيني ٿيندي هئي ته پيسن گهرڻ وارا تنگ طلبي ڪندا هئا ۽ اسان وٽ پيسو موجود ڪونه هوندو هو. جيڪي مشڪلاتون اسان کي

ڏسٽيون پيون، تن جي پوري خبر آنهي کي نہ پوندي، جنهن هر مهيني اهو انتظار نہ ڪيو هوندو تہ عمارت جو ڪم بہ هلائي ۽ اسڪول جو بندوبست بہ پورو رکيو اچي ۽ پيسي پيدا ڪرڻ جو رستو بہ ڪونہ سُجهيس. پهرين سالن ۾ ڏسڪجيءَ ۾ مون کي ياد آهي تہ راتين جون راتيون منهنجي ننڊ ڦٽي ويندي هئي ۽ آءٌ هنڌ تي پيو ليٽندو هوس، جو پيسي موجود ڪين جي پڪ نہ هئڻ ڪري ڳڻتي رهندي هئي. مون ڄاتو ٿي تہ اسين انهي ڳالهہ جي آزمائش ٿا وٺون تہ شيدين جي لاءِ هڪڙي وڏي اسڪول جو قائم ڪرڻ ۽ هلائڻ ممڪن آهي يا نہ. مون ڄاتو ٿي تہ جي اسين انهي ڪم ۾ فتحياب نہ ٿياسين تہ ساري قوم کي شڪست پهچندي. مون ڄاتو ٿي تہ فتحيابيءَ جو گهٽو امڪان ڪونهي. مون ڄاتو ٿي تہ جي گورا ماڻهو اهڙو وڏو ڪم شروع ڪن ها تہ ضرور فتحياب ٿين ها، پر پنهنجي قوم جي حالت ۾ مون سمجهيو ٿي تہ اسان جي فتحياب ٿيڻ تي ماڻهو حيران ٿي ويندا. انهن سڀني ڳالهين جو بار اسان تي گڏ ٿيندو ويو، ۽ ڪنهن مهل تہ ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو تہ اهو بار اهڙو ڳرو آهي، جهڙو هڪ چورس انچ تي هزار پائونڊ.

پر اسان جن سڀني مشڪلاتن ۽ ڳڻتين ۾ آءٌ جنهين بہ

گوري يا ڪاري ماڻهوءَ وٽ ٽسڪجيءَ جي شهر ۾ مدد لاءِ ويس، انهي پنهنجي وسعت آهر حتي الامڪان مدد ڏني. ڪيترائي ڀيرا جڏهن هزارن ڊالرن جي چڪ ٽيندي هئي، تڏهن آءٌ ٽسڪجيءَ جي پنجن ڇهن گورن کان ننڍيون ننڍيون رقمون آڏاريون وٺي ڪم ٽپائيندو هوس. هڪڙي ڳالهه جو ته مون شروع ئي کان پڪو ارادو ڪيو هو ته اسڪول جي پت قائم رکيو اچان، سو انهي بابت آءٌ مبالغي کان سواءِ چئي ٿو سگهان ته ايترن ورهين ۾ آها اسين قائم رکندا آيا آهيون.

مسٽر جارج ڪئمپ بيل، جنهنجي نسبت ۾ مون مٿي چيو آهي ته هن جنرل آرمسٽرانگ کي چئي مون کي ٽسڪجيءَ ڏي موڪليو، تنهنجي هڪڙي صلاح آءٌ هميشه ياد رکندس. مون ڪم شروع ڪيو، تنهن کان پوءِ سگهوئي مسٽر ڪئمپ بيل مون کي ٻيءَ وانگي نصيحت ڪري چيو ته "واشنگٽن ياد رکج ته پت هڪڙي موڙي آهي."

هڪڙي ڀيري، جڏهن اسان کي پيسي جي ڏاڍي ڀيڙ هئي، تڏهن مون سارو حال وڃي جنرل آرمسٽرانگ سان ڪيو. سواءِ دير جي، هن وٽ جيڪا ٻه ٻچت پنهنجي ڪم لاءِ موجود هئي، تنهنجي هُن هنڊي مون کي ڪڍي

ڏني. رڳو انهي دفعي جنرل آرمسٽرانگ ٽسڪجيءَ کي اهڙي مدد نہ ڏني، پر گهٽائي دفعا ڏنائين. آءٌ پانيان ٿو تہ مون اها ڳالهہ ڪڏهن بہ ظاهر نہ ڪئي آهي.

سال ١٨٨٢ جي آرڙهہ ۾، اسڪول جي پهرئين سال پوري ٿيڻ تي، مون سالڊن ۾ مس فئني سمٿ سان شادي ڪئي. اسان ٽسڪجيءَ ۾ گهرگهاٽ جو بندوبست شروع ڪيو. ماستر هينئر وڌي چار ٿيا هئا، تن جي لاءِ بہ اهو گهر ٿي پيو. منهنجي زال کي بہ هئمپٽن جي اسڪول جي سند مليل هئي. اسڪول جي ڪم ۾ ڏاڍي محنت ۽ شوق ڪان پوءِ ۽ گهر جي بندوبست ڪرڻ ڪان پوءِ سنہ ١٨٨٤ جي مئي مهيني ۾ منهنجي زال وفات ڪئي. انهي سان مون کي هڪڙي ڌيءَ پورشيا واشنگٽن ڇائي.

منهنجي زال شروع ٿي کان پنهنجو سارو خيال ۽ وقت اسڪول جي ڪم ۾ لڳايو ۽ سيڪنهن ڳالهہ ۾ مون سان همراه ۽ هم صلاح هوندي هئي. پر اسڪول جي ڪم جي اميد ڪيلن نتيجن جي ڏسڻ کان اڳي ويچاري گذري وئي.

# باب ڏهون

## ڪڪن بنان سرن ٺاهڻ ڪان به مشڪل ڪم

ٽسڪجيءَ ۾ شروع ٿي ڪان وٺي مون پڪو ارادو ڪيو ته شاگردن کان نه فقط پوک جو ڪم ڪرايان، پر خود سندن عمارت جوڙڻ جو ڪم به ڪرايان. منهنجي رت هئي ته انهي ڪم ڪندي هنن کي پورهئي جا نوان ۽ عمدا رستا سيکاريان، ته نه رڳو اسڪول کي انهن جي محنت مان فائدو حاصل ٿئي، پر شاگرد پاڻ به معلوم ڪرڻ سکن ته پورهيو ڪمائتي ۽ چڱي ۽ شريف شيءِ آهي، ۽ ايتروچاڻن ته پورهئي جو مطلب مزوري ۽ هلاڪي ناهي، پر پورهيو اهڙي چڱي شيءِ آهي، جنهن کي جيڪر سندس ذاتي چڱائي ڪري پسند ڪجي. منهنجي رت هئي ته هنن کي اڳوڻي دستور موجب پورهيو ڪرڻ نه سيکاريان، پر هنن کي ڏيکاريان ته قدرتي طاقتون، جيئن ته هوا، پاڻي، ٻاڦ، برقي قوّت ۽ ڪلن جي قوّت ڪان پنهنجي پورهئي ۾ ڪيئن مدد وٺن.

پهرين ته گهڻن انهي ڳالهه تي اعتراض آندو ته عمارت شاگردن کي ڪمارائي ٺهرائجي، پر مون پڪو ارادو ڪيو ته ائين ڪجي. جن انهي رٿ کي پسند نه ٿي ڪيو،

تن کي مون چيو ته اسان جي پهرين عمارت ۾ آزمودگار ڪاريگرن جي عمارت جهڙي عمدي ۽ آسائش جهڙي نه ٿيندي، مگر سڌاري ۽ خودياوري ۽ خوداعتباريءَ جي سيکارڻ ۾ شاگردن جي پنهنجي عمارت پاڻ ٺاهڻ ڪري جيڪو فائدو ٿيندو، سو عمارت جي خوبصورتي ۽ آسودگيءَ کان وڏيڪ آهي.

جن کي اها منهنجي تجويز پسند نه هئي، تن کي مون هيئن به چيو ته اسان جا گهڻا شاگرد غريب آهن ۽ ڏکڻ جي ڪپاهه ۽ ڪمانڊ ۽ سارين وارين ديهن کان ٿا اچن، تنهن ڪري جيتوڻيڪ مون کي پڪ آهي ته هو چڱي جڙيل عمارت ۾ رهڻ ڪري خوش ٿيندا، ته به مون چاتو ته سڌاري جو سياڻي رستو اهو آهي ته هنن کي پنهنجي عمارت پاڻ جوڙڻ سيکارجي. مون کي خبر هئي ته هو چوڪون ڪندا، پر اهي چوڪون هنن کي آئيندي لاءِ چڱا ۽ ڪمائتا سبق سيکاريندڀون.

ٽسڪجيءَ جي اسڪول قائم ٿئي هينئر اوڻيهه ورهيه گذري ويا هئا. انهي ساري عرصي ۾ شاگردن جي هٿان پورهئي ڪرائڻ واري تجويز قائم رهندي آئي آهي. هيستائين انهي هنڌ ننڍيون وڏيون چاليهه عمارتون جڙيون آهن. انهن مان چئن کان سواءِ ٻيون سڀ سموريون شاگردن

جي هٿن جون جڙيل آهن. انهي جو هي به هڪڙو وڏيڪ نتيجو ٿيو ته سوين ماڻهوڏ ڪرڻ ۾ پڪڙي پيا آهن، جي انهن اسڪول جي عمارتن جوڙڻ مان ڪاريگر ٿي پيا آهن. اها ڪاريگري ۽ استادي هاڻي هڪڙن شاگردن ڪان پين ڪي حاصل ٿيندي اچي، تان جو هينئر ڪنهين به قسم يا قد جي عمارت سڄي ساري اسان جا سيڪاڙيندڙ ۽ شاگرد ڪنهن به ٻئي ڪم ڪرڻ واري جي لاءِ ٻاهر وڃڻ ڪان سواءِ نقشي ٺاهڻ ڪان وٺي بجليءَ جي روشنائي لڳائڻ تائين جوڙي سگهندا آهن.

ڪيترائي ڀيرا ائين ٿيو آهي ته ڪنهن نئين شاگرد کي رنگ جا نشان يا ڪپ جا وڏ ڪڍي عمارت جي خوبصورتي بگيڙي ڇڏي آهي ۽ پوءِ ڪنهن جهوني شاگرد هن کي ياد ڏياري ڇڏيو آهي ته "ائين نه ڪر. اها اسان جي عمارت آهي. مون مدد ڏئي اهي نشان ڪرايا آهن."

اسڪول جي اوائل وارن ڏينهن ۾ آءٌ ڀانيان ٿو ته سرن جوڙڻ جي ڪم ۾ مون کي گهڻي مشڪلات پيش آئي. جڏهن اسان پوک جو ڪم چڱي طرح شروع ڪيو، تڏهن انهي ڪان پوءِ ٻي ڪوشش سرن جوڙڻ جي ڪم جي ڪرڻ لڳاسين. عمارتن جي ٺاهڻ ۾ اسان کي سرون گهربل هيون؛ پر انهي ڪم جاري ڪرڻ لاءِ هڪڙو ٻيو به سبب

هو. شهر ۾ سرن جوڙڻ جو هنڌ هوئي ڪونه ۽ اسان جي پنهنجي گهرج ڪان سواءِ ٻين ماڻهن کي سرن جي گهٽي گهرج هئي، جي آهي خريد ڪرڻ لاءِ تيار هئا.

موسيٰ جو توريت ۾ پڙهيو هو ته ”بني اسرائيل ڪڪن ڪان سواءِ لاچار ٿي سرون جوڙيندا هئا.“ تنهنڪري هميشه انهن سان منهنجي همدردي هوندي هئي، پر انهن وانگي اسان کي وري پيسي ۽ آزمودي ڪان سواءِ سرن جوڙڻ جو ڪم ڪرڻو پيو.

پهرين ته اهو ڪم سخت ۽ ڪٺو هو، تنهنڪري شاگردن جي مدد ملڻ ۾ البت مشڪلات ٿي. جڏهن سرن جوڙڻ جو وارو آيو، تڏهن ڪتابن پڙهڻ سان گڏ هٿن جي پورهئي جي نسبت ۾ هنن جو ناراضپو ظاهر ٿيڻ لڳو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ گپ جي ڪڏ ۾ گوڏن تائين بيهڻ ڪو وڻندڙ ڪم نه هو. گهڻائي شاگرد بيزار ٿي اسڪول ڇڏي هليا ويا.

سرن جي لاءِ مٽيءَ جي ڪڏ هٿ ڪرڻ ڪان اڳي اسان کي ڪيترائي هنڌ آزمائڻا پيا. آءٌ هميشه سمجهندو هوس ته سرن جوڙڻ جو ڪم تمام آسان آهي، پر آزمودي سان معلوم ٿيو ته انهي ڪم لاءِ خاص ڪاريگري ۽ واقفيت جي ضرورت آهي، خاص سرن پچائڻ جي ڪم ۾. گهٽي

ڪوشش ڪان پوءِ اسان اٽڪل پنجويهه هزار سرون جوڙي پچائڻ لاءِ ڪوري ۾ وڌيون. پر اهو ڪورو نيٺ ڪري پيو، جو آهو برابر جڙيل نه هو ۽ پوري طرح پچايل به نه هو. پر اسان هڪدم اهو ڪم ٻئي ڪوري تي شروع ڪيو. پر اهو به، ڪنهن سبب ڪري خراب ٿي پيو. آنهي ڪوري ڪرڻ ڪري شاگردن کي ڪم ۾ شامل ڪرڻ ۾ وڏيڪ مشڪلات پيدا ٿي. انهي هوندي به، ڪيترائي ماستر جن کي هامپٽن ۾ ڪاريگريءَ جي ڪم جي تعليم مليل هئي، تن خوشيءَ سان مدد ڏيڻ جي ڪئي ۽ انهي ڪري ڪنهن طرح سان ٽيون ڪورو پچائڻ لاءِ تيار ڪيوسين. ڪوري جي پچائڻ ۾ هڪڙو هفتو لڳي ويندو هو. هفتي جي پڇاڙيءَ ۾ جڏهن اسان کي اميد هئي ته ٿورن ڪلاڪن جي اندر اسان وٽ هزارين سرون موجود ٿي وينديون، تڏهن اڌ رات ڌاري اوچتو ڪورو ڪري پيو. ٽيون ڀيرو به اسان جو پورهيو اجايو ٿيو.

انهي پوئين ڪوري جي ڪرڻ ڪري مون وٽ هڪڙو ڊالر به نه رهيو، جنهن سان وري پيو ڪورو ٻاري سگهون. گهڻن ماسترن صلاح ڏني ته سرن جوڙڻ لاءِ ڪابه ٻي وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ نه گهرجي. انهن ڳٽين جي وچ ۾ مون کي هڪڙي واچ يا گهڙيءَ جو خيال آيو. جا

گهڻا ورهيه اڳي مون کي ملي هئي. اها واچ آءٌ مانٽگامريءَ جي شهر ۾ ڪٺي ويس، جو آتان پري نه هو ۽ هڪڙي دڪان تي وڃي گهه رکيم. انهي تي پندرهن ڊالر هٿ ڪيم، جن سان سرن جوڙڻ جو ڪم وري شروع ڪرڻو هوم. آءٌ موٽي ٽسڪجي آيس ۽ انهن پندرهن ڊالرن جي مدد سان آهي سڀ آپاءَ گڏ ڪيم، جي ڪم همٿي ۽ دل شڪستگيءَ جي ڪري بند ٿي ويا هئا ۽ پوءِ سرن جوڙڻ جي چوٿين ڪوشش ڪيم. انهي پيري اسين فتحياب ٿياسين ۽ انهي ڪري ڏاڍا خوش ٿياسين. ٻئي وڏيڪ پيسي هٿ اچڻ ڪان اڳي واچ جو مدو اچي پورو ٿيو ۽ انهي ڪان پوءِ مون وري واچ جو منهن نه ڏٺو آهي؛ پر انهي جي هٿان وڃڻ ڪري مون کي ڪڏهن به ارمان ڪونه ٿيو.

سرن جوڙڻ جو ڌنڌو هينئر اسڪول ۾ اهڙو ضروري شمار ۾ اچڻ لڳو، جو گذري موسم ۾ اسان جن شاگردن ٻارنهن لک سرون اول نمبر جهڙيون جوڙيون، جي ڪنهين به هنڌ چڱي ملهه تي وڪامڻ جهڙيون هيون. تنهن ڪان سواءِ ڪيترائي جوان ماڻهو انهي ڪم ۾ قابل ٿي ويا آهن، يعني جهڙو هٿ سان سرن جوڙڻ جي ڪم ۾، تهڙو ڪل سان جوڙڻ جي ڪم ۾، ۽ آهي هينئر ڏکڻ جي گهڻن ڀاڱن ۾ انهي ڌنڌي ۾ مشغول آهن.

انهن سرن جوڙڻ مان آءٌ ڏکڻ جي ننهي قومن جي پاڻ ۾ واسطيداريءَ جي نسبت ۾ هڪڙو ڪمائتو سبق سکيس. گهڻائي گورا ماڻهو، جن جو اسڪول سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو ۽ نہ ڪا همدردي هئي، سي سرن خريد ڪرڻ لاءِ اسان وٽ آيا، ڇا لاءِ جو هنن ڏٺو تہ اسان جون سرون تمام عمديون هيون. هنن کي معلوم ٿيو تہ اسين سچي پچي ماڻهن جي گهرج پيا پليون. انهن سرن جي جوڙڻ ڪري آس پاس رهڻ وارا گهڻا گورا ماڻهو سمجهڻ لڳا تہ تعليم ملڻ ڪري شيدي ماڻهو نالائق نٿا ٿين، بلڪ اسين پنهنجن شاگردن کي تعليم ڏيڻ ڪري پنهنجي قوم کي زياده دولتمند ۽ سکيو ٿا ڪريون. پاڙي وارا ماڻهو اسان وٽ سرن خريد ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. تنهنڪري اسين انهن سان واقف ٿيندا وياسين، هو اسان سان واپار ڪندا هئا ۽ اسين هنن سان ڪندا هئاسين. اسان جون واسطيداريون هڪبئي سان گڏجڻ لڳيون. اسان وٽ ڪا شيءِ هئي، جا هنن کي گهربي هئي ۽ هنن وٽ ڪا شيءِ هئي، جا اسان کي گهربي هئي. انهي ڪري اسان جي وچ ۾ آهو مزي جهڙو سلوڪ پيدا ٿيو، جو آنهي پاڳي ۾ اسان ۽ گورن ماڻهن جي وچ ۾ هلندو اچي ۽ جو هاڻي ساري ڏکڻ ۾ پکڙي ويو آهي.

جتي ڪٿي ڏکڻ ۾ اسان جن سرن جوڙڻ وارن مان ڪو ويو آهي، آتي اسين ڏسون ٿا تہ جن ماڻهن ۾ ويو آهي، تن کي فائدو پهچايو اٿس ۽ انهن جو سک وڌايو اٿس، ايترو ڪي ڪيو اٿس، جنهن ڪري اهي ماڻهو سندس احسانمند رهيا آهن ۽ شايد ڪنهن قدر انهي تي ڀروسو به رکيو اٿن. انهي طرح ٻنهي قومن جي وچ ۾ گهڻي ڀلائي پيدا ٿي آهي.

منهنجو آزمودو آهي تہ انسان جي طبيعت اهڙي ڪا شيء آهي، جا ڪنهن به ماڻهوء جو ڪم سچائي ۽ انهي جو انعام ڏئي سگهي ٿي، پوء آهو ڪم ڪهڙي به رنگ واري ڪُل ۾ هجي. هيترو به مون کي معلوم ٿيو آهي تہ جيڪي ڏسي سگهجي ٿو ۽ ڇهي سگهي ٿو، سو اڪثر گهڻي قدر تعصب ۽ ڀرم کي گهٽ ڪري ٿو. جيڪو عمدو گهر ڪنهن شيديء جوڙيو آهي، سو ڏسڻ سان انهي ڪان ڏهه ڀيرا زياده اثر پيدا ڪري ٿو، جو ويهي دفتر لکي بحث ڪجي تہ هي گهر هيئن جوڙڻ گهرجي يا جوڙي ٿو سگهجي.

انهي سا ڳئي اصول تي پرينديءَ ڪان اسان وٽ ڀنهنجن ڳاڏين جوڙڻ جي هنري تعليم ڏيڻ ۾ پئي آئي آهي. هيئنر اسين ڀنهنجي زمين تي ٻنيء جي ڪم ۾، توڙي اسڪول جي ڪم ۾ ڪيترين ئي ڳاڏيون لڳايون ٿا، جي سڀ

اسان جن شاگردن جي هٿن جون جڙيل آهن. تنهن کان سواءِ اهي ساڳيون گاڏيون اسين پڻ کي ، ملڪ تي جوڙي ڏيندا آهيون. انهن جو به ماڻهن جي دلين تي ساڳيو اهڙو اثر آهي، جهڙو سرن جوڙي ڏيڻ جو، ۽ جيڪو ماڻهو ڏسڪجيءَ ۾ گاڏين جوڙڻ ۽ مرمت ڪرڻ جو ڪم سکي ٿو، سو جتي وڃي ٿو آتي پنهنجي قومن جي ماڻهن کي فائدي رسائڻ وارو شمار ڪجي ٿو. جن ماڻهن منجهه هو رهي ٿو ۽ ڪم ڪري ٿو، سي آسانيءَ سان وري هن کي ڇڏڻ نٿا گهرن.

جيڪو ماڻهو خلق کي ڪهڙبل شيءِ موجود ڪري ڏئي ٿو، سو نيٺ به نالو ڪڍي ٿو ۽ پوءِ هن جي ذات جي ڪوبه پڇا ڪونه ٿو ڪري. مثلاً هڪڙو ماڻهو ڪنهن هنڌ انهي ڪم لاءِ وڃي ٿو ته اتي جي ماڻهن کي يوناني ٻوليءَ جي جملن جي ترڪيب ۽ تفريق سيکاري. اهي ماڻهو انهي وقت انهي ترڪيب ۽ تفريق جي لاءِ شايد تيار نه هوندا، يا انهن کي انهي جي گهرج ئي ڪانه هوندي، ته به سرن ۽ گهرن ۽ گاڏين جي گهرج انهن کي ضرور هوندي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهي شيون موجود ڪري ڏيندو، سو نيٺ پهرين انهن شين جي گهرج ۽ چڪ پيدا ڪندو ۽ انهي چڪ سان گڏ انهن شين جي

قدرداني به پيدا ٿي سگهي ٿي ۽ انهن مان فائدو به حاصل ٿئي ٿو.

جنهن وقت اسان سرف جو پهريون ڪورو پوري طرح پڇايو، تنهن وقت ڏاري شاگرد ڏاڍي زور سان انهي ڪم سکڻ کان اعتراض اٿارڻ لڳا. ايشتائين ملڪ ۾ اها ڳالهه مشهور ٿي وئي هئي ته جيڪو شاگرد ٽسڪجي ۾ ٿو اچي، سو ڪهڙي به وسعت وارو هجي، ته به هڪڙو نه ٻيو هنر سکي ٿو نڪري. شاگردن جي مائٽن کان ڪيترا خط پهتا، جن ۾ زور سان لکيو هئائون ته جيسين ڇوڪرا اسڪول ۾ آهن، تيسين هنن کي پورهيو نه ڪرائجي. ڪي مائٽ ته پاڻ اسڪول ۾ اچي روبرو اعتراض ظاهر ڪرڻ لڳا. گهڻن نون شاگردن ته پنهنجن مائٽن جو خط يا پيغام آندو ته اسين پنهنجن ٻارن کي سواءِ ڪتابن جي ٻيو ڪي به ڪين سيکارڻ ٿا گهرون. جيئن ڪتاب گهٽا ٿي ٿيا، جيئن وڏا ٿي ٿيا ۽ جيئن انهن جا نالا ڏکها ٿي ٿيا، تيئن شاگرد ۽ سندن مائٽ وڌيڪ خوش ٿي ٿيا.

مون انهن اعتراضن تي ڪوبه ڌيان ڪونه ڏنو، مگر وچهه وٺي آءٌ ملڪ جي گهڻن ڀاڱن ۾ ويس، انهي لاءِ ته شاگردن جي مائٽن سان مخاطب ٿي انهن کي هنري تعليم جا فائدا سمجهايان. تنهن کان سواءِ آءٌ هميشه

شاگردن سان انهي بابت ذڪر پيو هلائيندو هوس. جيتوڻيڪ هنري کي ماڻهن کي پسند نہ هوندو هو، تہ بہ اسڪول ۾ شاگردن جو تعداد ايترو وڌندو ويو، جو ٻئي سال جي وچ ۾ اٽڪل ڏيڍ سؤ جي حاضري هئي، جن مان الاباما رياست جي گهڻو ڪري سڀني ڀاڱن جا ۽ ڪي ٿورا ٻين رياستن جا هئا.

سال ١٨٨٢ جي آرڙهہ ۾ آءٌ ۽ مس بيوب سن ٻئي چڱا آتر ڏي ويا سين ۽ پنهنجي نئين عمارت جي پوري ڪرڻ لاءِ چندي گڏ ڪرڻ ۾ مشغول ٿياسين. آتر ڏي ويندي آءٌ نيويارڪ ۾ رهجي ويس، انهي لاءِ تہ آتي جي هڪڙي وڏي پادري ڪان سفارش جو خط وٺان، جو انهي سان ڪي ورهيہ اڳي منهنجي سڃاڻپ ٿي هئي. هن خط تہ ڏنو، مورڳو مون کي زور سان صلاح ڏنائين تہ "هڪدم موٽي وڃ ۽ پيسن گڏ ڪرڻ جي نہ ڪر، جو تو کي موٽي وڃڻ جيترا ڀاڙي جا پيسا مس گڏ ٿي سگهندا." آءٌ سندس صلاح جي شڪرگذاري ڪري پنهنجي سفر تي اڳتي هليس.

اتر جو پهريون شهر جنهن ۾ آءٌ ويس، سو نارٿ هامپٽن هو ۽ آتي اڌ ڏينهن تہ آنهي ڳولا ۾ هوس تہ ڪو اهڙو شيدي ڪٽنب لهان، جنهن وٽ رهان ۽ ماني کان، ڇا لاءِ جو پڪ هيم تہ ڪنهين بہ هوٽل ۾ مون کي نہ

وٺندا. پر مون کي حيرت تڏهن لڳي، جڏهن ڏٺم ته هوٽل ۾ رهڻ جي ڪابه مشڪلات ڪانه ٿيندي.

اسان گهٽائي پيسا گڏ ڪيا، جنهن ڪري انهي سال شڪرگذاري واري ڏينهن اسان پورڙ هال ۾ پهريون پيرو نماز پڙهي، اگرچ آها عمارت اڃا پوريءَ طرح تيار نه ٿي هئي.

شڪرگذاري جي خطبي پڙهڻ لاءِ مون ڪنهن ماڻهوءَ هٿ ڪرڻ واسطي هيڏي هوڏي نهاريو ته هڪڙو اهڙو عجيب انسان ڏٺم، جنهن جهڙو ڪڏهن به نه ڏٺو اٿم. اهو هو پادري رابرٽ بيبفرب، جو وسڪانسن جو هڪڙو گورو هو ۽ انهي وقت مانڱامريءَ جي ننڍي شيدين واري ديول جو پادري هو. خطبي پڙهائڻ لاءِ جڏهن آءٌ ڪنهن ماڻهوءَ هٿ ڪرڻ واسطي مانڱاءري ٿي ويس، تڏهن مون کي مسٽر بيبفرب جي ڪابه خبر ڪانه هئي، ۽ نه هن کي منهنجي خبر هئي. هن خوشيءَ سان ٽسڪجيءَ ۾ اچڻ ۽ شڪرگذاريءَ جو خطبو پڙهڻ قبول ڪيو. اها پهرين ئي انهي قسم جي نماز هئي، جا شيدين پڙهي ۽ انهي ۾ هنن ڏاڍو شوق ۽ صدق ڏيکاريو. نئين عمارت ڏسڻ ڪري آهو ڏينهن هنن جي لاءِ هميشه شڪرگذاريءَ جو هو، جو وري ڪڏهن به وساري نه

سکيا هوندا.

مسٽر بيب فرب اسڪول جو هڪڙو سرپرست ٿيڻ قبول ڪيو ۽ انهي ڪري انهي جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ وارو به ٿيو ۽ تڏهن کان وٺي ارڙهن ورهيه برابر انهي سان واسطو رکيو اچي. انهي عرصي ۾ هن اسڪول جي ڪم ۾ دل و جان سان ڪوشش پئي ڪئي آهي ۽ جڏهن هو انهن جي لاءِ ڪا خدمت چاڪري ڪندو آهي، تڏهن نهايت خوش ٿيندو آهي، پوءِ آها خدمت چاڪري ڪهڙي به خسيس هجي. هو سيڪنهن ڪم ۾ پاڻ کي مطلق وساري ڇڏيندو آهي. جتي ڪنهن ڪم جي گهرج هوندي آهي، آتي انهي جي اجازت وٺڻ لاءِ منتظر رهندو آهي، پوءِ پلي اهو ڪم ڪراهت جهڙو هجي ۽ ٻيو ڪوبه انهي جي ڪرڻ وارو نه هجي. هن سان جيترو منهنجو واسطو رهيو، تيتري مان مون کي معلوم ٿي سگهيو ته جهڙو هو حضرت مسيح جي روح کي ويجهو پوندڙ هو، اهڙو ٻيو ڪوبه ماڻهو مون نه ڏٺو.

ٻورو پوءِ پرو هڪڙو ٻيو اسڪول جي ڪم ۾ اچي شامل ٿيو. آهو انهي وقت بلڪل جوان هو ۽ تازو هامپٽن مان آيل هو. انهي جي مدد کان سواءِ اسڪول اهڙو چڱو نه ٿئي ها، جهڙو هاڻ آهي. اهو هو مسٽر وارن لوگن،

جو ھي پويان سترنھن ورھيہ ساندہ اسڪول جو خزانچي ۽ منھنجي غير حاضريءَ ۾ ڪم ڪندڙ پرنسپال يا مک مُدرِّس ٿي رھيو آھي. ھن ھميشه ڪنھن درجي تائين خود فراموشي ۽ چالاڪي ۽ قابليت پئي ڏيکاري آھي، جنھن ڪري ڪيترو ٻ عرصو آءٌ غير حاضر رھيو آھيان تہ اسڪول چڱي حالت ۾ رھندو آيو آھي. پيسي جي تنگي ۽ مشڪلات جي وقت ۾ ٻ ھن ھميشه صبر سان فتحيابيءَ جو يقين پئي رکيو آھي.

جڏھن اسان جي پھرين عمارت پوري ٿيڻ ڪي ويجھي آئي، جنھن ڪري اسڪول جي پئي سال جي وچ ڌاري انھي جي پاڳي والارڻ جھڙا ٿياسين، تڏھن اسان شاگردن جي رھائڻ ۽ کارائڻ جو بندوبست شروع ڪيو. شاگرد تمام پري کان اچڻ لڳا ۽ ايترا گھٽا ٿي ويا، جو اسان چاتو تہ اسين اچا رکو مٿاچرو ڪم پيا ڪريون ۽ اصل گھرو حالت وارا شاگرد اچا اسان وٽ نٿا اچن.

اسان وٽ کائڻ وارا شاگرد موجود ھئا، جن جي لاءِ ڪاڌي جو بندوبست شروع ڪرڻو پيوسين. نئين عمارت ۾ اچا رڌڻ پچائڻ ۽ کائڻ وارين جاين جو بندوبست ٿيل ڪونہ ھو، پر اسان معلوم ڪيو تہ عمارت جي ھيٺان گھٽي مٽي ڪيڻ ڪري اسين موافق سوجھري وارو تھ خانو

جوڙي سگهنداسين، جو بورچيخانو ۽ کائڻ واري جاءِ جو ڪم ڏئي سگهندو. تنهنڪري وري به مون شاگردن کي خوشيءَ سان اچي ڪم ڪرڻ لاءِ چيو ته ته خانو ڪوٺي تيار ڪريون. هنن مدد ڪئي ۽ ٿورن ئي هفتن ۾ اسان کي رڌڻ ۽ کائڻ جي جاءِ ملي، جيتوڻيڪ آها تمام سادي ۽ گهٽ آسائش واري هئي. جيڪڏهن آها جاءِ هينئر ڪو ڏسندو ته ائين ڪين چائندو ته ڪنهن وقت ۾ آها ماني کائڻ جي ڪم ۾ ايندي هئي.

پر وڏي مشڪلات انهي ڳالهه جي هئي ته کاڌي جو بندوبست اهڙو ڪجي، جو ڀاڻهي پيو هلي ۽ انهي لاءِ جاءِ جي سامان جو يا پيسي سان ڪنهن شيءِ خريد ڪرڻ جو ضرور نه ٿئي. شهر جا واپاري گهربل کاڌي اڌاري ڏيڻ لاءِ تيار هئا. حقيقت ڪري انهن مهڙ وارن ورهين ۾ جيترو مون کي پاڻيءَ تي ويساهه هو، تنهن کان وڌيڪ ماڻهن کي ڏسڻ ۾ ئي آيو، ۽ تنهنڪري اڪثر مون کي مشڪلاتون پيش ايندريون هيون. تنورن کان سواءِ رڌڻ ۽ رڪابين کان سواءِ کائڻ ته مشڪل هو. ڀورين ته اڳوڻي رواج موجب رڌڻ جو ڪم جاءِ کان ٻاهر هلندو هو ۽ ديگڙا ۽ تيون باه تي رکي رڌيندا پچائيندا هئا. واڍن جا بينچ، جي عمارت جوڙڻ ۾ ڪم ايندا هئا، سي

ميزن جي بجاءِ ڪم اچڻ لڳا. باقي رڪابيون ڪي ٿوريون هيون، جن جو بيان ڪرڻ اجايو آهي.

انهي ڪاڏي جي بندوبست جي نسبت ۾ ڪنهن ڪي بہ اهڙي اميد نہ هئي تہ ٿهرايلن وقتن تي ماني پئي ملندي ۽ انهي ڪري گهڻي تڪليف ٿيندي هئي. سڀ ڳالهہ جي اهڙي بي بندوبستي هئي، جو پهرين ٻن هفتن تائين تہ سيڪنهن ڪاڏي جي وقت هڪڙي نہ ٻي شيءِ خراب ڏسڻ ۾ ايندي هئي. يا گوشت برابر رڌل نہ هوندو هو، يا مانيءَ ۾ لوڻ نہ پيو هوندو هو، يا چاءِ وسري ويندي هئي.

صبح جو سوير آءٌ ماني کائڻ واري جاءِ جي در تي بيٺو هوس تہ شاگردن دانهون پئي ڪيون. انهي ڏينهن تہ تمام گهڻيون دانهون ٿيون، ڇا لاءِ جو ساري ماني خراب ٿي وئي هئي. هڪڙيءَ ڇوڪريءَ کي اصل ماني ملي ئي ڪانہ ۽ هوءَ لاچار ٿي ناشتي جي بدران ڪوهہ مان پاڻي ڪڍي پيئڻ لاءِ وئي. جڏهن هوءَ ڪوهہ تائين وئي، تڏهن ڏٺي تہ رسو ڇنو پيو آهي ۽ پاڻي بہ ڪونہ ملي سگهيس. تڏهن ڪوهہ تان موٽي ڏاڍي نااميديءَ ۾ اچي چوڻ لڳي تہ "هن اسڪول ۾ اسان کي رڳو پاڻي بہ پيئڻ لاءِ نٿو ملي." هن کي اها خبر نہ هئي تہ آءٌ بيٺو ٻڌان، پر جيترو انهي هڪڙي دانهن منهنجي دل ڀڃي ڇڏي، اهڙي

بي ڪنهن نه ڀڳي.

ٻئي پيري، **مسٽر ٻيب فرب**، جنهنجي نسبت ۾ مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته اسانجن سرپرستن مان هڪڙو هو ۽ اسڪول جو نهايت گهڻو خيرخواه هو، سو اسڪول ڏسڻ آيو. هن کي ماني کائڻ واري جاءِ جي مٿان سُمهڻ جي جاءِ ڏني وئي. صبح جو سوير هو هل تي جاڳيو، جو هيٺ ماني کائڻ واري جاءِ ۾ ٻن ڇوڪرن پاڻ ۾ تڪرار پئي ڪيو. تڪرارانهي ڳالهه تي هو ته انهي ڏينهن صبح جو ڪافي جي پيالي منجهان ڪنهن جي ڪم آڻڻ جو وارو هو. آخر انهن مان هڪڙي مقدمو ڪٽيو، جو ثابت ڪري ڏيکاريائين ته ٽي ڏينهن برابر هن آها پيالي ڪم نه آندي هئي.

پر ٿورو ٿورو ڪري صبر ۽ تحمل ۽ محنت سان اسان بي بندوبستيءَ مان بندوبست پيدا ڪيو، جيئن ڪنهين به ٻئي ڪم ۾ صبر ۽ سچاٽپ ۽ سچي ڪوشش سان ٿيندو آهي.

هاڻي جڏهن آءٌ انهي پنهنجي تڪليف ۽ محنت تي نظر ڪندو آهيان، تڏهن چوندو آهيان ته چڱو ٿيو ته آها اسان کي ڪيڏي ۽ ڪرڻي پئي. چڱو ٿيو جو اهي سڀ تڪليفون سٺيونسين ۽ مشڪلاتون ڪڍيونسين. چڱو ٿيو

جو اسان جن شاگردن پنهنجي ٻورچيخاني ۽ کائڻ جي جاءِ لاءِ زمين کوٽي. ڇڱو ٿيو جو اسان جي ٻهرين ماني کائڻ واري جاءِ انڌاري، گهٽ روشنائي واري ۽ گهميل ته خاني واري جاءِ هئي. جي شروع ٿي کان اسان کي انهي ڪم لاءِ هڪڙي عمدي آرام ڇهڙي جاءِ هجي ها ته اسان جو متو ڦري وڃي ها ۽ اسين اهڙو سڌارو نه ڪريون ها. آءٌ ڀانيان ٿو ته پنهنجي لاءِ ٻيناد جوڙي ڪم شروع ڪرڻ سان گهڻائي وڏا مطلب ڏا حاصل ٿين.

هاڻي جڏهن اسان جا جهونا شاگرد اڪثر موٽي ڏسڪجي ۾ ايندا آهن ۽ اسان جي وڏي خوبصورت هوادار ۽ گهڻي روشنائي واري ماني کائڻ جي جاءِ ۾ وهندا آهن ۽ عمدو لذيذ طعام ڏسندا آهن، جو گهڻو ڪري شاگردن جو پنهنجو پيدا ڪيل آهي ۽ ميزون ۽ صفا ميز پوش ۽ دستمال ۽ ميزن تي رکيل گلدان ۽ گلدستا ڏسندا آهن ۽ ڳائيندڙن ٻڪين جو آواز ٻڌندا آهن ۽ پوري وقت تي ماني ملندي ڏسندا آهن ۽ ڪا به بي بندوبستي نظر نه ايندي اٿن ۽ نه هيترن سون ماني کائڻ وارن شاگردن جي ڪا دانهن ٻڌندا آهن، تڏهن هو پاڻ ۾ سون کي چوندا آهن ته ڇڱو ٿيو جو شروعات ۾ اسان ائين ڪيو ۽ سال بسال آهستو ۽ آرام سان پاڻ کي وڌائيندا چاڙهيندا آياسين.

# باب يارهون

## سمهڻ کان اڳ هڪ جوڙڻ

ٻورن ڏينهن کان پوءِ جنرل مارشل، جو اسان جي هامپٽن اسڪول جو خزانچي هو، جنهن اسان تي پٽ رکي پهريان اڍائي سؤ ڊالر زمين جي قسط ڏيڻ لاءِ اڌارا ڏنا هئا، سو اسان کي ڏسڻ آيو. هو هفتو کن اسان وٽ رهيو ۽ سيڪا شيءِ ڏاڍي خبرداريءَ سان چڪاسي ڏٺائين. هو اسان جو سڌارو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ موٽي وڃڻ کان پوءِ تمام چڱيون ۽ همتائڻ جهڙيون رپورٽون لکي هامپٽن ڏي موڪليائين. انهي کان پوءِ وري مس ميري مڱڪي، جنهن اسڪول ۾ پڙهايو ٿي ۽ جنهن هامپٽن ۾ داخل ٿيڻ وقت منهنجو ڀاري ڏيڻ وارو امتحان ورتو هو، سا اسان کي ڏسڻ آئي ۽ انهي کان بہ پوءِ جنرل آرمسٽرانگ پاڻ آيو.

انهن هامپٽن جي دوستن ۽ خيرخواهن جي ملاقات وقت ٽسڪجيءَ ۾ پڙهائڻ وارن جو تعداد تمام گهڻو وڌيل هو، ۽ نون ماسترن مان گهڻا هامپٽن اسڪول جا سندي ماڻهو هئا. اسان انهن هامپٽن وارن دوستن جي تمام چڱي مرحبا

ڪئي، خصوصاً جنرل آرمسٽرانگ جي. ٿوري عرصي ۾ اسان جي اسڪول جا اهڙي جلد ترقي ڪئي هئي، سا ڏسي هو حيرت ۾ ب پيا ۽ خوش ب ٿيا. ڪيترن ميلن ڪان شيدي ماڻهو جنرل آرمسٽرانگ جي ڏسڻ لاءِ آيا، جو انهي بابت گهٽوئي ڪي پڌو هئائون. جنرل ڪي ن رڳو منهنجي قوم جي ماڻهن آدرڀاءُ ڏني، پر ڏکڻ جي گورن ماڻهن ب ڏني.

پهرين پيري جڏهن جنرل آرمسٽرانگ ٽسڪجي ڏسڻ آيو، تڏهن مون ڪي سندس طبيعت ۽ هلت چلت جي جانچڻ جو اهڙو وجهہ مليو، جهڙو اڳي ڪڏهن ن مليو هو. هن ڏکڻ جي گورن جي لاءِ ڏاڍو خيال ڏيکاريو، انهي ڪان اڳي آءٌ پائيندو هوس ت جنرل آرمسٽرانگ، جو ڏکڻ جي گورن سان وڙهيو هو، تنهنجو هنن سان وير هوندو ۽ رڳو ڏکڻ جي شيدين ڪي مدد ڪرڻ جو خواهان هوندو. پر هن جي انهي ملاقات ڪري مون ڪي خاطري ٿي ت انهي شخص جي ڪشاده دلي ۽ عالي همتي جي اڃا مون ڪي پوري خبر ن هئي. ڏکڻ جي گورن ڪي هن جي ڏسڻ ۽ انهن سان ڳالهائڻ سان مون ڪي سگهوئي معلوم ٿيو ت. هن ڪي جهڙو گورن جي، تهڙو شيدين جي سک ۽ سڌاري جي ڳڻتي هوندي هئي. ڏکڻ سان هن

جي ڪابہ عداوت ڪانہ هوندي هئي ۽ همدردي ڏيکارڻ جو جذهن ڪذهن ڪو وجهہ ملندو هوس، تذهن خوش ٿيندو هو. جنرل آرمسٽرانگ سان منهنجي واقفيت واري ساري عرصي ۾ مون ڪڏهن بہ هن کان عام ماڻهن جي اڳيان يا خانگي طرح ڏکڻ جي گورن، جي برخلاف شڪايت جو هڪڙو اکر بہ نہ ٻڌو. انهي ڳالهہ ۾ سندس مثال مان آءٌ اهو سبق سکيس تہ وڏا ماڻهو محبت وڌائيندا ويندا آهن ۽ رڳو خسيس ۽ هلڪا ماڻهو نفرت ۽ عداوت ظاهر ڪندا آهن. هيٺرو بہ آءٌ سکيس تہ جيڪا مدد ضعيفن کي ٿي ڏجي، سا پاڻ مدد ڏيندڙ کي زور وارو ٿي ڪري، ۽ ڪم نصيب بہ واهن ماڻهن تي ظلم ڪرڻ ڪري ماڻهو ضعيف ۽ ڪمزور ٿو ٿئي.

اڄ ڪان وٺي انهي کي گهڻا ڏينهن گذريا آهن، جو مون اهو سبق جنرل آرمسٽرانگ کان سکيو ۽ پڪو ارادو ڪيم تہ ائين ڪڏهن بہ ٿيڻ نہ ڏيندس تہ ڪوبہ ماڻهو، ڪهڙي بہ رنگ جو، مون کي پنهنجو دشمن ڪري منهنجي روح کي تنگ ۽ ڪمينو ڪري. آءٌ ويساهہ ٿو ڪريان تہ خدا جي مدد سان مون پاڻ مان ڏکڻ جي گوري ماڻهوءَ ڏانهن عداوت جو سڀ خيال ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي، جو منهنجي قوم کي انهن جي ايذاءَ پهچڻ

ڪري پيدا ٿي سگهڻ جو آهي. هاڻي جڏهن آءٌ ڏکڻ وارن گورن جي خدمتگاري ٿو ڪريان، تڏهن به اهڙو خوش آهيان، جهڙو جيڪر پنهنجي ڪنهن قوم واري جي خدمتگاري ڪرڻ ڪري ٿيان. آءٌ سچي دل سان انهي ماڻهوءَ جي حال تي ارمان ٿو ڪريان، جو اهڙو ڪم بخت ٿو ٿئي، جو قومي تعصب رکڻ جي عادت ٿو رکي.

جيترو انهي ڳالهه تي آءٌ زياده ويچار ٿو ڪريان، اوترو زياده مون کي خاطري ٿي ٿئي ته، هي جو ڏکڻ جي ڪن گورن جو دستور ٿي ويو آهي ته شيدين جي ووٽن يا راين جي زور گهٽائڻ لاءِ انهن کي نقصان پهچائڻ ضرور ٿا چاڻن، انهي مان شيدين کي ڪوبه نقصان نٿو ٿئي، پر خود گورن جي اخلاقن کي هميشه جو نقصان ٿو رسي. شيدين کي فقط ٿوري وقت جو نقصان ٿو رسي، مگر گورن جي اخلاقن کي هميشه جو نقصان ٿو رسي. مون ڪيترائي ڀيرا ڏٺو آهي ته جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن شيديءَ جي راءِ جي زور پيچڻ لاءِ ڪو قسم کڻي ٿو، تڏهن اهو حياتي جي ٻين ڪمن ۾ به سگهوڻي ڪپتيو ٿيڻ سگهي ٿو، جهڙو ڪنهن شيديءَ جي حالت ۾ تهڙو گوري جي. جيڪو گورو شروع ۾ ڪنهن شيديءَ سان ٺڳي يا دغا بازي ڪري ٿو، سو اڪثر پڇاڙيءَ ۾ گوري ماڻهوءَ کي به ٺڳي ٿو.

جيڪو گورو ماڻهو ڪنهن شيديءَ کي قاعدي جي برخلاف سزا ڏئي ٿو، سو سگهوئي گوري ماڻهوءَ کي بہ بيقاعدي سزا ڏيڻ جي ڪري ٿو. آءٌ ڀانيان ٿو تہ انهي ساري ڳالهہ مان هيترو ضروري ٿو ڏسجي تہ ملڪ جا سڀ ماڻهو ڏکڻ تان بي علمي ۽ ناداني جي بوجي ڪٽڻ جي ڪوشش ۾ شامل ٿيڻ کپن.

ٻي ڳالهہ جا هر سال ذڪر ۾ تعليمي سڌاري نسبت ۾ ظاهر ٿيندي وڃي، سا جنرل آرمسٽرانگ جي تعليم جي باري ۾ خيال جو اثر آهي، ۽ آهو نہ رڳو شيدين تي آهي پر گورن تي بہ. هن وقت ڏکڻ جي اهڙي ڪا بہ رياست ڪانهي، جا پنهنجن گورن ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين لاءِ هنري تعليم موجود ڪرڻ ۾ ڪوشش نٿي ڪري، ۽ گهڻين حالتن ۾ جانچ ڪرڻ سان معلوم ٿي سگهي ٿو تہ اها ڪوشش جنرل آرمسٽرانگ کان ئي شروع ٿيل آهي.

اسان جي غريباڻي شاگردن جي کاڌي جي بندوبست شروع ٿيڻ کان پوءِ سگهوئي تمام گهڻا شاگرد اسان وٽ اچڻ لڳا. هفتن جا هفتا نہ رڳو اسان پيسي کان سواءِ کاڌي جي موجود ڪرڻ لاءِ مشڪلاتون پئي ڪيديون، پر سمهڻ جي سامان موجود ڪرڻ لاءِ بہ انهي ڪم لاءِ

اسان اسڪول جي ويجهو ڪي ڪوٺيون ڀاڙي ڪيون. اهي ڪوٺيون ڀڳيون ڀريون پيون هيون ۽ سياري وارن مهينن ۾ انهن ۾ سمهڻ وارن شاگردن کي زڪام جي تڪليف پهتي. اسين شاگردن کان کاڌي لاءِ هر مهيني اٺ ڊالر وٺندا هئاسين ۽ ايتروئي هو ڏئي سگهندا هئا. انهي ۾ کاڌي کان سواءِ جاءِ، ڪاٺين ۽ ڪپڙن ڌوئڻ جو خرچ به اچي ٿي ويو. اسڪول جي لاءِ جيڪو ڪمائتو ڀورهيو شاگرد ڪندا هئا، تنهنجي لاءِ هنن کي اسين مجرائي بہ ڏيندا هئاسين. پڙهائڻ جو خرچ، جو هرهڪ شاگرد لاءِ سال ۾ پندرنهن ڊالر هوندو هو، سو هاڻي وانگي، جتان ملي سگهندو هوسين اتان وٺندا هئاسين.

انهي ٿوري رقم مان اسڪول جي لاءِ کاڌي جو بندوبست رکي نٿي سگهياسين. اسان جي ڪم جي پهرئي سال ۾ سيارو ڏاڍو سخت ٿيو، شاگردن کي گرم رکڻ لاءِ اسين هنڌ جا ڪپڙا پوري طرح موجود ڪري نہ سگهياسين. حقيقت ڪري ڪن ٿورين حالتن کان سواءِ اسين ڪي بہ کٽون يا هنڌ ڪجھ وقت تائين موجود ڪري نہ سگهياسين. رات جو سيءَ ڪري شاگردن جي بي آراميءَ بابت مون کي ايتري ڳڻتي ٿيندي هئي، جو ننڊ ئي نہ ايندي هيم. مون کي ياد آهي تہ ڪيترا ڀيرا آءٌ اڌ رات جو اٿي انهن

لانڍين ڏي ويندو هوس، جن ۾ شاگرد سمهندا هئا. اڪثر ڏسندو هوس ته ڪي، باهه جي چوڌاري سوڙها سکهوڙا ٿيا ويٺا هوندا هئا ۽ مٿان هڪڙو ڪٿو پيو هوندو هو، جو اسان موجود ڪري ڏنو هون. انهي طرح هنن پاڻ کي ڪوسي ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي. هڪڙي ڏينهن اڪيين رات تمام ڏاڍو سيءُ ۽ پارو پيو هو ۽ صبح جو ديول ۾ جيڪي شاگرد پاري ساٽا ڪري چڙيا هئا، تن ڪي جڏهن مون چيو ته هٿ مٿي کڻو، تڏهن گهڻن ئي هٿ مٿي ڪيا. انهي هوندي به هنن ڪا دانهن ڪانه ٿي ڪئي. هنن کي خبر هئي ته اسان ڪان جيڪي پڄي سگهي ٿو، سو ٿا ڪريون. جيڪو وجهه مليو ٿي، تنهنجو فائدو وٺي پنهنجي حالت سڌارڻ جي ڪوشش ۾ هو ڏاڍا خوش رهندا هئا. هو هميشه پيا پڇندا هئا ته ماسترن جو بار ڪيئن هلڪو ڪري سگهون.

مون اتر ۾ توڙي ڏکڻ ۾ ڪيترائي پيرا ڏٺو آهي ته جڏهن شيدين ۾ هڪڙو ٻين جي مٿان حڪم هلائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي، تڏهن هو هڪٻئي کي عزت آبرو نه ڏيندا آهن ۽ هڪ ٻين جي فرمانبرداري نه ڪندا آهن. انهي نسبت ۾ آءٌ هيترو چئي سگهان ٿو ته ٽسڪجي ۾ جيڪي اٺويهه ورهيه آءٌ رهيس، تن ۾ مون کي ڪڏهن به

ڪونه سجهي ته اسڪول جي ڪنهن شاگرد يا عملدار منهنجي نسبت ۾ ڪو بي آبروئي جهڙو لفظ ڳالهايو يا ڪو اهڙو ڪم ڪيو. الٽندو هنن گهڻائي مهربانيءَ جهڙا ڪم زور ڪري پئي ڪيا آهن. اڪثر شاگرد مون کي ڪو وڏو ڪتاب يا ٿيلهو يا ڪا ٻي ڳري شيءِ اسڪول جي حد اندر کڻي هلندي ڏسڻ نه گهرندا آهن. اهڙي وقت هڪڙو نه ٻيو هميشه ڊوڙي اچي آها شيءِ مون کان وٺندو آهي ته مون کي تڪليف نه ٿئي. آءٌ ڪڏهن به ميهن وسندي پنهنجي آفيس کان ٻاهر نه نڪتو هوندس، جڏهن ڪنهن نه ڪنهن شاگرد ڇٽي کڻي ڊوڙي اچي منهنجو پاسو وٺي مٿان جهلڻ جي اجازت نه گهري هوندي.

آءٌ گهڻي خوشيءَ سان آنهي ذڪر ڪندي هيترو به زياده لکي سگهان ٿو ته ڏکڻ وارن ماڻهن سان واسطي رکڻ واري ساري عرصي ۾ مون کي آتي جي گورن مان ڪنهن به ڪڏهن بي آبرو نه ڪيو. ٽسڪجي ۽ ان جي آس پاس وارا گورا ته خاص طرح وس پڄندي مون کي هر طرح جي عزت ڏيندا آهن، بلڪ پنهنجي درجي کان به زياده آبرو ڏيندا آهن.

ٿورا ڏينهن ٿيندا ته مون ڊالاس ۽ هائوسٽن جي وچ ۾ سفر پئي ڪيو. ڪنهن طرح اڳواٽ ماڻهن کي خبر پئجي

وڃي ته آءٌ انهي ريل گاڏيءَ ۾ آهيان. گهڻو ڪري هرهڪ اسٽيشن تي، جتي جتي گاڏي ٿي بيٺي، اتي ڪيترا گورا، جي اڪثر شهر جا عملدار هئا، سي مٿي چڙهيو ٿي آيا ۽ اچي پاڻ سڃاراياٿون ٿي ۽ ڏکن جي لاءِ جيڪا مون ڪوشش ڪئي، تنهنجي لاءِ منهنجي شڪر گذاري ظاهر ٿي ڪيائون.

هڪ ڀيري جڏهن جارجيا ۾ اگسٽا مان نڪري اٽلانٽا ڏي گهمڻ ويو هوس، تڏهن گهڻي سفر ڪرڻ ڪري البته ٿڪجي پوڻ جي ڪري هڪڙي سمهڻ واري گاڏي ۾ وڃي چڙهيس. اچي گاڏي ۾ گهڙيس ته اتي بوسٽن جون ٻه ليڊيون اڳئي ويٺيون هيون، جن کي آءٌ چڱي طرح سڃاڻندو هوس. هنن ويچارين ليڊين کي پاڻنجي ٿو ته ڏکڻ جي رسمن جي بلڪل خبر ڪانه هئي، تنهنڪري هنن مهرباني ڪري مون کي سندن پاڻ گڏي ۾ وهڻ لاءِ زور ڪيو. مون به لاچار ڪٿي وهڻ قبول ڪيو. ٿورن منٽن ڪان پوءِ انهن مان هڪڙيءَ منهنجي ٻڌائڻ کان سواءِ اسان ٽنهي جي لاءِ ماني آڻڻ جو حڪم ڏنو. انهي ڪري مون کي گهٽتي ٿيڻ لڳي. اهو گاڏو ڏکڻ وارن گورن ماڻهن سان ڀريو پيو هو، جن مان گهڻن جون اکيون اسان ۾ هيون. جڏهن مون ڏٺو ته مانيءَ جو حڪم ڏنو ويو آهي، تڏهن مون

آتان اٿي وڃڻ لاءِ هڪڙو عذر ڏنو، پر ليڊين مون کي ساڻن گڏ ويهي ماني کائڻ لاءِ زور ڪيو. نيٺ آءٌ لاچار ٿي ٿڌو ساهه کڻي پنهنجي جاءِ تي وري ويهي رهيس ۽ دل ۾ چيم ته اڄهو ضرور پڪڙيس.

وڏيڪ مونجهارو مون کي تڏهن ٿيو، جڏهن ماني ميز تي رکجڻ کان پوءِ هڪڙي ليڊيءَ کي دل ۾ آيو ته جيڪا خاص قسم جي چاءِ ساٽس ٿيلهي ۾ هئي، آها ٿاهي کڻي اچن ۽ سکهوئي پاڻ انهي جي ٿاهي کڻي آڻڻ لاءِ وئي، جو چيائين ته پئي کي آها ٿاهڻ نه ايندي. نيٺ ڪائي بس ڪيوسين ۽ مون کي ائين ڏسڻ ۾ آيو ته جيترو وقت انهي ماني کائڻ ۾ مون لڳايو هو، اوترو اڳي ڪڏهن نه لڳايو هوم. پوءِ مون آتان نڪرڻ ۽ گهٽيءَ کان آزاد ٿيڻ جو ارادو ڪري انهي ڪوٺيءَ ۾ ويس، جتي تماڪ چڪڻ جو حڪم هو ۽ جتي اڳئي ڪي مڙس ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا. پر انهي وچ ۾ ساري گاڏي جي ماڻهن کي خبر پئجي وئي ته آءٌ ڪير آهيان. جڏهن آءٌ انهي تماڪ چڪڻ واري جاءِ ۾ ويس، تڏهن مون کي انهي ڪري ڏاڍي حيرت لڳي جو سيئي ماڻهو، جي گهٽو ڪري جارجيا جا هئا، سي هڪڙو ٿي مون وٽ آيا ۽ پاڻ سڃاڻائي مون سان واقفيت پيدا ڪيائون ۽ ساري ڏ ک ڻ

لاءِ جنهن ڪم جي ڪوشش ۾ آءٌ هوس، تنهنجي واسطي ڏاڍي شوق سان منهنجي شڪرگذاري ڪيائون. ۽ ائين خوشامد ڪري نہ ڪيائون، ڇا لاءِ جو انهن مان هر ڪنهن کي خبر هئي تہ منهنجي خوشامد ڪرڻ مان ڪيس ڪوبہ فائدو پهچڻو نہ هو.

شروع کان وٺي مون شاگردن جي ذهن تي اها ڳالهہ پئي وهاري آهي تہ ٽسڪجي منهنجو يا عملدارن جو اسڪول نا هي، پر خود سندن اسڪول آهي ۽ انهي ۾ سندن اهڙو واسطو آهي، جهڙو ڪنهين بہ پئي تعليم ڏيندڙ يا سرپرست يا بندوبست ڪندڙ جو آهي. هي بہ ڪين ذهن نشين پئي ڪيو اٿم تہ اسڪول ۾ آءٌ سندن دوست ۽ خير خواهہ ۽ صلاح ڏيندڙ ٿي ٿو رهان، نہ سندن بالا عملدار يا ناظر ٿي. مون هميشه هنن کي پئي سمجهايو آهي تہ اسڪول جي بندوبست جي نسبت ۾ جيڪا بہ ڳالهہ هجي، سا سواءِ حجاب جي صاف دل ٿي ظاهر ڪن. سال ۾ بہ ٽي پيرا آءٌ شاگردن کي چوندو آهيان تہ هڪڙو خط جنهن ۾ اسڪول جي نسبت ۾ جي ڪا نڪتہ چيني ڪرڻي هجي يا پڪار ڪرڻي هجي يا ڪا تجويز ڪرڻي هجي تہ آها ڏيکارين. جڏهن وري ائين نہ ڪبو آهي، تڏهن هنن کي ننڍي ديول ۾ گڏ ڪندو آهيان تہ اسڪول جي

هلائڻ بابت هڪٻئي سان دل جون ڳالهيون ڪن. شاگردن جي اهڙين مجلسن مان ماڻهوءَ کي خبر پوي ٿي ته مٿس ڪيتري جوابداري آهي ۽ ڪيتري قدر ٻين جو مٿس ويساه آهي. جڏهن آءٌ پورهئي وٺندڙن ۽ پورهئي ڪندڙن جي تڪرارن بابت پڙهندو آهيان، تڏهن مون کي دل ۾ ايندو آهي ته جيڪڏهن پورهئي وٺڻ وارا پورهيتن کي ويجهي پوڻ جي عادت ڪن ۽ هنن سان صلاح مصلحت ڪن ۽ هنن کي خاطري ڪرائن ته پورهئي ۾ ٻنهي طرفن جو هڪ جهڙو واسطو ۽ فائدو آهي ته جيڪر پورهيتن جي ٻڌين ڪرڻ ۽ تڪرار ڪري پورهئي بند ڪرڻ جون خرابيون گهٽجي قدر گهٽجي وڃن. سيڪنهن ماڻهوءَ تي ويساه جو اثر ٿو ٿئي، خصوصاً شيدي قوم تي. هڪ دفعي هو سمجهن سهي ته توهان هنن جو خيرخواه آهيو ۽ خود مطلبي نه آهيو ته پوءِ جيئن وڻئي تيئن توهان هنن کي هلائي سگهندا.

شروع کان وٺي ٿسڪجي ۾ منهنجو ارادو هو ته نه رڳو عمارتون شاگردن جي هٿان جوڙايان، پر جيترو ٿي سگهي، اوترو خود سندن سامان به جوڙايان. مون کي انهي ڳالهه تي هاڻي عجب ٿو لڳي ته جيسين ڪٿون جڙي تيار ٿيون، تيسين هو ڪيئن صبر ڪري پٽ تي سمهندا آيا يا جيسين ڪنهن قسم جا هنڌ ٺهيا، تيسين ڪيئن

مات ڪري هندن کان سواءِ سمهندا آيا.

اوائل جا اسان وٽ تمام ٿورا شاگرد هئا، جن کي واڍن جا اوزار هلائڻ آيا ٿي ۽ جيڪي ڪنهن شاگردن انهن ڏينهن ۾ جوڙيون هيون، سي ساديون ۽ چڱيون هيون ۽ مضبوط به ڪين هيون. اڪثر جڏهن صبح جو اٺ شاگردن جي ڪوٺين ۾ ويندو هوس، تڏهن گهڻا ڀيرا ته به ڪنهن ٽن ٽنگن واري ٽيبل ڏسندو هوس. کاڌين يا هندن موجود ڪرڻ جي مشڪلات حل ڪرڻ البته مشڪل هئي. پر نيٺ آها به اسان حل ڪئي، جو ڪو سادو ٿلهو ڪپڙو وٺي انهن جا ٽڪر گڏ سبي وڏيون ڳوٿريون يا ڳوٽيون ڪٽي ٺاهيونسين. آهي نرم سنهن ڪکن سان ڪٽي ڀريونسين، جي ڀرسان وارن ٻيلن مان گڏ ڪري آياسين. انهي وقت کان وٺي اهو کاڌين جوڙڻ جو ڪم وڌندو ۽ سڌرندو ويو آهي ۽ هاڻي اهو هنر انهي سڌريل درجي کي پهتو آهي، جو ڪيترين ڇوڪرين کي سيکاريو ٿو وڃي ۽ جيڪي کاڌيون هاڻي ٽسڪجي جي ڪارخاني مان ٺهي ٽيون نڪرن، سي اهڙيون ئي چڱيون آهن، جهڙيون رواجي دڪانن تان خريد ڪرڻ ۾ اينديون آهن. کاڌي جي بندوبست کان ٿورو وقت پوءِ شاگردن جي سمهڻ وارين جاين ۾ توڙي ماني کائڻ وارين

جاين ۾ ڪرسيون ڪين هونديون هيون. ڪرسين جي بدران اسٽول يا ٽپاوا ڪم ۾ آڻيندا هئاسين، جي شاگرد اڻ گهڙيل ڪاٺ جي ٽن ٽڪرن کي ڪليون هڻي گڏي ٺاهيندا هئا. اوائل وارن ڏينهن ۾ شاگردن جي جاين ۾ جيڪو سامان هوندو هو، سو هي - هڪڙو هنڌ، ڪي اسٽول ۽ ڪڏهن ڪڏهن هڪڙي سادي ميز شاگردن جي هٿ جي جڙيل. شاگردن جي هٿ جي سامان جوڙڻ جي تجويز اچا تائين هلي اچي. پر هينئر هر هڪ جاءِ ۾ سامان ٿورو زياده ڪيو ويو آهي ۽ آهو اهڙي ڪاريگري سان جڙيل آهي، جو انهي مان ٿوروئي ڪو عيب ڪڍي ٿو سگهجي. هڪڙي ڳالهه، تي ٽسڪجي ۾ آءٌ گهڻو زور رکندو آهيان ۽ آها هي آهي ته جتي ڪٿي بلڪل صفائي هجي. پهرين ورهين ۾ ۽ اچا تائين به، شاگردن کي ياد ڏياربو آهي ته ماڻهو اسان کي اسان جي مسڪيني ۽ ٿورن سڪن موجود هئڻ ڪري معافي ڏيندا، مگر گدلائي جي ڪري اسان کي معافي نه ڏيندا.

اسڪول ۾ جنهن ٻي شيءِ تي گهڻو زور لائبو آهي، سا آهي ڏندڻ يا ڏندن جو برش. جنرل آرمسٽرانگ انهي کي ڏندن جي برش جي پاڪ تعليم سڏيندو هو ۽ آها ٽسڪجيءَ ۾ اسان جي ضروري مذهبي تعليم جو هڪڙو

ياڳو هوندي هئي. جيڪو شاگرد ڏندن جو برش نه رکندو آهي ۽ نه ڪم آڻيندو آهي، تنهن کي آتي رهڻ نه ڏيندا آهن. پوين ورهين ۾ ڪيترائي ٻيرا شاگرد اسان وٽ آيا آهن، جن پاڻ سان فقط ڏندن جو برش آندو آهي ۽ ٻي ڪابه شيءِ ڪانه آندي آهي. هنن ٻين کان ٻڌو هو ته اسين آنهن جي ڪم اچڻ تي زور لائيندا آهيون ۽ تنهن ڪري ثابتيءَ جي لاءِ پيو نه ته به ڏندن جو برش ضرور پاڻ سان آڻيندا آهن. مون کي ياد آهي ته هاڻ تازو هڪڙي ڏينهن صبح جو دستور موجب آءٌ زناني اسڪول جي پرنسپال سان گڏجي ڇوڪرين جون جايون ڏسڻ ويس. هڪڙي جاءِ ۾ اسان ٽي ڇوڪريون ڏٺيون، جي تازيون داخل ٿيون هيون. جڏهن مون هنن کان پڇيو ته ڏندن جا برش اٿو." تڏهن انهن مان هڪڙيءَ برش ڏيکاري چيو ته " هائو سائين. اهو اسان جو برش آهي. اهو ڪالهه اسان گڏجي آندو هو." پر سڳهوئي پوءِ هنن پيو سبق سکيو ۽ هر هڪ کي ڌار برش رکڻو پيو.

اها هڪڙي مزي جهڙي ڳالهه آهي ته ڏندن جي برش ڪم آڻڻ مان هي نتيجو آهي ته شاگردن ۾ اعلي درجي جو سڌارو ٿيو آهي. اڪثر مون ڏٺو آهي ته جڏهن ڪڏهن اسان وٽ اهڙو شاگرد آيو آهي، جو هڪ ٻن برشن جي

ڪم ٺيڪ تي پاڙهي پيو نئون برش هٿ ڪري ٿو، تڏهن آهو شاگرد آئندي به چڱو ۽ مڏريل شاگرد ثابت ٿيو آهي. شاگرد ڪي هي به سيکارجي ٿو ته جيئن ٺهرايلن وقتن تي ماني ٿا کائن، تيئن وهنجن. اهو به سبق اسان شروع ڪيو هو، جڏهن اجا اسان وٽ وهنجڻ جي جاءِ نَي ڪانه هئي. گهڻا شاگرد ٻهراڙيءَ کان ايندا هئا ۽ اڪثر انهن کي سيکارڻو پوندو هوسين ته رات جو ڪيئن سمهن؛ يعني ته جڏهن اسين هنڌ جون ٻه چادرون موجود ڪري سگهياسين، تڏهن انهن جي وچ ۾ سمهن. ۽ جڏهن اجا اسين فقط هڪڙي چادر موجود ڪري ٿي سگهياسين، تڏهن البته هنن کي ٻن چادرن جي وچ ۾ سمهڻ سيکارڻ مشڪل هو. رات جي چوغي ڍڪڻ جي ضرورت تي به سا ڳئي قسم جو ڌيان ڏنو ويو.

گهڻي وقت تائين ته شاگردن کي اهو ڪم سيکارڻ مشڪل هو ته پنهنجن ڪپڙن جا سڀ بٽڻ يا ٻيڙا قائم رکن ۽ ڪنهين به هنڌان ڪپڙو ڦاٽل نه هجي ۽ ڪٿي ڪو سٽپ جو داغ نه هجي. اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته اهو سبق هو پوري طرح سکي ويا، ۽ سال بسال شاگردن جو هڪڙو دفعو ٻئي دفعي کي سيکاريندو هو، جنهن ڪري هاڻي جڏهن ڏهاڙي شام جو شاگرد صفون ٻڌي

ننڍڙي ديول ڏي ويندا آهن ۽ سندن پوشاڪ ڏسبي آهي، تڏهن هڪڙو ٻنهي ۾ ويل يا گٽل نہ ڏسبو آهي.

## باب ٻارهون

## پيسا گڏ ڪرڻ

جڏهن اسان شاگردن کي رهائي ڪارائڻ جو بندوبست شروع ڪيو، تڏهن پورنڙ هال، جا اسان جي پهرين عمارت هئي، تنهنجي ماڙيءَ يا بالاخاني تي انهن جون جايون موجود ڪيونسين. پر پوءِ شاگردن جو تعداد ويو وڌندو، جهڙو ڇوڪرن جو تهڙو ڇوڪرين جو. گهڻن ڇوڪرن لاءِ تہ اسڪول جي حدن کان ٻاهر جاين جو بندوبست ڪري سگهياسين، مگر ڇوڪرين کي انهي طرح پري ڪڏي نہ سگهياسين. سگهوئي ڇوڪرين جي لاءِ زياده جاين موجود ڪرڻ توڙي سيني شاگردن لاءِ کاڌي جي بهتر ۽ وڏي بندوبست ڪرڻ جي مشڪلات پيش ٿي. نيٺ اهو ٺهراءُ ڪيوسين تہ اڃا بہ ٻي وڏي عمارت جوڙجي، جنهن ۾ ڇوڪرين جي لاءِ جايون ۽ سيني جي لاءِ کاڌي جو بندوبست هجي.

گهربل عمارت جي نموني جي نقشي ٺهرائڻ کان پوءِ،

اسان ڏٺو ته انهي عمارت تي اٽڪل ڏهه هزار ڊالر خرچڻا پونداسين. اسان وٽ ايترو پيسو موجود نه هو، جنهن سان ڪم شروع ڪريون؛ انهي هوندي به ٺهراءُ ڪيوسين ته انهي گهربل عمارت کي ڪو نالو ڏيون. جيتوڻيڪ انهن جي جوڙڻ جي آپاءُ هٿ آڻڻ ۾ شڪ هوسين، ته به انهيءَ کي نالو ڏئي ڇڏياسين. ٺهراءُ ڪيوسين ته انهي رٽيل عمارت کي الاباما هال سڏيون، جو اسان انهي نالي واري رياست ۾ محنت پئي ڪئي. وري به مس بيوبسن ٽسڪجي ۾ ۽ ان جي آس پاس شيدين توڙي گورن کان مدد وٺڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. انهن پنهنجي پنهنجي وسعت آهر خوشيءَ سان مدد ڏني. پهرين عمارت پورتر هال وانگي هن جي بنياد وجهڻ لاءِ به شاگرد مٽي کوٽڻ لڳا.

جڏهن پيسا گڏ ڪري رهياسين، تڏهن هڪڙي ڳالهه ٿي، جنهن سان جنرل آرمسٽرانگ جي بزرگي ظاهر ٿي ۽ معلوم ٿيو ته هو پي خلق کان درجي ۾ گهٽو مٿي آهي. جڏهن اچا اسين نئين عمارت جي نسبت ۾ انهي ڳڻتيءَ ۾ هئاسين ته، ڪٿان ۽ ڪيئن پيسا گڏ ڪريون ته مون کي جنرل آرمسٽرانگ کان تار پهتي، جنهن ۾ مون کان پڇيائين ته تون مهينو کن مون سان اتر ۾ گشت ڪري سگهندين يا نه ۽ جي ڪري سگهين ته هڪدم

هامپٽن ۾ اچ. مون ته هڪدم وچڻ قبول ڪيو ۽ بروقت وڃي هامپٽن ۾ حاضر ٿيس. وچڻ شرط معلوم ٿيم ته جنرل ٺهرايءَ ڪيو آهي ته ڪي ڳائڻ وارا ساڻ ڪري مهينو ڪن آتر ۾ گشت ڪري ۽ وڏن وڏن شهرن ۾ مجلسون گڏ ڪري، جن ۾ هو ڳائڻ ۽ آءٌ ٿي چٽا تقريرون ڪريون. مون کي حيرت تڏهن لڳي، جڏهن جنرل مون کي چيو ته آهي مجلسون هامپٽن جي فائدي لاءِ نه ڪرٽيون هيون، پر ٽسڪجي جي لاءِ، ۽ آتي جو سارو خرچ هامپٽن جو اسڪول پريندو.

جيتوڻيڪ هن اهڙا لفظ ڪڏهن ڪين چيا، تڏهن به مون کي معلوم ٿي رهيو ته جنرل آرمسٽرانگ، اهو رستو انهي لاءِ ورتو ته آءٌ اتر وارن ماڻهن سان معرفت پيدا ڪريان ۽ الاباما هال جي جوڙڻ لاءِ ترت پيسي جي مدد هٿ ڪريان. ڪو ضعيف ۽ تنگدل ماڻهو ضرور اها حجت آڻي ها ته جيڪي به پيسا انهي رستي ٽسڪجي ۾ ايندا، سي چڻ ته هامپٽن جي اسڪول مان ورتا ويا، پر خود مطلبيءَ جا يا ڪم نظريءَ جا خيال جنرل آرمسٽرانگ جي دل ۾ ڪڏهن به ڪين آيا. هن جي وڏائي هن کي ننڍو ٿيڻ نه ڏنو ۽ هن جي چڱائي هن کي نيچ ٿيڻ نه ڏنو. هن کي خبر هئي ته اتر وارن ماڻهن جيڪي پيسا ڏنا هئا،

سي شيدين جي سڌاري لاءِ ڏنا هئا ۽ نہ فقط ڪنهن خاص هڪڙي اسڪول لاءِ. جنرل ڪي اها بہ خبر هئي تہ هامپٽن کي مضبوط ڪرڻ جو رستو اهو آهي تہ ان کي ساري ڏکڻ جي سڌاري جو مرڪز ڪجي، نہ فقط پنهنجي سڌاري جو.

باقي جيڪي تقريرون اتر ۾ مون کي ڪرڻيون هيون، تن جي نسبت ۾ هڪڙي صلاح مون کي ياد ٿي اچي، جا جنرل مون کي ڏني هئي. هن چيو تہ "ماڻهن کي هرهڪ لفظ جي لاءِ هڪڙو خيال ڏج، جنهن تي پيا هان." آءٌ پانيان ٿو تہ انهي صلاح جي وڏيڪ سمجهاڻي ڏيڻ مشڪل آهي؛ اها سڀني عام تقريرن سان لاڳو ڪري ٿي سگهجي. انهي وقت کان وٺي اج تائين مون دل ۾ هميشه انهي صلاح تي هلڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي.

نيويارڪ، بروڪلن، بوسٽن، فلاڊيلفيا ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ مجلسون ڪيون ويون ۽ انهن سڀني ۾ جنرل آرمسٽرانگ توڙي مون، نہ هامپٽن جي لاءِ، پر ٽسڪجي جي لاءِ مدد طلب ڪئي. انهن مجلسن ۾ اها خاص ڪوشش ڪئي وئي تہ الاباما هال جي عمارت لاءِ بہ چندو گڏ ڪجي ۽ عام طرح اهو اسڪول اتي جي ماڻهن جي ڏيان تي آڻجي. انهن ڳنهي ڳالهين ۾ اهي مجلسون

ڪمائيون ۽ فائدي واريون ثابت ٿيون.

ايتري معرفت پيدا ٿيڻ کان پوءِ آءٌ چندي گڏ ڪرڻ لاءِ اتر ڏي اڪيلو وڃڻ لڳس. گذريلن ڀنڌرهن ورهين ۾ مون کي لاچار ٿيو آهي تہ پنهنجي وقت جو گهڻو ڀاڱو مون اسڪول کان پري ئي گذاريو آهي ۽ جيڪي گهرجون وقت بوقت ئي پيدا ٿيون آهن، تن جي پورائي لاءِ پيسن گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ئي ڪئي اٿم. انهي ڪوشش ۾ جيڪو آزمودو مون حاصل ڪيو آهي، سو شايد منهنجن پڙهندڙن کي پسند ايندو ۽ ڪمائتو ٿيندو. جيڪي ماڻهو عام فائدي جي لاءِ پيسن گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، تن ڪيترائي دفعا مون کان پڇيو آهي تہ جيڪي وسعت وارا ماڻهو فائدي جهڙن ڪمن لاءِ مدد ڏئي سگهن ٿا، تن کان خوشيءَ سان مدد وٺڻ لاءِ آءٌ ڪهڙي اصول يا اصولن تي هليس. جيتري قدر ڀنن جي علم يا هنر جا قانوني اصول ٺهرائي ٿا سگهجن، ان موجب آءٌ هيترو چئي سگهندس تہ آءٌ رڳو ٻن اصولن يا قانونن تي ٿي هليس. پهريون اهو تہ هميشه پنهنجو اهو فرض ٿي سمجهيم تہ جدا جدا ماڻهن يا جماعتن کي پنهنجي ڪم جو پورو اطلاع ڏيڻ ۽ پيو اهو تہ انهي جي نتيجن جي ڪا ٻہ گهٽي ڪانہ رکان. اهو پيو قانون البتہ تعميل جي لاءِ مون

واسطي مشڪل هو. جڏهن قرض جي قسطن ڏيڻ جو ٺهرايل وقت اچي پهچندو آهي، تڏهن جي هٿ ۾ هڪڙو ڊالر به نه هوندو ته پوءِ ڪٽتي نه ڪرڻ نهايت مشڪل آهي، جيتوڻيڪ اهي پانيان ٿو ته هر سال اهي زياده سکندو وڃان ته ڪٽتي ڪرڻ اجائي آهي ۽ جيڪو جسماني ۽ دماغي زور ٻي طرح لڳائي انهي مان فائدو حاصل ڪري سگهجي، سو مفت ضايع ٿيو وڃي. دولتمند ۽ ناليرن ماڻهن سان صحبت ڪرڻ سان جيڪو آزمودو مون کي حاصل ٿيو، تنهن ڪان پوءِ مون ڏٺو آهي ته جيڪي تمام وڏا نتيجا ظاهر ڪن ٿا، سي آهي آهن جي پنهنجو پاڻ جهلين ٿا ۽ پاڻ تي عمل هلائڻ کان سواءِ جوش ظاهر نٿا ڪن، پر هميشه صبر ۽ تحمل ۽ آرام ۽ خوش خلقيءَ سا هلت ٿا ڪن. اهي پانيان ٿو ته **پريزيڊنٽ وليم مئڪنلي** اهڙي قسم جي ماڻهوءَ جو اهڙو عمدو مثال ڏنو آهي، جنهن جهڙو مون ڪڏهن به ڪونه آهي.

ڪنهين به قسم جي مشڪل ڪم ۾ ماڻهوءَ جي لاءِ ضروري ڳالهه اها آهي ته هو انهي حد تي اچي، جتي پاڻ کي بلڪل وساري ڇڏي، يعني گهڻن جي فائدي لاءِ پاڻ کي گم ڪري ڇڏي. انهي طرح جيتري قدر هو پاڻ کي گم ڪندو، اوتري قدر هن کي پنهنجي ڪم مان نهايت

اعليٰ قسم جي خوشي حاصل ٿيندي.

ڏسڪجيءَ لاءِ پيسن گڏ ڪرڻ جي آزمودي مون کي سيکاريو آهي ته جي ماڻهو هميشه دولتمند ماڻهن کي دولتمند هئڻ ڪري ۽ خيرات جهڙن ڪمن لاءِ وڏيڪ پيسي نه ڏيڻ ڪري ڏڪارين ٿا، تن سان مات ڪري گذارڻ نه گهرجي. پهرين ته جيڪي ماڻهو بي واجبي سيني تي گڏي اهڙا الزام آڻين ٿا، تن کي ايتري خبر نه ٿي پوي ته جيڪڏهن دولتمند ماڻهو پنهنجي دولت جو وڏو پاڱو هڪدم ڪٽي ڇڏين، جنهن ڪري وڏن ڌنڌن کي شڪست پهچي وڃي، ته جيڪر ڪيترا نه ماڻهو ڪنگال ٿي پون ۽ ڪيترن کي نه جيڪر تڪليف پهچي. تنهن کان پوءِ ڪن ٿورن ماڻهن کي اهو سماءُ هوندو ته دولتمند ماڻهن کي هميشه ڪيترا نه ماڻهو مدد لاءِ سوال ڪندڙ آهن. مون کي اهڙا دولتمند سڃهن، جن وٽ ڏهاڙي ويهارو ماڻهو ايندا آهن. ڪيترائي پيرا آءٌ انهن جي آفيس ۾ ويو هوندس ته پنج اٺ ماڻهو هميشه سندن ملاقات لاءِ ويٺل ڏٺا هوندم ۽ سڀ پيسن جي مدد لاءِ آيل هئا. اهي ته ٿيا روبرو سوال ڪرڻ وارا، پر ٽپال ۾ ڪيترا ته انهي ڪم لاءِ درخواستن ڪرڻ ۽ خطن لکڻ وارا آهن. ڪن ٿورن کي خبر هوندي ته اهڙا ماڻهو تمام وڏي رقم انهي

رستي ڏين ٿا، پر پنهنجو نالو اصل ظاهر ڪرڻ نٿا ڏين. مون اڪثر ڪيترن ماڻهن جي بخيليءَ جي گلا ٻڌي آهي، جن جي مون کي خبر آهي ته هر سال هزارين ڊالر اهڙي طرح لڪائي پيا ڏين، جو جهان کي انهي جي ڪابه سڌ ڪانه ٿي پوي.

انهي جو هڪڙو مثال هي آهي ته نيويارڪ ۾ ٻه شريف زالون جن جا نالا اخبارن ۾ ظاهر نه ٿيندا آهن، پر جن ماٺي ماٺ ۾ گذريلن اٺن ورهين جي اندر ايتري رقم ڏني آهي، جنهن مان اسان ٽي وڏيون ضروري عمارتون جوڙيون آهن. انهن کان سواءِ اسڪول جي ڪم لاءِ ڪيتريون ڏي پيون بخششون عطا ڪيون اٿن. ۽ اهي نه فقط ٽسڪجي کي مدد ڏيون ڪن، پر ٻين ڪيترن فائدي جهڙن ڪمن ۾ مدد وٺڻ جي لاءِ وجهه پيون ڳولين.

جيتوڻيڪ آءٌ اهڙو خوش نصيب آهيان، جو ٽسڪجيءَ لاءِ منهنجي معرفت لکين ڊالر مليا آهن، تڏهن به مون هميشه سوال ڪرڻ کان پاسو پئي ڪيو آهي. آءٌ اڪثر ماڻهن کي چوندو آهيان ته مون ڪڏهن به ڪي پيسا پنّي نه ورتا آهن ۽ آءٌ پنڻو ناهيان. پنهنجي آزمودي ۽ جانچ مان مون کي خاطري ٿي آهي ته دولتمند ماڻهن کان وري وري پيسن گهرڻ ڪري اڪثر ڪابه مدد نٿي ملي. آءٌ

هميشه انهي اصول تي پئي هليو آهيان تہ جن کي پيسي هٿ ڪرڻ جي تجويز آهي، تن کي پيسي خرچڻ جي بہ تجويز آهي، ۽ نسڪجي جي حقيقتن پڌائڻ ڪري، خصوصاً سند يافتن شاگردن جي ڪم ظاهر ڪرڻ ڪري جيڪو فائدو حاصل ٿيو آهي، سو رڳو ڀنڻ يا سوال ڪرڻ مان نہ ٿيو آهي. جنهن پن يا سوال تي گهڻا دولتمند ماڻهو خيال ڏين ٿا، سو اهو آهي تہ سنجيدي ۽ شائستي طرح حقيقتون پيش ڪجن.

جيتوڻيڪ در در ڪري گهمڻ ۽ هڪڙي آفيس کان ٻي آفيس ڏي وڃڻ جو ڪم مشڪل ۽ ناموافق ۽ بدن کي تڪليف رسائڻ جهڙو آهي، تہ بہ انهي جو چڱو عيوضو ملي سگهي ٿو. انهي ڪم مان انسان ذات جي طبيعتن معلوم ڪرڻ جو چڱو وجهہ ملي ٿو. انهي ڪري دنيا ۾ ڪي تمام چڱا ماڻهو گڏجي سگهن ٿا. جڏهن ساري ملڪ تي گڏي نظر ڪجي ٿي، تڏهن خبر پوي ٿي تہ انهي ۾ تمام ڪمائتا ۽ هلنديءَ وارا ماڻهو آهي آهن، جي آنهن تعليم گاهن مان دلي واسطو رکن ٿا، جي ماڻهن کي سڌارڻ ۽ بهتر ڪرڻ جي لاءِ موجود آهن.

هڪڙي ڀيري جڏهن آءٌ بوسٽن ۾ هوس، تڏهن هڪڙي پوري پني دولتمند ليڊيءَ جي در تي ويس. ڏيڍيءَ تي

بيهي پنهنجي نالي جو پتو مٿي ڏياري موڪليم ۽ جواب
جي لاءِ ترسي بيهي رهيس ته سندس مڙس ٻاهران ڪهڙي
آيو ۽ شوخيءَ مان مون کان پڇيائين ته ڇا ٿو گهرين.
جڏهن مون پنهنجي اچڻ جي مطلب سمجهائڻ جي ڪوشش
ڪئي، تڏهن هو پاڻ زياده شوخ ڏسڻ ۾ آيو ۽ زياده
ناشائستا لفظ ڳالهائڻ لڳو ۽ نيٺ، اهڙو ڪاوڙيو، جو آءٌ
انهي ليڊيءَ جي جواب اچڻ کان اڳئي هليو ويس. آتان
ٿورا گهر ڇڏي وري هڪڙي شريف ماڻهوءَ وٽ ويس، جو
مون کي تمام شائستي طرح گڏيو. هن هڪڙي موچاري
چڱي رقم جي لاءِ مون کي هنڊي لکي ڏني ۽ اجا مون
سندس شڪرگذاري مس ڪئي ته چوڻ لڳو ته "مسٽر
واشنگٽن، آءٌ تنهنجو گهڻو شڪرگذار آهيان، جو تو
مون کي اهڙي چڱي ڪم ۾ مدد ڪرڻ جو وجهه ڏنو
آهي. اهڙي ڪم ۾ شامل ٿيڻ خوشيءَ ۽ آبروءَ جي ڳالهه
آهي. اسين بوسٽن وارا هميشه تنهنجا احسانمند آهيون،
جو تون اسان جو ڪم ٿو ڪرين." پيسن گڏ ڪرڻ جي
آزمودي مان مون کي خاطري ٿي ٿئي ته، سڀني زماني
۾ ٻهرين قسم وارا ماڻهو وڌندا ٿا وڃن ۽ پوئين قسم وارا
وڌندا نٿا وڃن؛ يعني ته جن دولتمند ماڻهن وٽ مڙس ۽
زالون ڪنهن چڱي ڪم جي مدد لاءِ سوال ڪرڻ اچن

ٿيون، سي انهن کي پنڻ وارا نٿا چاهن، پر کنهن چڱي
ڪم ڪرڻ وارا ٿا چاهن.

بوسٽن جي شهر ۾ گهٽو ڪري جنهن به شخص وٽ
آءٌ مدد لاءِ ويو هوندس، تنهن منهنجي سندين شڪرگذاري
ڀڏڻ کان اڳي پاڻ منهنجي شڪرگذاري ڪئي هوندي.
انهي شهر ۾ مدد ڏيڻ وارا گهٽو ڪري سمجهن ٿا ته ڏيڻ
جي وجهه ملڻ ڪري ڪين ڪو خاص عزت ٿو ڏئي. جهڙي
بوسٽن ۾ مون اها چڱي ۽ خداپرستيءَ جهڙي عادت ماڻهن
۾ ڏٺي، اهڙي ٻئي ڪنهين هنڌ نه ڏٺي اٿم، جيتوڻيڪ
ٻين هنڌن تي به گهڻا اهڙا مثال موجود هوندا. آءٌ وري
به پنهنجي اها راءِ ڏيان ٿو ته دنيا ۾ ڏيڻ وارا ماڻهو
زياده ٿيندا ٿا وڃن ۽ پيسن گڏ ڪرڻ ۾ منهنجو اصول
اهو رهيو آهي ته جي ماڻهو پيسي وارا آهن، تن کي پيسي
جي مدد ڏيڻ جو وجهه ڏيڻ منهنجو فرض آهي.

ٽسڪجي اسڪول جي اوائل وارن ورهين ۾ آءٌ اتر ۾
ڏينهن جا ڏينهن گهٽين ۾ پئي گهميس يا ٻاهر سڙڪن
تي پئي هليس ته هڪڙو ڊالر به نه ٿي مليم. اڪثر ائين
به پئي ٿيو آهي ته جڏهن سارو هفتو گهمي نا اميد ٿي
موٽيو هوندس ۽ جن ماڻهن کان گهٽي مدد ملڻ جي اميد
هيم، تن کان هڪڙو سينٽ به نه مليو هوندم ۽ انهي

ڪري ڏاڍو دل شڪستو ٿيو هوندس، تڏهن هڪڙي نه پئي ماڻهو اوچتو ايتري رقم ڏني هوندي، جنهنجي هن وٽان ملڻ جي مون کي اميد ئي ڪانه هئي.

مون کي ياد آهي ته، هڪڙي پيري مون کي خبر ملي ته سنئمفرڊ کان ٻه ميل پري ٻهراڙيءَ ۾ هڪڙو سکر ماڻهو ٿو رهي، جنهن کي جي ٿسڪجيءَ جي لاءِ اسان جن ڪوششن ۽ آتي جي حالتن ۽ گهرجن جو احوال پيش ڪبو ته گهڻي مدد ڏيندو. انهي ويساهه تي لڳي هڪڙي ڏينهن جڏهن سخت سيءُ واءُ هو، تڏهن آءٌ ٻه ميل پنڌ جا ڪري هن کي ڏسڻ ويس. گهڻي مشڪلات کان پوءِ منهنجي هن سان ملاقات ٿي. جيڪي مون چيو سو هن ڪجهه خيال سان ٻڌو، پر ڏنائين ڪجهه به ڪين. لاچار مون کي ائين سمجهڻو پيو ته جيڪي ٿي ڪلاڪ هن جي ڏسڻ ۾ لڳايم سي اجايا ويا. انهي هوندي به مون هميشه جي دستور موجب، پنهنجو فرض ادا ڪيو. جي آءٌ هن کي وجي نه ڏسان ها ته چاٽان ها ته مون پنهنجو فرض ادا نه ڪيو ۽ انهي ڪري ڏک ٿئيم ها.

انهي ملاقات کان ٻه ورهيه پوءِ انهي ساڳئي ماڻهوءَ وٽان هڪڙو خط ٿسڪجيءَ ۾ پهتو، جنهن ۾ هيئن لکيل هو ته " هن خط ۾ آءٌ ڏهن هزارن ڊالرن جي هڪڙي

هندي نيويارڪ ۾ وڃهي موڪليان ٿو. انهي لاءِ ته اوهان کي پنهنجي ڪم ۾ مدد ملي. اها رقم مون پنهنجي وصيت نامي ۾ اوهان جي اسڪول لاءِ داخل ڪري ڇڏي هئي، پر پوءِ مناسب ڄاتم ته پنهنجي جيئري ئي اوهان کي ڏيئي ڇڏيان. مون کي اوهان جي ملاقات ياد آهي، جا ٻه ورهيه اڳي ڪئي هيوَ ۽ جا ياد ڪري مون کي گهڻي خوشي ٿي ٿئي."

جيتري خوشي مون کي انهي هنڊيءَ ملڻ ڪري ٿي، اهڙي ٻي ڪنهين ڳالهه کان نه ٿي هئي. اهڙي وڏي رقم هڪڙي ئي شخص کان اسڪول کي ڪڏهن به ڪانه ملي هئي. اها اهڙي وقت آئي، جڏهن اسان کي گهڻي عرصي کان ڪوبه پيسو نه مليو هو. پيسن جي گهرج ڪري اسين گهڻو تنگ هئاسين ۽ ڏاڍي ڳڻتي ۾ هئي سون. مون کي اهڙي ٻي مشڪل حالت ڪابه خيال ۾ نٿي اچي سگهي، جهڙي اها ته هڪڙي وڏي تعليمگاه هلائڻ ۽ گهٽا پيسا ڏيڻا هجن ۽ اهڙي پڪ نه هجي ته ماه به ماه جيڪي پيسا خرچڻا پوندا، سي ڪٿان ايندا.

اسان جي حالت ۾ مون ڀان تي ٻيڻي جوابداري ٿي سمجهي ۽ انهي ڪري مون کي پاڻ زياده ڳڻتي ٿي رهي. جيڪڏهن انهي بندوبست جي مٿان ڪي گورا هجن ها ۽

اهو بندوبست پوءِ هلي نہ سگهي ها تہ شيدين جي تعليم کي وڏي شڪست رسي ها؛ پر مون کي خبر هئي تہ جو بندوبست شيدين هلائڻ وارن جي ذمي آهي، سو جي هلي نہ سگهيو تہ نہ رڳو اسڪول ويندو، پر ماڻهن جو انهي ساري قوم جي لياقت ۽ قابليت تي ويساهہ ڪم ٿي ويندو. انهن ڏهن هزارن ڊالرن جي هنڊي ملڻ ڪري منهنجي دل تان گهٽڻ ڏينهن جي انتظار جو بار هلڪو ٿي ويو.

شروع کان وٺي اڄ تائين منهنجو هميشه اهو خيال آهي ۽ وجهہ ڏسي هميشه پاڙهيندڙن جي دل تي اهو خيال وهاريندو آهيان تہ جيتري قدر اسڪول جو اندر صاف ۽ سٺرو ۽ بي عيب رهندو، اوتري قدر انهي کي هميشه مدد پئي ملندي.

جڏهن پهرئين دفعي آءٌ ڪالس هنٽنگٽن کي ڏٺس، جو ريلوي کاتي جو وڏو مشهور ماڻهو هو، تڏهن هن مون کي اسان جي اسڪول لاءِ ٻہ ڊالر ڏنا. پوئين دفعي جڏهن منهنجي مرڻ کان ڪي ٿورا مهينا اڳي مون هن کي ڏٺو، تڏهن هن مون کي اسان جي اسڪول جي ڪم لاءِ پنجاهہ هزار ڊالر ڏنا. انهن ٻن بخششن جي وچ ۾ ڪيترين ئي پيون رقمون سال بسال اسان کي مسٽر ۽ مسز هنٽنگٽن کان ملنديون رهيون.

ڪي ماڻهو چوندا ته ٽسڪسجي جو ڪوٽ نصيب وارو هو، جو انهي ڪي اها پنجاه هزارن ڊالرن جي بخشش ملي هئي. نه، اهو نصيب نه هو. اهو سخت پورهيو هو. ڪم جهڙي شيءِ ڪا به ڪنهن کي سواءِ محنت ۽ پورهئي جي هٿ نه ٿي اچي. جڏهن مسٽر هننگٽن مون کي پهريان ٻه ڊالر ڏنا، تڏهن مون هن کي وڏيڪ نه ڏيڻ جو ڪو به ڏوهه نه ڏنو، پر ارادو ڪيم ته پنهنجي محنت جا نتيجا هن کي ڏيکاري خاطري ڏيندو سانس. ٻارهن ورهين تائين پنهنجي پورهئي جي نتيجي ڏيکارڻ سان مون هن کي آها خاطري ڏني. مون ڏٺو ته جيئن جيئن اسان جو اسڪول زياده ڪمائيندو ٿيندو ويو، تيئن تيئن هن جون بخششون ٻه وڌنديون ويون. مسٽر هننگٽن جهڙو ڪو به پيو ماڻهو مون ڪونه ڏٺو، جنهن اسان جي اسڪول لاءِ زياده همدردي ۽ مهرباني ڏيکاري. هن نه رڳو اسان کي پيسا ڏنا، پر وقت بچائي اسڪول هلائڻ جي نسبت ۾ مون کي اهڙي صلاح ڏيندو هو، جهڙي ڪو پيءُ پنهنجي پٽ کي ڏئي.

آخر ۾ پيسن گڏ ڪندي ڪيترائي ڀيرا مون پاڻ کي ڏاڍين تنگ جاين ۾ ڦاٿل ڏٺو آهي. هيٺيون اتفاق هڪڙي ڀيري ڪان وڌيڪ مون ڪنهن سان به بيان نه ڪيو آهي،

جو ڏپ هوم ته ماڻهو انهي تي ويساهه ئي نه ڪندا. هڪڙي ڏينهن صبح جو آءٌ پراوڊنس روڊ ائلنڊ ۾ ويس ۽ هتِ ۾ هڪ سينٽ به نه هو، جو ڏئي ماني کان. هڪڙي ليڊيءَ کي پيسن وٺڻ جي اميد تي ڏسڻو هوم، تنهن ڏي ويندي رستي ۾ پنجويهن سينٽن جو هڪڙو نئون چمڪندڙ سڪو گاڏيءَ جي ڦيٿن جي ڪيل کپ ۾ پيو هو. آهو کڻي پنهنجي مانيءَ جي ڪم ۾ آندم ۽ پوءِ ٽورن منٽن جي اندر جنهن ليڊيءَ کي ڏسڻ ٿي ويس، تنهن کان هڪڙي وڏي رقم مليم.

هڪڙي پيري اسان جي اسڪول کلڻ وقت مون جرات ڪري ڊاڪٽر ريورنڊ ڊونالڊ، جو بوسٽن جي ٽرنٽي چرچ جو پادري هو، تنهن کي وعظ ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني. انهي وقت گهٽ ماڻهن جي وهارڻ جيڏي جاءِ اسان وٽ ڪانه هئي، تنهنڪري تختن ۽ ٽارين سان هڪڙو وڏو منهه کڻي جوڙ ٻوسين. اجا ڊاڪٽر ڊونالڊ اچي وعظ شروع ڪيو ته مينهن به اچي نڪتو ۽ ٻاڏي وهڻ لڳو. هن وعظ کڻي بند ڪيو ۽ هڪڙو ماڻهو چٽي ڪولي متانس جهلي بيٺو. نيٺ انهي پراڻي چٽيءَ هيٺان ڊاڪٽر مٿيون هيٺرن سارن ماڻهن جي اکيان ماٺ ڪيو منتظر بيٺو هو ته مينهن بس ڪري ته وعظ اڳتي هلايان. انهي مهل مون

ڪـي دل ۾ آيو تـہ مـون ڏاڍو جـرات ۽ گستاخيءَ جهڙو ڪم ڪيو آهي .

سگهوئي پوءِ ميـنهن بند ٿيو ۽ **ڊاڪٽر ڊونالڊ** وعظ ڪري بس ڪيو. ۽ آهو وعظ انهي **ميـنهن** پاڻي هوندي بہ نهايت عمدو هـو. جڏهن هـو پنهنجي جـاءِ ۾ ويو ۽ پنل ڪپڙا سڪايائين، تڏهن صلاح ڏنـائين تـہ ٽسڪجيءَ ۾ هڪڙي وڏي ديول جـو ضـرور آهي. پئي ڏينهن ڪي بہ ليڊيون، جـن انهي وقت اٽليءَ جـو سير پئي ڪيو، تـن هڪڙو خط لـکيو، جنهن ۾ لـکيائون تہ جنهن ديول جي اوهان کي گهرج آهي، تنهنجي لاءِ اسين اوهان کي پيسا ڏينديونسين .

ٿورا ڏينهن ٿيندا تہ اسان کي **مسٽر اينڊريو ڪارنگيءَ** کان بہ هزار ڊالر مليا ، انهي لاءِ تہ ڪتب خاني جي لاءِ هڪڙي نئين عمارت جـوڙايون. اسان جو پهريون ڪتب خانو ۽ ڪتابن پڙهڻ جي جاءِ هڪڙي لانديءَ جي ڪنڊ ۾ هئي ، جنهنجي ڊگهائي بارهن فوت ۽ ويڪرائي پنج فوت هئي. ڏهن ورهين جي محنت کان پوءِ مس مون کي **مسٽر ڪارنگيءَ** جي مدد ملي سگهي. ڏهن ورهين کان اڳي جڏهن پرينـدي مون هن کي ڏٺو تڏهن هن جو اسان جي اسڪول تي ڪو گهڻو خيال ڪو نہ هو، پر مون پڪو ارادو

ڪيو ته هن کي ثابت ڪري ڏيکاريندس ته اسين منهنجي مدد جا لائق ۽ حقدار آهيون. ڏهن ورهين جي سخت محنت کان پوءِ مون ڏانهس هيٺيون خط لکيو:

ڊسمبر تاريخ ١٥ سنه ١٩٠٠ع
مسٽر اينڊريو ڪارنيگيءَ ڏانهن — ٥و —
ايڪونجاهين گهٽي — نيويارڪ

صاحب مهربان — ٿورا ڏينهن ٿيندا ته مون اوهان کي اوهان جي جاءِ تي ڏٺو ۽ اوهان مون کي ڪجهه احوال ٻڌائڻ لاءِ چيو هو. ان موجب هاڻي آءٌ پنهنجي اسڪول جي ڪتب خاني جي عمارت لاءِ مدد ملڻ جي درخواست پيش ٿو ڪريان. اسان وٽ ڍائي سؤ شاگرد ۽ ڇهاسي عملدار ۽ پڙهائڻ وارا آهن، جي پنهنجي ڪٽنبن سميت هتي رهن ٿا ۽ اٽڪل ٻه سؤ شيدي اسڪول جي نزديڪيءَ ۾ رهندڙ آهن. اهي سڀ ڪتب خاني جي عمارت ڪم ۾ آڻيندا آهن. اسان وٽ ٻارهان هزار ڪتاب، رسالا وغيره آهن، جي اسان جن دوستن اسان کي ڏنا آهن، پر انهن جي رکڻ لاءِ توڙي ويهي پڙهڻ لاءِ اسان کي ڪا مناسب جاءِ ڪانهي. اسان جا شاگرد تحصيل ڪرڻ ۽ سَنَد وٺڻ کان پوءِ ڏکڻ جي سيڪنهن پاڳي ۾ وڃي ڪم ڪن ٿا ۽ ڪتبخاني مان جيڪو به علم حاصل ڪندا،

سو ساري شيدي قوم جي سڌاري ۾ مدد ڪندو. اهڙي گهربل عمارت تي اٽڪل ويهه هزار ڊالر لڳندا. عمارت جي لاءِ هرقسم جو ڪم جيئن ته سرون جوڙڻ، اوساري ڪرڻ، واڍڪو ڪم، لوهارڪو ڪم وغيره سڀ شاگرد پاڻ ڪندا. جيڪي پيسا اوهين ڏيندؤ، تن مان نه رڳو عمارت جڙندي، پر عمارت جڙڻ سان گڏ شاگردن کي عمارت سازي سکڻ جو به وجهه ملندو ۽ شاگردن کي جيڪو پيسو ملندو، سو اسڪول ۾ رهي پاڻ تي خرچيندا. آءٌ نٿو ڀانيان ته، ايتري رقم اڪثر ڪٿي هڪڙي ساري قوم جي سڌارڻ ۾ ڪم اچي سگهندي هوندي. جيڪڏهن احوال معلوم ڪرڻ جي اوهان کي ضرورت هوندي، ته آهو به، آءٌ خوشيءَ سان ڏيندس. اوهان جو نيازمند

**بُڪر واشنگٽن- پرنسپال.**"

مسوٽندڙ ٽپال ۾ هيٺيون جواب آيو: ڪتبخاني جي عمارت لاءِ جيڪو خرچ ٿيندو ويندو، سو آءٌ ويهن هزارن ڊالرن تائين خوشيءَ سان ڏيندو ويندس. مون کي گهڻي خوشي ٿي آهي ته اوهان جي انهي چڱي ڪم ۾ مدد ڪرڻ جو مون کي هي وجهه مليو آهي."

مون آزمودي مان معلوم ڪيو آهي ته دولتمند ماڻهن کي جڏهن ڪم جي حقيقت ۽ حساب رکڻ جي رستي جي

خبر پوندي آهي، تڏهن هو اڪثر گهڻو خيال ڏيندا آهن.
ڏسڪجيءَ ۾ پيسن جي خرچڻ جي توڙي ٻين ڪمن جي
نسبت ۾ آءٌ ڪوشش ڪري اهڙا ڏنڏي جا رستا وٺندو
آهيان، جي نيويارڪ جي ڪنهين به بئنڪ ۾ پسند اچي
سگهندا.

مون اسڪول کي مليلن وڏين وڏين بخششن جو ذڪر
ڪيو آهي، پر جن پيسن سان اسڪول جڙيو، تنهنجو
گهڻو ڀاڱو وچولي درجي وارن ماڻهن جي ننڍين ننڍين چندن
جي صورت ۾ وصول ٿيو هو. انهن ننڍين بخششن ۾ سوين
چندي ڏيندڙ شامل ٿا ٿين، تڏهن ڪو خير جو ڪم گهڻو
ڪري انهن جي مدد سان ٿو هلي. پيسن گڏ ڪرڻ جي
ڪوشش ۾ اڪثر مون کي پادرين جي تحمل ۽ نيڪ نيتي
تي حيرت پئي لڳي آهي، جن ڪان هر وقت ۽ هر طرح
چوڏاري مدد گهرڻ ۾ پئي آئي آهي. جيڪڏهن ڪنهين
به ٻي ڳالهه ڪري مون کي عيسائي حياتيءَ جو قدر نه
پوي ها، ته به آمريڪا ۾ هر فرقي جي پادرين شيدين جي
سڌارڻ ۾ گذريلن پنجٽيهن ورهين ۾ جيڪو عيسائي خير
جو ڪم ڪيو آهي، سوئي جيڪر مون کي عيسائي مذهب
جو ڪري چڏي ها. گهڻو ڪري جيڪي نامي جا ۽ ٻيا
هلڪا سڪا آچر وارن اسڪولن ۽ عيسائي ڪوشش وارين

جماعتن ۽ پادرين جي جماعتن، توڙي سڏو چرچ يا مذهبي ڪاتي مان پئي مليا آهن، تن شيدي قوم جي جلد سڌاري ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڪئي آهي.

هنن ننڍڙين بخششن جي ذڪر ڪندي مون کي هي ڳالهه چوڻ ياد ٿي پوي ته ٽسڪيجي جي سند يافتن شاگردن مان ڪي ٿورا هوندا، جي ساليانو چندو نٿا پهچائين. اهي چندا پنجويهن سينٽن کان وٺي ڏهن ڊالرن تائين ملندا آهن.

ٽئين سال جي ڪم شروع ڪرڻ کان سگهوئي پوءِ اسان کي حيرت لڳي، جو ٿن خاص جاين تان اسان کي پيسا مليا ۽ اجا تائين اتان مدد ملندي رهي اٿون. پهرين ته الاباما جي سرڪاري قاعدن جوڙڻ واري مجلس اسان جي ساليانی مدد جي رقم ٻن هزارن ڊالرن مان وڌائي سال ۾ ساڍا چار هزار ڊالر ڪئي اٿن. انهي وڌيل رقم جي ملڻ لاءِ خاص ڪوشش آنربل فاسٽر ڪئي، جو ٽسڪيجي مان انهي مجلس جو مشير هو. ٻيو ته جان سليٽر فنڊ مان اسان کي هڪ هزار ڊالر مليا. انهي فنڊ جي سنيالينڊڙ کي اسان جو ڪم شايد پسند آيو، جو انهن سگهوئي پنهنجي ساليانی بخشش وڌائي. ۽ اها وقت بوقت وڌندي وئي، تانجو هاڻي انهي فنڊ مان اسان کی هر سال يارهن هزار ڊالر ملندا آهن. ٻي مدد جنهنجو مون متي اشارو ڏنو

آهي، سا پيبابڊي فنڊ مان مليندڙ رقم آهي. آها پهرين پنج سؤ ڊالر هئي، پر پوءِ وڌي پندرهن سؤ ڊالر ٿي آهي.

سليٽر ۽ پيبابڊي فنڊن مان مدد وٺڻ جي ڪوشش ڪندي، منهنجو ٻن عجيب انسانن سان واسطو ٿيو، جن شيدين جي تعليم جي رستو گهڻي قدر کهڙيو آهي. آهي آهن آنربل ڪري واشنگٽن وارو، جو انهن جو عام مختيار ۽ هلا ئيندڙ آهي ۽ مسٽر مارس جيسپ نيويارڪ وارو. ڊاڪٽر ڪري ڏکڻ جو رهاڪو آهي ۽ اڳي گڏيل لشڪر جو هڪڙو سپاهي هو، انهي هوندي بہ آءٌ نٿو وسهان تہ ملڪ ۾ اهڙو ڪو ماڻهو هوندو، جو ڊاڪٽر ڪري کان وڌيڪ شيدي قوم جو خيرخواه هوندو يا ذات جي تعصب کان زياده آزاد هوندو. هو انهي عجيب ڳالهہ ڪري مشهور آهي تہ هن ۾ جهڙو شيدين جو اعتبار آهي، تهڙو ڏکڻ جي گورن ماڻهن جو. پهريون ڀيرو جڏهن آءٌ هن کي گڏيو هوس، سو مون کان ڪڏهن بہ وسرڻ جو نہ آهي. اهو اتفاق رچمنڊ ۾ ٿيو، جتي انهي وقت هو رهندو هو. مون هن جو گهڻوئي ذڪر ٻڌو هو. جڏهن آءٌ پهرئين ڀيري سندس اڳيان ڏکندو وڃي حاضر ٿيس، ڇا لاءِ جو آءٌ ننڍو هوس، آزمودگار نہ هوس، تڏهن هن منهنجو همٿ اهڙي شوق سان ورتو ۽ اهڙا همتائڻ

جهڙا لفظ ڳالهايائين ۽ مناسب رستي وٺڻ لاءِ اهڙي ڪمائتي صلاح ڏنائين، جو مون کي انهي وقت معلوم ٿيو، جيئن اڄ تائين معلوم پئي ٿيو آهي ته هو انسان ذات جي سڌاري لاءِ پاڻ کي وساري هميشه ڪم ڪرڻ واري ماڻهوءَ جو هڪڙو عمدو مثال آهي.

**سلينٽر** فنڊ جي خزانچي **مسٽر مارس جيسپ** جو آءٌ انهي ڪري اشارو ٿو ڏيان، جو ڪوبه اهڙو پيو دولتمند ۽ گهڻن وڏن ڏنڌن جي جوابدارين ڪٽڻ وارو ماڻهو مون کي نٿو سجهي، جو نه رڳو ناڻو پر پنهنجو وقت ۽ خيال به شيديسن جي سڌاري جي مناسب رستي بابت ايتري قدر لڳائي ٿو، جيتري قدر **مسٽر جيسپ** لڳائي ٿو. گذريلن ٿورن ورهين ۾ هنري تعليم جو هيترو زور ورتو آهي ۽ هاڻوڪي حالت کي پهتي آهي، سو گهڻو ڪري هن جي ڪوشش ۽ همٿ ڏيڻ ڪري.

## باب ٻارهون

### ٻه هزار ميل پنڌ جي تقرير لاءِ

اسان جي ڪاڏي جي بندوبست جاري ٿيڻ کان پوءِ تمام گهڻا شاگرد، جي بيشڪ لائق هئا، مگر اهڙا غريب

هئا، جو اسڪول جو رواجي هلڪو خرچ ڀرِ ڏئي نٿي سگهيا، سي داخل ٿيڻ لاءِ درخواستون ڪرڻ لڳا. انهن ۾ مڙس ۾ هئا، زالون ۾ هيون. اهڙن درخواست ڪندڙن کي رد ڪرڻ ۾ ڏکيو هو ۽ ۱۸۸۴ ۾ انهن مان ڪن ٿورن جي لاءِ رات وارو اسڪول کوليو ويو.

اهو رات وارو اسڪول ڀرِ انهي ساڳي رٿ تي هلايو ويو، جنهن تي هامپٽن ۾ مون هلائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ڀهرين انهي ۾ ڏهه ٻارهان شاگرد هوندا هئا. آهي ۾ انهي رات جي اسڪول ۾ تڏهن داخل ڪيا ويا، جڏهن ڏينهن واري اسڪول ۾ ڪاڏي جي خرچ مان ڪجهه ۾ ڀري نہ ٿي سگهيا. اهو ۾ ضرور سمجهيو ويو تہ آهي ڪنهن ڌنڌي يا هنر ۾ ڏينهن جو ڏهه ڪلاڪ ڪم ڪن ۽ رات جو ٻہ ڪلاڪ پڙهن. اهو ڪم هنن کي ڀهرئين ٻن ورهين ۾ ڪرڻو هو ۽ انهي لاءِ هنن کي ڪاڏي جي خرچ کان ٿورو وڌيڪ ملڻو هو، انهي شرط تي تہ سندن ساري ڪمائي مان ٿورو ڪٽي باقي اسڪول جي خزاني ۾ رکي ڇڏبو، انهي لاءِ تہ پوءِ جڏهن ڏينهن واري اسڪول ۾ داخل ٿيندا، تڏهن انهي مان سندن ڪاڏي جي مجرائي ڪبي وڃبي. جيڪو رات وارو اسڪول انهي طرح شروع ٿيو، سو هينئر اهڙو وڏي ويو آهي، جو رڳو انهي ۾ چار

سؤ سٽونجاهه شاگرد آهن.

شاگرد جي لياقت جي آزمائش اسڪول جي انهي شاخ جي ڪم کان وڌيڪ سخت ٻي ڪانه ٿي سگهندي. رات جي اسڪول کي جو آءٌ زياده ضروري سمجهندو آهيان، سو رڳو انهي ڪري ته انهي مان شاگرد جي شوق ۽ وسعت معلوم ڪرڻ جو چڱو وجهه ملي ٿو. جيڪو ڏينهن جو ڏهه ڪلاڪ سرن جوڙڻ يا ڪپڙن ڌوئڻ ۾ ورهي، ٻن ٽائين خوشيءَ سان ڪمائيندو، انهي لاءِ ته رات جو ٻه ڪلاڪ پڙهي سو وڌيڪ تعليم ملڻ جو بيشڪ حقدار ۽ لائق هوندو.

رات جي اسڪول ڇڏڻ کان پوءِ شاگرد ڏينهن جي اسڪول ۾ داخل ٿئي ٿو، جتي هفتي ۾ چار ڏينهن پڙهي ٿو ۽ ٻه ڏينهن ڪو ڌندو ڪري ٿو. انهي کان سواءِ آرڙهه جا ٽي مهينا به هو اڪثر پنهنجي ڌنڌي ۾ مشغول رهي ٿو. قاعدو هي آهي ته جڏهن شاگرد رات جي اسڪول ۾ پڙهي پاس ٿئي ٿو، تڏهن باقي عرصو هنري يا ڪتابي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ لڳائي ٿو. ڪوبه شاگرد، ڪهڙي به چڱي وسعت وارو، سواءِ هٿن جي پورهئي سکڻ جي، ڇڏي نه ڏبو آهي. حقيقت ڪري هنري ڪم هينئر اهڙو پسند آهي، جهڙو لکڻ پڙهڻ جو ڪم. اسڪول مان جيڪي مڙس يا زالون سنَدون وٺي نڪتيون آهن، تن مان گهڻا

رات جي اسڪول کان شروع ٿيا آهن.

جيتوڻيڪ آسڪجيءَ ۾ هنري ڪم ۽ تعليم تي گهڻو زور ڏيڻ ۾ ٿو اچي، تہ بہ مذهبي ۽ روحاني بهبودي وساري نٿي ڇڏجي. اسڪول ۾ ڪنهين بہ فرقي جو ماڻهو داخل ٿي سگهي ٿو، رڳو عيسائي سو هجي ۽ روحاني تعليم انهي ڪي ضرور ڏيڻ ۾ اچي ٿي. وعظ ڪرڻ جو بندوبست گڏجي نماز پڙهڻ، آچر جو اسڪول، عيسائي ڪوشش جي جماعت، جوان عيسائي ماڻهن جي جماعت ۽ بيا ڪيترائي مذهبي بندوبست، اهي سڀ انهي ڳالهہ جي ثابتي ٿا ڏين.

سال ۱۸۸٥ ۾ **مس آلو يا بيوبسن**، جنهنجي نسبت ۾ مون اڳئي مٿي چيو آهي تہ اوائل وارن ڏينهن ۾ اسڪول جي هلائڻ ۾ تمام گهڻي مدد ڏيندي هئي، تنهن سان مون شادي ڪئي. جيترو عرصو اسين پوءِ گڏ رهياسين، انهي ۾ هوءَ پنهنجو وقت ۽ زور اڌ گهر جي ڪم ۾ ۽ اڌ اسڪول جي ڪم ۾ لڳائيندي هئي. هوءَ نہ رڳو ٽسڪجيءَ ۾ اسڪول جو ڪم ڪندي هئي، پر اتر ۾ پيسن گڏ ڪرڻ لاءِ بہ ويندي هئي. سال ۱۸۸۹ ۾ هوءَ چئن ورهين جي گهر جي سک ۽ اٺن ورهين جي اسڪول جي سخت ۽ خوشيءَ جي ڪم کان پوءِ مري وئي. انهي

ڪَ سان هن ڪي ايتري محبت هوندي هئي، جو انهي محبت ۽ ڪوشش ۾ هن پاڻ کي ڳاري ماري ڇڏيو. اسان کي پرڻي کان پوءِ پـ خوبصورت ۽ تندرست پٽ ڄاوا هڪڙو بيڪر ٽاليافرو ۽ ٻيو ارنيسٽ ڊيوڊسن انهن مان وڏو بيڪر اڳئي ٽسڪجيءَ ۾ سرن جوڙڻ جي ڪم ۾ هوشيار ٿيو آهي.

مون کان اڪثر پڇندا آهن تہ ماڻهن جي اڳيان تقرير ڪرڻ جي استعمال تو ڪيئن شروع ڪئي. انهي جي جواب ۾ منهنجو چوڻ هي آهي تہ ماڻهن جي اڳيان ڳالهائڻ لاءِ مون پنهنجي حياتيءَ جي ڪنهن گهڙي ياڳي لڳائڻ جي ڪڏهن بہ رٿ نہ ڪئي هئي. مون کي هميشه اها طمع رهندي آهي تہ ڪي ڪم سچي پچي ڪريان، نہ فقط انهن جي ڪرڻ جون ڳالهيون ڪريان. پائنجي ٿو تہ جڏهن آءٌ آتر ذي جنرل آرمسٽرانگ سان گڏ ماڻهن ۾ تقريرن ڪرڻ لاءِ ويس، جنهنجو مٿي مون اشارو ڏنو آهي، تڏهن قومي تعليمي جماعت جو مير مجلس آنربل ڊڪنيل هڪڙي وقت حاضر هو ۽ انهي مون کي ڳالهائيندي ٻڌو هو. انهي کان ٿورا ڏينهن پوءِ هن مون ڏي لکيو تہ تعليمي جماعت جي ايندڙ مجلس ۾ اچي تقرير ڏي. اها مجلس مئڊيسن ۾ گڏ ٿيڻي هئي. سون وچ قبول ڪيو.

حقيقت ڪري ماڻهن جي اڳيان ڳالهائڻ جي ڪم ۾ منهنجي اها شروعات هئي.

جنهن ڏينهن شام جو مون انهي مجلس ۾ تقرير ڏني، تنهن ڏينهن قريب چار هزار ماڻهو ضرور حاضر هوندا. مون کي خبر نہ هئي، مگر الاباما مان گهڻا ماڻهو آيا هئا ۽ ڪي ٽسڪجي جي شهر مان بہ آيا هئا. انهن گورن ماڻهن پوءِ صاف دليءَ سان مون کي چيو تہ اسين انهي مجلس ۾ انهي خيال تي وياسين تہ ڏکڻ جي ماڻهن جي شڪايت ٻڌنداسين، پر اسان کي حيرت لڳي ۽ خوش بہ ٿياسين، جو تنهنجي تقرير ۾ هڪڙو اکر بہ شڪايت جو نہ هو. اُتلندو جيڪي چڱا ڪم هنن ڪيا آهن، تن جي تعريف ٻڌي سون. هڪڙي گوري زال، جا ٽسڪجي جي هڪڙي ڪاليج ۾ پڙهائڻ واري هئي، تنهن هڪڙي مڪاني اخبار ۾ اتان لکي موڪليو تہ اسڪول جي جاري ڪرائڻ ۾ ٽسڪجي جي گورن ماڻهن جي مدد جي جيڪا تعريف فلاڻي ڪئي آهي، يعني مون، سا ڏسي آءٌ ڏاڍي خوش ٿي آهيان ۽ حيرت ۾ بہ پئي آهيان. اها تقرير جا مون مئڊيسن ۾ ڪئي، سا پهرين تقرير هئي، جنهن ۾ مون ذاتين جي عام مسئلي بابت ڪجهہ قدر بحث ڪيو. جن آها ٻڌي سي منهنجا دليل ۽ عام راءِ ٻڌي خوش ڏسڻ ۾ آيا.

جڏهن آءٌ پهرين ٿسڪجيءَ ۾ آيس، تڏهن مون ارادو ڪيو ته انهي ۾ آءٌ ڪهر ڪري رهندس ۽ شهر جي ماڻهن جي چڱن ڪمن تسي آءٌ ايترو فخر ڪندس، جيترو ڪوبه گورو ماڻهو ڪري سگهندو، ۽ ساڳيءَ طرح هنن جي خراب ڪمن ڪري مون کي ايترو ارمان ٿيندو، جيترو ڪنهين به گوري ماڻهوءَ کي ٿي سگهندو. مون ارادو ڪيو ته آتر ۾ عام تقرير ڪندي آءٌ ڪڏهن بہ اهڙي ڳالهه نہ ڪندس، جا ڏکڻ ۾ ڪرڻ نہ گهرندس. مون کي ڪچيءَ ڪان خبر پئي هئي تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪاريون ڏئي پنهنجي خيال تان ڦيرائڻ مشڪل ڳالهه آهي ۽ ائين ڪرڻ لاءِ اڪثر چڱو رستو اهو آهي تہ جيڪا خرابي ڪيل هجي، رڳو انهي تي ڌيان ڇڪڻ جي بدران تعريف جوڳن ڪمن جي واکاڻ ڪجي.

انهي اصول تي هلڻ ڪري، مناسب وقت تي مناسب طرح ڏکڻ جي ڪنهين به ڀاڱي جي اسڪول جي خرابين ۽ عيبن جي چٽيءَ طرح ڏيکارڻ کان آءٌ ڪڏهن بہ نہ مڙيو آهيان. مون ڏٺو آهي تہ ڏکڻ ۾ اهڙا گهڻا ماڻهو آهن، جي سچائي سان غلط ڳالهه ڏيکارڻ جي ڪري هڪدم سنئين رستي تي ايندا آهن. حقيقت ڪري ضرورت وقت ڏکڻ جي نڪته چيني ڪرڻ جي جاءِ ڏکڻ ۾ ئي آهي، نہ بوسٽن ۾. هڪڙو بوسٽن جو ماڻهو، جو بوسٽن جي

عيب جوئي ڪرڻ لاءِ الاباما ۾ ايندو، سو آءٌ پانيان ٿو ته اهڙو سڌارو نہ ڪندو، جهڙو ڪو بوسٽن ۾ اهڙي قسم جي گفتگو ڪندو.

انهي مئڊيسن واري تقرير ۾ مون اها حجت ڏني ته ذاتين جي نسبت ۾ سڀ ڪان عمدي تجويز اها آهي ته هر طرح آبرو جهڙن آپائن سان انهن جي وچ ۾ ميلاپ پيدا ڪجي ۽ انهن کي هڪٻئي جي دوستي ۽ خيرخواهيءَ لاءِ همتائجي، نہ هڪٻئي جي برخلاف ڪجي. ۽ هي ٻہ چيم ته شيديءَ کي چونڊ مهل پنهنجي راءِ آنهن ساٿهن جي فائدي ۾ ڏيڻ گهرجي، جن جي وچ ۾ هو رهي ٿو، نہ آنهي ماڻهوءَ جي فائدي ۾، جو ڪائنس يا سندس واسطيدارن کان هزار ميل پري ٿو رهي.

انهي تقرير ۾ مون چيو ته شيدين جي آئيندي جي حالت گهڻي انهي ڳالهہ تي منحصر ٿي رهي ته جن ساٿهن جي وچ ۾ هو رهن ٿا، تن کي هو پنهنجي هنرمنديءَ ۽ سمجهہ ۽ لياقت جي ڪري اهڙا ڪمائتا ٿين، جو هو انهن کي ڇڏي نہ سگهن. مون چيو ته جيڪو ماڻهو ڪنهن ٻئي کان ڪي ڪجهہ وڌيڪ سکيو آهي يا جو ڪو معمولي ڪم غير معمولي طرح ڪرڻ سکيو آهي، تنهن پنهنجي ڪل جي رنگ جي نظر ڪان سواءِ پنهنجو مسئلو حل ڪيو

آهي ۽ جيترو وڏيڪ ڪو شيدي آهو ڪي پيدا ڪندو، جو پين ماڻهن کي ڪهرجي ۽ آهي آهو ضرور هٿ ڪن، اوترو وڏيڪ انهن کي زياده عزت آبرو ملندي.

سون هڪڙو مثال ڏنو، جنهن ۾ اسان جي هڪڙي سَنَدي شاگرد هڪڙي اهڙي هنڌ زمين جي هڪ ايڪڙ مان پہ سؤ چاهٺ بُشل لاهوري ڳجرن جا پيدا ڪيا، جتي اڳي سراسري في ايڪڙ مان فقط اڻونجاهہ بشل پيدا ٿيندا هئا. انهي شاگرد ايتري پيدائش هن ڪري ڪئي، جو هن کي زمين جي ڪيميائي حالت ۽ قسم جي خبر هئي ۽ پوک ڪرڻ جي سڌريلن رستن سان واقف هو. پاڙي وارا گورا آبادڪار ۽ زميندار انهي کي ڏايو سان ڏيندا هئا ۽ وٺس ايندا هئا، انهي لاءِ تہ معلوم ڪن تہ ڳهٽيون ڳجرون ڪيئن آپائجن. اهي زميندار هن کي انهي لاءِ سان ڏيندا هئا، جو هن پنهنجي علم ۽ هنر جي زور تي جتي رهندو هو، آتي جي ماڻهن ۾ دولت ۽ سک وڌايو هئائين. مون بيان ڪري ٻڌايو تہ شيدين جي تعليم جي نسبت ۾ منهنجي راءِ هي هئي تہ مثلاً هو پنهنجو سارو وقت آباديءَ جي ڪم ۾ نہ لڳائين ۽ تمام عمديون ۽ ڳهٽيون ڳجرون آپائين، پر جڏهن هو انهي ڪم ۾ هوشيار ٿي رهن، تڏهن وري هو اهڙو بندوبست ڪن، جنهن

ڪري سندن پٽ ۽ پوٽا پيون سڌريل ۽ بهتر قسم جون جنسون آپائي سگهن.

مطلب ته اهي هئا ڪي دليل، جي مون پنهنجي پهرين تقرير ۾ پنهي قومن جي واسطيداريءَ جي نسبت ۾ ڏنا ۽ انهي وقت ڪان وٺي اڄ تائين ڪنهين به ضروري ڳالهه ۾ پنهنجي راءِ ڦيرائڻ جو مون کي سبب نه مليو آهي.

ننڍي هوندي جيڪو ماڻهو شيدين جي برخلاف ڪي چوندو هو يا انهن تي ظلم ڪرڻ جون ڪي رٿون ڏسيندو هو يا هنن ڪان پوري طرح سڌاري ڪرڻ جا وجهه کسي وٺڻ جي صلاح ڏيندو هو، انهي سان منهنجي نه پوندي هئي ۽ ساڻس وير رکندو هوس. پر هاڻي جڏهن ڪڏهن آءٌ ٻڌندو آهيان ته ڪو ماڻهو ٻئي جي سڌاري گهٽائڻ جون تجويزون پيو ڪري، تڏهن مون کي انهي ماڻهوءَ تي ڏاڍو قياس ۽ افسوس ايندو آهي. مون کي خبر آهي ته اهو ماڻهو جو اهڙو غلط ڪم ٿو ڪري، سو انهي ڪري ٿو ڪري، جو هن کي پاڻ پنهنجي سڌاري جو وجهه ڪونه ٿو ملي. افسوس انهي ڪري ٿو ٿئي، جو آءٌ ڄاڻان ٿو ته هو جهان جي سڌاري کي روڪڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ نيٺ جڏهن ساري خلق پاڻهي سڌارو ڪندي، تڏهن پنهنجي تنگدلي ۽ ضعيفائي جي ڪري شرمندو ٿيندو.

اها اهڙي ڳالهه آهي، جهڙي هيءَ ته ڪو ماڻهو هڪڙي زور واري ريل گاڏين جي قطار کي روڪي بيهارڻ لاءِ پاڻ کي اڇلائي ريل تي وجهي. خلق کي زياده سمجهه، زياده علميت، زياده قابليت، زياده آزادگي ڏيڻ ۽ زياده همدردي ۽ زياده ڀائپائي جهڙي محبت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪرڻ به انهن ئي آهي.

قومي تعليمي مجلس جي اڳيان مٿين ۾ جيڪا تقرير مون ڏني، تنهنجي ڪري اتر ۾ گهڻا ماڻهو منهنجا واقف ٿيا. انهي ڪان پوءِ سگهوئي آتي ماڻهن کي زياده تقريرن ڏيڻ جا وجهه ملڻ لڳا.

انهي هوندي به مون کي اهو انتظار هو ته ڏکڻ جي هلنديءَ وارن گورن ماڻهن جي اڳيان منهنجي تقرير ڪرڻ جو رستو کلي ته چڱو. انهي قسم جو هڪڙو ننڍو وجهه سال ١٨٩٣ ۾ مون کي مليو، جنهن منهنجو رستو گهڙيو. انهي سال ۾ اٽلانٽا منجهه ڪرسچن ڪاروبارين جي قومي مجلس گڏ ٿي. جڏهن آتي وڃڻ جو مون کي سڏ ٿيو، تڏهن آءٌ بوسٽن ۾ قابو هوس ۽ انهي ڪري اٽلانٽا ۾ وڃي ڳالهائڻ ناممڪن هو. تڏهن به پنهنجي ٺهرايلن تاريخن ۽ جاين جي ياداشت تي خبرداريءَ سان نظر گهمائڻ ڪان پوءِ مون ڏٺو ته آءٌ بوسٽن کان آگگاڏيءَ جي رستي تقرير ڪرڻ

جي وقت ڪيان انڪل ٽيهه منٽ اڳي اٽلئنٽا ۾ پهچي سگهندس ۽ موٽي بوسٽن ڏي اچڻ واريءَ گاڏيءَ کي پهچڻ تائين ٽيهه منٽ کن انهي شهر ۾ رهي سگهندس. اٽلئنٽا ۾ ڳالهائڻ جو سڏ جو مون کي مليو هو، تنهن ۾ اهو شرط وڌل هو ته منهنجي تقرير فقط پنج منٽ هلڻ گهرجي. تنهن ڪري سوال اهو هو ته انهن پنجن منٽن واري تقرير ۾ آءٌ ايترو مضمون ڳالهائي سگهندس يا نه، جنهنجي لاءِ ايتري پنڌ ڪرڻ جي تڪليف پاڻ تي هموار ڪريان.

مون کي خبر هئي ته انهي مجلس ۾ تمام معتبر ۽ هلنديءَ وارا گورا، مرس توڙي زالون، اچڻيون هيون ۽ ٽسڪجيءَ ۾ جنهن ڪم ڪرڻ جي اسان ڪوشش پئي ڪئي، تنهن بابت يا ٻنهي قومن جي پاڻ ۾ ميلاپ بابت هنن کي احوال ڏيڻ جو اهو نهايت عمدو وجهه هو. تنهنڪري مون اوڏي وڃڻ جو پڪو ارادو ڪيو. مون پنجن منٽن تائين ٻن هزارن ماڻهن سان ڳالهايو، جن مان گهڻا ڏکڻ توڙي اتر جا گورا هئا. جيڪي مون پئي چيو سو ظاهري ڪري هنن ڏاڍي خيال ۽ شوق سان پئي ٻڌو. ٻئي ڏينهن جي اٽلئنٽا جي اخبارن منهنجي تقرير جي فائدي ۾ لکيو ۽ ملڪ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ انهي بابت گهڻي چؤپچو هلي. مون کي خاطري ٿي ته منهنجي مراد پوري

ٿي، جو ڏکڻ جي سکر ماڻهن منهنجي ڳالهه ٻڌي.

عام تقريرن ڪرڻ لاءِ مون کي زياده دعوتون ملنديون ويون، جهڙيون پنهنجي قوم کان، تهڙيون اتر وارن گورن کان. ٽسڪجيءَ جي ڪم کان جيترو وقت بچي ٿي سگهيو، اوترو مون انهن تقريرن تي ٿي لڳايو. اتر ۾ جيڪي تقريرون ڪرڻ ۾ ٿي آيون، سي گهڻو ڪري اسڪول جي مدد لاءِ پيسن گڏ ڪرڻ جون هيون. جيڪي شيدين جي اڳيان ڪرڻ ۾ تي آيون، سي هنن جي دل تي هنري تعليم توڙي ديني ۽ اخلاقي تعليم جي ضرورت ڄمائڻ جي ارادي سان هيون.

هاڻي آءٌ پنهنجي حياتيءَ جي انهي هڪڙي ڳالهه تي ٿو اچان، جنهن ڀانئجي ٿو ته ماڻهن جو گهڻو ڌيان ڇڪيو ۽ جنهن ڪري سڀ کان وڌيڪ منهنجي اهڙي ناموس نڪتي، جنهن کي هڪڙي معنيٰ سان قومي سڏي سگهجي. آءٌ انهي تقرير ڏي اشارو ٿو ڏيان، جا مون سال ۱۸۹۵ جي سيپٽمبر ۾ اٽلانٽا ۾ اٽلانٽا جي ڪپهه وارن پرڳڻن ۽ قومي نمائش جي کلڻ وقت ڏني.

انهي ڳالهه بابت ايترو ڪجهه چيو ۽ لکيو ويو آهي ۽ انهي تقرير جي نسبت ۾ ايترا سوال مون کان پڇڻ ۾ آيا آهن، جو آءٌ معافي گهري انهي مضمون جو مفصل بيان

ٿو لکان. پنجن منٽن واري تقرير، جنهنجي ڏيڻ لاءِ انگلنڊ ۾ بوسٽن کان آيو هوس، سا آتي مون کي ٻي تقرير ڪرڻ جي وجهہ ڏيڻ جو شايد هڪڙو وڏو سبب هئي. سال ۱۸۹۵ جي بهار جي موسم ۾ انگلنڊ جي سڪرن وٽان مون کي هڪڙي تار پهتي، جنهن ۾ مون کي چيائون تہ هڪڙي جماعت سان گڏجي انهي شهر مان واشنگٽن ڏي وڃ، انهي لاءِ تہ انهي نمائش لاءِ سرڪاري مدد وٺڻ واسطي ڪانگريس جي هڪڙي ڪميٽيءَ وٽ حاضر ٿين. انهي ڪميٽيءَ ۾ پنجويهہ تمام مشهور ۽ هلنديءَ وارا جارجيا جا گورا ماڻهو هئا. انهي ڪميٽيءَ جا ست ميمبر گورا هئا، سواءِ ٻن پادرين **بشپ گرانٽ** ۽ **بشپ گيننس** ۽ منهنجي. شهر جي ميئر ۽ ڪيترن ٻين سرڪاري عملدارن ڪميٽيءَ جي اڳيان ڳالهايو. انهن کان پوءِ هن ٻن شيدين پادرين ڳالهايو. منهنجو نالو ڳالهائڻ وارن جي ياداشت ۾ پويون هو. آءٌ اڳي اهڙي ڪنهين بہ ڪميٽيءَ جي اڳيان حاضر نہ ٿيو هوس ۽ نہ مڪ وڏي شهر ۾ ڪڏهن ڪا تقرير ڏني هيم. مون کي گهڻائي ڏپ پريا گمان ٿي گذريا تہ الائجي آتي چٿا چوندس ۽ پنهنجي تقرير الائجي ماڻهن تي ڪهڙو اثر پيدا ڪندي. مون کي ياد نٿو اچي تہ مون ڇا چيو، مگر ايترو ياد پويم ٿو تہ مون

بلڪل صاف ۽ چٽن لفظن ۾ ڪميٽيءَ کي ذهن نشين ڪيو ته جيڪڏهن ڪانگريس جي مرضي آهي ته ذڪر مان ذات جو فرق نڪري وڃي ۽ ٻئي قومون پاڻ ۾ رس رکي گذارين ته آءٌ ٻنهي قومن جي مالي ۽ ذهني يا جسماني ۽ روحاني سڌاري کي هرطرح مناسب رستي همٿائي. مون چيو ته انگلينڊ جي نمائش ٻنهي قومن کي اهو وجهه ڏيندي ته ڏيکارين ته آزادي ملڻ کان پوءِ هنن ڪهڙي ترقي ڪئي آهي ۽ اڃا به زياده ترقي ڪرڻ لاءِ هنن کي همٿائيندي.

مون انهي ڳالهه تي زور رکڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيتوڻيڪ ڪنهن شيديءَ کان غير واجبي طرح شهري ماڻهن جو حق نه کسڻ گهرجي، تڏهن به رکي شورش ڪرڻ مان هن جو ڪوبه بچاءُ ڪونه ٿيندو ۽ راءِ ڏيڻ جي حق جي پٺيان هن کي ملڪيت ۽ هنر ۽ ڪاريگري ۽ ڪفايت شعاري ۽ سمجهه ۽ معتبري، اهي سڀ هئڻ گهرجن ۽ انهن کان سواءِ ڪابه قوم هميشه فتحياب رهي نه سگهندي. مون چيو ته اهڙي حق ڏيڻ سان ڪانگريس ايترو ڪي ڪندي، جو ٻنهي قومن کي سچي پچي گهڻي تائين فائدو پيو رسندو ۽ ملڪي جنگ جي بند ٿيڻ کان پوءِ اهو پهريون وجهه آهي، جو انهن کي مليو آهي.

سون پندرهن يا ويهن منٽن تائين ڳالهايو ۽ جڏهن ڳالهائي بس ڪيم، تڏهن جيڪي جارجيا جا ماڻهو ۽ ڪانگريس جا ميمبر آتي حاضر هئا، تن مون کي مبارڪون ڏنيون. ڪميٽي متفق الراءِ ٿي فائدي جهڙي رپورٽ ڪئي ۽ ٽورن ئي ڏينهن ۾ اهو مسودو پاس ٿيو. ۽ انهي مسودي پاس ٿيڻ سان اٽلئنٽا جي نمائش جي فتحيابيءَ جي پڪ ٿي.

انهي واشنگٽن جي گشت کان پوءِ سگهوئي، نمائش جي بانين ٺهراءُ ڪيو ته شيدي قوم جي خاطري ڪرڻ لاءِ هڪڙي وڏي ۽ عمدي عمارت جوڙائڻ گهرجي، جا فقط انهي ڪم ۾ لڳائجي ته اتي ڏيکارجي ته آزادي ملڻ کان پوءِ شيدين ڪهڙي ۽ ڪيتري ترقي ڪئي آهي. اهو ٻه ٺهراءُ ٿيو ته اها عمارت رٿين ٻه شيدي ڪاريگر ۽ جوڙين ٻه آهي. نيٺ اهو ٺهراءُ پاس ٿيو. اها شيدين واري عمارت نموني ۽ سونهن ۽ بناوت ۾ اهڙي چڱي هئي، جهڙي آتي ڪابه ٻي عمارت بيٺل هئي.

جڏهن اهو ٺهراءُ ٿي چڪو ته شيدين جي ڌار نمائش هئڻ گهرجي، تڏهن وري اهو سوال ٿيو ته آها ڪنهن جي حوالي ڪجي. نمائش جي ڪارپردازن جي مرضي هئي ته اها جوابداري آءُ کڻان، پر مون هن عذر تي انڪار ڪيو ته هن وقت ٽسڪيجيءَ جي ڪم تي منهنجو وقت ۽

زور گهڻو گهربل آهي. نيت منهنجي خاص صلاح تي لنچبرگ وارو مسٽر گارلئب پيٽن شيدين واري ڀاڱي جو سنڀاليندڙ چونڊيو ويو. شيدين واري عمارت تمام وڏي ۽ تعريف جهڙي هئي. انهي عمارت جا ٻئي ڀاڱا، جي ماڻهن جو گهڻو ڌيان ڇڪيندا هئا، سي هئا هامپٽن جي اسڪول ۽ ٽسڪجيءَ جي اسڪول وارا. ۽ انهي شيدين جي عمارت ۾ ڏکڻ وارا گورا ٿي هئا، جن کي حيرت به لڳندي هئي ۽ خوشي به ٿيندي هئي.

جڏهن انهي نمائش جي کلڻ جو ڏينهن ويجهو آيو، تڏهن انهي بندوبست ڪرڻ وارن آنهن ورزشن ۽ ڪمن جي ياداشت تيار ڪئي، جي شروع ۾ ڪري ڏيکارڻا هئا. انهي ياداشت تيار ڪرڻ ۾ روز بروز جيڪي بحث پئي هليا، تن ۾ هي صلاح قائم ٿي ته جڏهن انهي نمائش ۾ گهڻو واسطو شيدين جو آهي، تڏهن شيدي قوم مان هڪڙي کي چئجي ته هو به ڪا مهڙ واري تقرير ڪري. اها به حجت آندي وئي ته ائين ڪرڻ ڪري ٻنهي قومن جي ميلاپ ۽ محبت جي عام خبر پوندي. برابر ڪي اهڙا به هئا، جن جي مرضي نه هئي ته شيدين جي اها حقداري ثابت ٿئي، پر ڪم هلائڻ واري مجلس جا مشير ڏکڻ جي تمام نيڪ ۽ سڌريلن ماڻهن مان هئا، تن جي ڳالهه مٿي ٿي ۽ انهن

راءِ ڏني ته ڪنهن شيديءَ کي سڏجي ته ڀهرئين ڏينهن آهو تقرير ڏئي. ٻي ڳالهه اها هئي ته فيصلو ڪجي ته شيدي قوم جي طرفان ڪهڙو ماڻهو حاضر ٿئي. ڪيترن ڏينهن جي بحث مباحثي کان پوءِ آخر سيني يڪراءِ ٿي ٺهراءُ ڪيو تہ ڀهرئين ڏينهن جي تقرير ڪرڻ لاءِ مون کي چون ۽ انهي کان ٿورا ڏينهن مون کي اڳي سڏ پهتو.

انهي سڏ ملڻ ڪري مون پاڻ تي هڪڙي اهڙي وڏي جوابداري ٿي سمجهي، جو ٻيو جيڪو منهنجي حالت ۾ نہ هوندو، تنهن کي انهي جو ڪوبہ قدر پئجي نہ سگهندو. ڀلا جڏهن اهو سڏ مون کي مليو، تڏهن منهنجا ڪهڙا خيال هئا؟ مون چاتو ٿي تہ اڳي آءٌ هڪڙو غلام هوس، ۽ ننڍپڻ جا ڏينهن مون ڏاڍي غريبي ۽ بي علميءَ ۾ گذاريا آهن ۽ ههڙيءَ جوابداريءَ لاءِ پاڻ کي تيار رکڻ جو مون کي وجهہ ڪونہ مليو آهي. انهي وقت کان ڪي ٿورا ورهيہ اڳي انهي مجلس ۾ ڪوبہ گورو مون کي پنهنجو غلام سڏي سگهي ها، ۽ گهڻو امڪان هو تہ منهنجن اڳين ڌڻين مان ڪو منهنجي تقرير ڏيڻ مهل حاضر بہ هجي.

اهو بہ ٿي چاتم تہ اهو ڀهريون ڀيرو هو، جو هڪڙي شيديءَ کي انهي ساڳئي ٿلهي تي بيهي ڪنهن ضروري

قومي مسئلي تي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو هو، جنهن تي ڏڪڻ جا گورا مڙس ۽ زالون به حاضر هيون. مون کي انهن ماڻهن جي اڳيان ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو، جي ڏکڻ جي گورن مان سڌريل ۽ دولتمند هئا ۽ منجهن اڳوڻن ڏاڍين جا واسطہ دار هئا. هيءَ بہ خبر هيم تہ جيتوڻيڪ منهنجي تقرير ٻڌڻ وارن مان گهڻا ڏکڻ جا ماڻهو هوندا، تہ بہ گهڻا اتر وارا گورا ۽ گهڻا خود منهنجي قوم جا ماڻهو بہ هوندا، مڙس توڙي زالون.

مون پڪو ارادو ڪيو هو تہ جوندس آهي ڳالهيون، جي پنهنجي دل ۾ سچيون ۽ درست ٿي ڄاتم. جڏهن مون کي سڏ ٿيو، تڏهن اهڙو اطلاع مون کي بلڪل نہ ڏنو ويو تہ ڇا چئبو ۽ ڇا نہ چئبو. انهي ڪري مون سمجهيو ٿي تہ ڪم هلائڻ وارن مون کي گهڻو مان ڏنو آهي. هنن کي اها خبر هئي تہ هڪڙي جملي مان آءٌ گهڻي قدر خرابي ڪري سگهان ها ۽ نمائش جي فتحيابيءَ ۾ رولو وجهي ڏيان ها. انهي ڏکي ڳالهہ جي بہ خبر هيم تہ ڳالهائڻ ۾ مون کي پنهنجي قوم مان بہ سچو رهڻو هو، ۽ ايترو بہ منهنجي اختيار ۾ هو تہ بيوقتي ۽ نامناسب تقرير ڪرڻ ڪري آئيندي وري ڪنهين بہ شيديءَ کي اهڙي قسم جو سڏ نہ ملندو. جيڪي چوڻو هوم، تنهن ۾

مون کي جهڙو اتر وارن سان، تهڙو ڏکڻ وارن چونڊيلن گورن ماڻهن سان سچو رهڻو هو.

اتر ۽ ڏکڻ وارين اخبارن اڳئي منهنجي ايندڙ تقرير بابت بحث هلائڻ شروع ڪيو هو، ۽ جيئن اهو وقت نزديڪ ايندو ويو، تيئن بحث زياده پڪڙندو ويو. ڏکڻ وارين گورين اخبارن مان گهڻيون منهنجي تقرير ڏيڻ جي برخلاف هيون. پنهنجي ذات وارن کان مون کي گهڻيون ئي صلاحون ٿي مليون ته مون کي ڇا ڳالهائڻ گهرجي. مون حتي المقدور انهي تقرير لاءِ پاڻ کي تيار ڪيو، پر جيئن جيئن سيپٽمبر جي اٺين تاريخ ويجهي ايندي وئي، تيئن تيئن منهنجي دل تي بار ڳرو ٿيندو ويو ۽ اهو ڊپ زياده ٿيندو ويم ته متان منهنجي ڪوشش اجائي ۽ نااميدي جهڙي ٿئي.

اهو سڄو مون کي اهڙي وقت آيو هو، جڏهن آءٌ پنهنجي اسڪول جي ڪم ۾ نهايت مشغول هوس، جو اسڪول جي سال جي شروعات هئي. پنهنجي تقرير تيار ڪري آها پنهنجي زال سان گڏجي پڙهيم، جيئن اڪثر ضروري تقريرن وقت ڪندو هوس، ۽ منهنجي زال به آها پسند ڪئي. سيپٽمبر جي سورهين تاريخ، يعني اٽلانٽا ڏي رواني ٿيڻ کان اڳي، ٽسڪيجيءَ جي گهڻن ماسترن جي مرضي

ٿي ته منهنجي تقرير ٻڌن، تنهنڪري مون انهن سڀني کي گڏي تقرير ٻڌائڻ قبول ڪيو. جڏهن آهي پڙهي ٻڌايم ۽ هنن جون رايون به ٻڌيم، تڏهن منهنجو گهڻو انتظار لٿو، جو جيڪي مون کي چوڻو هو، سو هنن پسند ڪيو.

سيپٽمبر جي ١٧ تاريخ آءٌ پنهنجي زال ۽ ٻن ٻارن سميت اٽلانٽا ڏي روانو ٿيس. منهنجي دل ۾ اهي خيال هئا، جي انهي ماڻهوءَ جي دل ۾ هوندا آهن، جنهن کي ڦاسي چاڙهڻ لاءِ وٺي ويندا آهن. ٽسڪجي جي شهر مان لنگهندي مون کي هڪڙو زميندار گڏيو، جو ٿوري پنڌ تي ٻهراڙيءَ ۾ رهندو هو. انهي ماڻهوءَ چرچن ڪندي مون کي چيو ته "واشنگٽن، تو اتر وارن گورن ۽ ڏکڻ وارن شيدين ۾ اسان ڏکڻ جي گورن اڳيان ڳالهايو آهي، ۽ مياڻي اٽلانٽا ۾ تنهنجي اڳيان اتر وارا گورا ۽ ڏکڻ وارا گورا ۽ شيدي سڀ گڏ هوندا. آءٌ ڀانيان ٿو ته تون سوڙهو اچي ڦاٿو آهين." انهي زميندار اها حالت پوري پروڙي هئي، پر هن جيڪي صاف دليءَ سان چيو، تنهن مان ڪو منهنجي دل کي زياده آرام نه آيو.

ٽسڪجيءَ کان اٽلانٽا ڏي ويندي رستي ۾ شيدين، توڙي گورن گاڏيءَ ۾ مون کي ڏسي مون ڏي اشارا پئي ڪيائون ۽ پئي ڏينهن جيڪي ٿيڻو هو، تنهن بابت منهنجي

ٻڌندي آزاد گيءَ سان بحث مباحثو ٿي ڪيائون. اٽلئنٽا ۾ هڪڙي ڪميٽي اسان کي اچي گڏي. جڏهن انهي شهر ۾ آءٌ گاڏيءَ تان لٿس، تڏهن پهرين ڳالهه جا مون ٻڌي سا هيءَ هئي، جا هڪڙي ويجهي بيٺل شيدي ڪئي ته "اسان جي قوم جو اهو ماڻهو اٿوَ، جو سياٽي نمائش ۾ تقرير ڪندو. آءٌ به وڃي آها ٻڌندس."

انهي وقت اٽلئنٽا هن ملڪ جي سيني ڀاڱن جي ماڻهن سان تو‌ڙي ٻاهرين رياستن جي موڪليلن ماڻهن ۽ جنگي ۽ ملڪي ڪاتن وارن سان ٽمٽار هو. ٻئي ڏينهن جي ڪارگذاريءَ بابت شام وارين اخبارن ۾ ٽلهن سرن سان اڳوات علحدا مختصر مضمون ڏنل هئا. انهن سيني ڳالهين ڪري منهنجي دل تي بار ڳرو ٿيندو ويو. انهي رات مون کي گهڙي ننڊ نه آئي. ٻئي ڏينهن صبح جو، اسر مهل مون ڪي جيڪي چوڻو هو، تنهنجي مٿان نظر گهمائي ويس. مون گوڏن ڀر ويهي پنهنجي ڪوشش جي فتحيابيءَ لاءِ خدا کان دعا ٻه گهري. شايد هن هنڌ مون کي هيترو چوڻ ضرور آهي ته ڪنهين به وقت جيڪي چوڻو هوندو اٿم، تنهنجي لاءِ خدا جي دعا گهرڻ کان سواءِ، ماڻهن جي اڳيان نه ويندو آهيان.

مون اها عادت ڪري ڇڏي آهي ته هرهڪ جدا

تقرير لاءِ خاص تياري ڪندو آهيان. ڪي ٻہ ٽي ٻڌڻ واريون جماعتون بلڪل هڪ جهڙيون ناهن. منهنجي هميشه اها مراد هوندي آهي تہ ٻڌڻ وارن مان هرهڪ جي دل سان ڳالهايان ۽ انهي کي راضي ڪريان، جيئن جيڪر ڪنهن ماڻهوءَ سان هلت ڪريان. جڏهن آءٌ ڪن ماڻهن سان ڳالهائيندو آهيان، تڏهن اها پرواه نہ رکندو آهيان تہ جيڪي آءٌ چوان ٿو، سو اخبارن ۾ ڪيئن ٿو ظاهر ٿئي، يا ٻي جماعت کي يا ٻئي ماڻهوءَ کي وڻي ٿو يا نہ، پر انهي وقت جيڪي ماڻهو منهنجي اڳيان آهن، تن ۾ منهنجي همدردي ۽ منهنجو خيال ۽ شوق اثر ڪري ٿو.

صبح جو سوير ڪميٽيءَ جي چونڊ تي مون کي ٻہ وڏي انهن ماڻهن سان وچي شامل ڪري ويهاريائون، جي ڪڏهي هڪ ٻئي پٺيان قطار ڪري نمائش واري هنڌ اچڻا هئا. انهن ماڻهن ۾ ڪي معتبر شيدي ڳاڏين ۾ هئا ۽ ڪي شيدي پلٽڻين جا عملدار بہ هئا. مون ڏٺو تہ نمائش جي بندوبست ڪرڻ وارا پنهنجي ٺهرايل رستي کان ٻاهر ٿي ويا ۽ ڪوشش ڪري شيدين کي انهي جلسي ۾ مناسب جاين تي وهاريائون ۽ سائن چڱي هلت ٿي ڪيائون. ماڻهن جو اهو جلوس قطار ڪري هلي اٽڪل ٽن ڪلاڪن

۾ نمائش واري هنڌ پهتو. اهو سارو وقت سج جي تابش اسان تي تمام سخت هئي. جڏهن منزل مقصود تي پهتاسين، تڏهن ڪجهه گرميءَ جي سبب ۽ ڪجهه ڏپ ۽ انتظار ڪري آءٌ ذري گهٽ ماندو ٿي پيس ۽ ائين پئي ڄاتم ته منهنجي تقرير ڪنهين ڪم جي نه ٿيندي. جڏهن آءٌ وڏي صفي ۾ گهڙيس، تڏهن ڏٺم ته آهو زمين ڪان وٺي چوٽيءَ تائين ماڻهن سان پريو پيو هو ۽ هزارين ماڻهو ٻاهر به بيٺا هئا، جن کي اندر جاءِ ملي نه سگهي.

جاءِ تمام وڏي ۽ تقرير ڪرڻ جي ڪم جي هئي. جڏهن آءٌ اندر گهڙيس، تڏهن شيدين ڏاڍيون تاڙيون وڄايون ۽ گورن مان به ڪن ٿورن وڄايون. انگلنڊ ۾ رهي مون پڌو هو ته گهڻا گورا اتي رڳو انهي لاءِ آيا هئا ته ڏسن ته آءٌ ڪيئن ٿو ڳالهايان ۽ ڪي ته انهي ڪري آيا هئا، جو هنن جي مون سان سچي پچي همدردي هئي، پر انهن کان به گهڻا خاص انهي لاءِ آيا هئا ته ڏسن ته آءٌ ڪيئن ٿو ٻاڻ تي ساڻهو ڪلايان، جنهن ڪري هو مون کي سڏڻ وارن عملدارن کي چون ته اسان اوهان کي اڳئي ائين ٿي چيو.

ٽسڪجي جي اسڪول هلائڻ وارن مان هڪڙو، مسٽر وليم ٻالڊون، جو منهنجو دوست هو ۽ انهن

ڏينھن ڏڪڻ واري ريلوي جو وڏو مدارالمھام ھو، سو بہ
اتفاق سان انھي ڏينھن اٽلئنٽا ۾ ھو. ھن کي اھو انتظار
ھو تہ منھنجي الائجي ڪھڙي قسم جي مرحبا ٿيندي ۽ منھنجي
تقرير جو الائجي ڪھڙو اثر ٿيندو. انھي ڪري ھو ھمت
جھلي اندر ئي نہ آيو، پر جاءِ جي ٻاھران اڳيان ۽ پٺيان
پئي پسار ڪيائين، جيسين ڪ مھڙ جا ورزشي ڪم
پورا ٿيا.

## باب چوڏھون

### اٽلئنٽا جي نمائش واري تقرير

اٽلئنٽا جي نمائش، جنھن ۾ شيدي قوم جي طرفان مون
کي تقرير ڪرڻ لاءِ سڏيو ھئائون، جيئن گذريل باب ۾
ذڪر ڪيل آھي، تنھن ۾ ٻھرين ڪلڪ مھل گورنر بلڪ
ھڪڙي مختصر تقرير ڏني. ٻين مھڙ جي سزي جھڙن
ڪمن کان پوءِ، جن ۾ جارجيا جي پادريءَ بشپ سيلسن
دعا گھري، ۽ البرٽ ھاگوئل ھڪڙو غزل پڙھيو ۽
نمائش جي پريزيڊنٽ ۽ زالن جي ڪاتي جا پريزيڊنٽ
مسز جوزف ٿامپسن تقريرون ڏنيون، گورنر بلڪ
ماڻھن سان منھنجي معرفت ڪرائي ۽ چيائين تہ "اڄ اسان

وٽ شيدين جي همت ۽ شيدين جي سڌاري جو نمونو موجود آهي."

جڏهن آءٌ ڳالهائڻ لاءِ اٿيس، تڏهن سيني ماڻهن تمام گهڻيون تاڙيون وڄايون، خصوصاً شيدين. هينئر مون کي ياد ٿو پوي ته انهي مهل منهنجي دل ۾ سڀ کان زياده اها خواهش هئي ته اهو ڪي چوان، جو مخالف قومون پاڻ ۾ ملي وڃن ۽ اهي دليون ڀڃانئون هڪ ٻئي جا مددگار ۽ خيرخواه ٿين. ٻين ٻاهرين ڳالهين مان رڳو هيترو مون کي ياد آهي ته جڏهن آءٌ اٿيس، تڏهن هزارين اکيون منهنجي منهن ۾ کپي ويون. جيڪا تقرير مون ڏني، سا هي آهي:-

مسٽر پريزيڊنٽ ۽ بورڊ آف ڊائريڪٽرس جا صاحبو ۽ پيا شهر جا باشندؤ- ڏکڻ جي رهاڪن مان اٽڪل ٽي پتيءَ جيترا شيدي قوم جا ماڻهو آهن. ڪوبه بندوبست جنهن کي هن قوم جي جسماني ۽ ملڪي ۽ اخلاقي خيرخواهيءَ جي ڳڻتي آهي، سو اسان جي قوم جي انهي تعداد تي نظر ڪرڻ کان سواءِ پوري طرح فتحياب ٿي نه سگهندو. مسٽر پريزيڊنٽ ۽ ڊائريڪٽر صاحبو، جڏهن آءٌ چوان ٿو ته جهڙو هن عاليشان نمائش جي بانيڪارن انهن جي ترقي جي هرهڪ منزل تي لياقت ۽ مروت سان امريڪا جي ڪارڪردگي ۽ مردانگي جي قدرداني ڪئي آهي،

اهڙي ڳئي ڪنهن نہ ڪئي آهي، تڏهن آءٌ اوهان کي پنهنجي ساري قوميت جو خيال ڏئو ڳڌايان. انهي قدردانيءَ مان اسان جي آزادگي جي شروعات کان وٺي هيستائين پنهي قومن جو ڀاڻ ۾ ميلاپ ۽ انهن جي دوستي ايتري زياده ٿي آهي، جيتري ڳي ڪنهن ڳالهہ کان نہ ٿي آهي.

نہ فقط ايترو، پر جيڪو وجهہ هٿي مليو آهي، سو اسان ۾ هنري ترقيءَ جو هڪڙو نئون زمانون جاڳائيندو. اڻ چاڏائي ۽ ٻي آزمودگاريءَ جي ڪري اها ڪا عجب جهڙي ڳالهہ ناهي تہ پنهنجي نئين حياتيءَ جي ڀهرين ورهين ۾ اسان تَري جي بدران چونٽيءَ کان ڪم ڪرڻ لڳاسين ۽ ڪانگريس ۾ يا مڪاني سرڪار جي قاعدي جوڙڻ واري مجلس ۾ مشيريءَ جي جاءِ لاءِ سچي پچي سڌاري ۽ هنري ڪاريگريءَ کان وڌيڪ خواهش ڏيکاري، ۽ ڪير ڏڌ جي بندوبست يا باغ پوکڻ کان وڌيڪ ملڪي مجلسن ۾ شامل ٿيڻ ۽ ماڻهن جي اڳيان تقرير ڏيڻ جي لاءِ خيال ۽ ميل ڏيکاريوسين.

هڪڙو جهاز سمنڊ تي پنهنجو رستو وڃائي ڏينهن جا ڏينهن پئي رليو. اوچتو آنهي ٻري کان هڪڙو سڄاڻو جهاز ڏٺو. انهي ڪم نصيب جهاز جي قلميءَ تان نشان ڏيکارڻ مان هنن چيو تہ "پاڻي، پاڻي، اسين اُڃ ٿا مرون."

انهي سچائوءَ جهاز هڪدم ورندي ڏني چيو ته "جتي آهيو اتي پنهنجو ڏول لاهي وجهو." وري ٻيو ٻيرو انهي جهاز نشان ڏيکارڻ سان چيو ته "پاڻي، پاڻي، اسان ڏي پاڻي موڪليو." وري به انهي سچائوءَ جهاز ورندي ڏني چيو ته "جتي آهيو اتي پنهنجو ڏول لاهي وجهو." ٽيون ۽ چوٿون ڀيرو به انهي جهاز پاڻي گهريو، پر جواب وري به اهو ئي آيو ته "جتي آهيو اتي پنهنجو ڏول لاهي وجهو." نيٺ انهي رستي ڀليل جهاز جي ڪپتان هن ئي جهاز جو حڪم مڃي پنهنجو ڏول لاهي وڌو ۽ آهو مٺي پاڻي سان ڀرجي آيو، جو اميزان نديءَ جي منهن جو چمڪندڙ پاڻي هو. منهنجي ذات وارن ميان جي ڏارئين ملڪ ۾ پنهنجي حالت سڌارڻ تي تعلق رهن ٿا، يا جي پنهنجي پاڙيسرين ڏکڻ وارن گورن سان ميل ميلاپ رکڻ جي ضرورت جو پورو قدر نٿا ڄاڻن، تن کي به آءٌ چوان ٿو ته "جتي آهيو اتي پنهنجو ڏول لاهي وجهو." يعني سيني قومن جا ماڻهو، جي اسان جي آس پاس آهن، تن سان ميل ميلاپ رکڻ ۾ آهو لاهي وجهو.

پوک ۽ ڪاريگري ۾ ۽ واپار ۾ ۽ خانگي نوڪري ۾ ۽ ڌنڌن ۾ آهو لاهي وجهو. انهي نسبت ۾ ياد رکڻ گهرجي ته ڏکڻ کي ڪهڙن به ٻين ڏوهن ڪڻڻ لاءِ چئجي، ته به

جڏهن آهو نسوري وهنوار ۾ هٿ وجهي ٿو، تڏهن انهي ڏکڻ مان ئي شيدين کي واپار جي ڪم ۾ چڱو وجهي ملي ٿو، ۽ جهڙو انهي قسم جو چڱو وجهه هن نمائش مان ٿو ملي، تهڙو ٻي ڪنهين شيءِ مان نٿو ملي. اسان کي وڏو خوف هن ڳالهه مان آهي ته غلاميءَ مان آزادگيءَ تائين وڏي ٽپ ڏئڻ ۾ متان اسين وساري ڇڏيون ته اسان مان گهڻا مڙئي پنهنجن هٿن جي پورهئي ۽ پيدائش تي گذران ڪرڻ وارا آهن ۽ متان ياد نه رکون ته جيترو جيترو وڏيڪ عام پورهئي کي اسين عزت آبروءَ وارو ڏنڌو ڄاڻنداسين ۽ جيترو زياده حياتيءَ جي عام ڏنڌن ۾ اسين سمجهه ۽ سياڻپ ۽ هنرمندي لڳائڻ سگهنداسين، اوترو زياده اسين سگهيا ۽ بهتر حال ۾ ٿينداسين. جيئن اسين زياده ظاهري ۽ باطني، کَلَ ۽ مغز، حياتيءَ جي ڪوڙي ڏيک ۽ سچي حقيقت جي وچ ۾ فرق ڪرڻ سگهنداسين، تيئن زياده خوش ۽ آسودا رهنداسين. ڪابه قوم خوش ۽ آسودي نه ٿيندي، جيسين ايترو معلوم نه ڪندي ته زمين پوکڻ ۾ به اهڙي فضيلت آهي، جهڙي ڪنهن وڏي شعر لکڻ ۾. اسان کي حياتي جي تري کان شروع ڪرڻ گهرجي، نه چوٽيءَ کان. پنهنجين تڪليفن ۽ ڏکن جي ڪري اسان کي پنهنجا وجهه وڃائڻ نه گهرجن.

گورن مان جيڪي چاهن ٿا ته، ڌارئين قوم ۽ ملڪ ۽ ڌارين ٻولي ۽ ڌارين عادتن جي ماڻهن جي اچڻ ڪري ڏکڻ ۾ سڌارو ۽ سک زياده ٿيندو، آنهن کي جيڪر ادب سان آءٌ آهيان ساڳي صلاح ڏيان، جا پنهنجي قوم کي ٿو ڏيان ته "جتي آهيو اتي پنهنجو ڏول لاهي وجهو." آهيو اسين لکن شيدين ۾ اچلائي وجهو، جن جي هلت چلت ۽ عادتن جي اوهان کي خبر آهي، جن جي ايمانداري ۽ وفاداري ۽ محبت جو اوهان انهن ڏينهن ۾ آزمودو ورتو آهي، جڏهن هنن جي دغا بازي ڪري اوهان جا گهر تڙ چٽ ٿي وڃن ها. اوهين پنهنجو ڏول آنهن ماڻهن ۾ اچلائي وجهو، جن ٻڌي ڪري ڪم بند ڪرڻ يا ٻورهئي جي جنگين ۽ فسادن ڪرڻ کان سواءِ اوهان جون ٻنيون ٻئي آباد ڪيون آهن، اوهان جا ٻيلا وڍي صاف ٻئي ڪيا اٿن، اوهان جا شهر ۽ ريل جا رستا ٻئي جوڙيا اٿن ۽ زمين جي پيٽ مان خزانا ڪڍي ٻئي آندا اٿن ۽ ڏکڻ جي سڌاري جي هي عمدي عاليشان نشاني موجود ڪرڻ ۾ مدد ڏني اٿن. جيڪڏهن اوهين پنهنجو ڏول منهنجي قوم ۾ اچلائي وجهندؤ ۽ جيئن هن زمين تي ٿا ڪريو، تيئن انهن کي مدد ڏيندؤ ۽ همتائيندؤ ۽ انهن جي مغز ۽ هٿ ۽ دل کي تعليم ڏيندؤ، ته اوهان کي معلوم ٿيندو

تہ هو اوهان جي باقي بچيل زمين خريد ڪندا، اوهان جن ٻنين جي غيرآباد ياڳن کي ٻنائي باغ ڪندا ۽ اوهان جا ڪارخانا هلائيندا. ائين ڪرڻ سان اوهان کي جيئڻ گذريل وقت لاءِ خاطري ٿي آهي، تيئن آئيندي لاءِ بہ ٿيندي تہ اوهان جن ڪٽنبن جي چوڌاري اهڙا نهايت تحمل وارا، ايماندار، قاعدي تي هلڻ وارا ۽ مسڪين طبيعت جا ماڻهو اچي گڏ ٿيندا، جن جهڙا جهان ۾ ٻيا ڪي ٿورا هوندا. جيئن اسان گذريل وقت ۾ اوهان جن ٻارن ٻالڻ، اوهان جن مائٽن جي بيماريءَ ۾ سنڀال ڪرڻ ۾ اڪثر قبر تائين انهن جي لاءِ روئڻ رڙڻ سان پنهنجي نمڪ حلالي ڏيکاري آهي، تيئن آئيندي بہ پنهنجي نماڻي ۽ غريباڻي هلت سان اسين اهڙي شوق ۽ خوشيءَ سان اوهان جا ٻانهن ٻيلي ٿي بيهنداسين، جو ڪنهن بہ ڌارئين ماڻهوءَ کي اوهان جي ويجهو اچڻ نہ ڏينداسين ۽ جي ضرور ٿيو تہ پنهنجو ساه بہ اوهان تان صدقو ڪنداسين، پر بہ اوهان کي ضرور بچائينداسين ۽ پنهنجي هنري، تجارتي، ملڪي ۽ مذهبي حياتي اوهان جي حياتيءَ سان اهڙي طرح وچڙائي ڇڏينداسين، جو ٻنهي قومن جو نفعو نقصان هڪڙو ٿي پوندو. جي ڳالهيون نج قومي ۽ پنگتي ۽ رسمي آهن، تن سڀني ۾ سو ڀاڱا ڌار رهنداسين، جيئن هٿ

جون آگويون آهن، مگر هڪڙي کي مدد ڪرڻ واسطي سيني ضروري ڳالهين ۾ هٿ وانگي ڪمائتا ٿينداسين.

سيني جو اعلي ترقي ۽ علميت کان سواءِ اسان مان ڪنهين جو به ڪو بچاءُ يا سلامتيءَ جو رستو ڪونهي. جيڪڏهن ڪتي شيدين جي پوري سڌاري گهٽائڻ جهڙيون ڪي ڪوششون آهن ته آهي ڦري انهن کي همتائڻ ۽ مدد ڏيڻ جهڙيون ۽ انهن کي ڪمائتن سمجهه وارن شهري ماڻهن ڪرڻ جهڙيون ڪوششون هٿڻ گهرجن. اهڙي ڪوشش يا آپاءُ مان اهڙو فائدو ٿيندو، جهڙو هزار مورتي سؤ وياج. اهڙين ڪوشش مان ٻنو فائدو ٿيندو "جهڙو ڏيندڙ کي، تهڙو وٺندڙ کي."

جيڪي نيٺ ٿيٺو آهي، تنهن کان ماڻهوءَ جي يا خدا جي قاعدي جي وسيلي بچي نه سگهبو. "اڻ ڦرندڙ انصاف جا قاعدا ظالم ۽ مظلوم ٻنهي کي ٻڌيو ٿا ڇڏين، جيڪي اسان جي تقدير ۾ آهي، تنهن تي اسين سڏا پيا وڃون، جهڙي طرح گناه ۽ سزا گڏ هلندا آهن."

بار مٿي ڪٽڻ ۾ قريب ڇهه ڪروڙ ۽ ڏهه لک هٿ اوهان کي مدد ڪندا، نه ته آهي سا ڳيا آهو بار لاهي آٿيءِ اوهان جي مٿان وجهندا. ڏکڻ جي بي علمي ۽ گناه جو اسين ٽيون حصو، بلڪ زياده ٿينداسين. نه ته سڌاري

۾ ترقيءَ جو ٽيون حصو ٽيندا سين. اسين ڏکڻ جي هنري ۾ تجارتي واڌاري جو ٽيون حصو ٽينداسين يا ته اسين موت رسائيندڙ ۾ ملڪي ڪارخاني کي روڪيندڙ ۾ خراب ڪندڙ جماعت ٽينداسين.

صاحبو، جڏهن اسين پنهنجي غريبائي ڪوشش هن پنهنجي ترقي جي نمائش تي اوهان جي اڳيان پيش ڪريون ٿا، تڏهن اوهان کي اسان کان پنهنجي حد ۾ وسعت کان وڌيڪ جي اميد نہ رکڻ کپي. ٽيهہ ورهيہ اڳي اسين علحدن رستن سان هٿ آيلن ڪن ٽورين رضاين ڪَڏُن ۾ ڪکڙن جا مالڪ هئاسين، انهيءَ کان وٺي اڄ تائين نون هنرن ۾ پوک جي اوزارن ۾ گاڏين ۾ ٻاڦ جي ڪلن ۾ اخبارن ۾ ڪتابن، بت تراشيءَ نقاشي، ڪاٺ اکرڻ جي ڪم، چيٽي ۾ پاڻ جي بندوبست ۾ شاهوڪاري بئنڪن يا ڪوٺين تائين جيڪو رستو هليو پئي آيو آهي، سو اسان ڪندن ۾ ڪانديرن لتاڙڻ کان سواءِ نہ ورتو آهي. جيڪي اسين هتي پنهنجين خود مختيار ڪوشش جو نتيجو پيش ڪريون ٿا، تنهن تي جيتوڻيڪ اسين فخر ڪريون ٿا، تہ بہ اسين وساري نٿا ڇڏيون تہ هن نمائش ۾ جيڪو حصو اسان ورتو آهي، سو اوهان جن اميدن کان گهڻو گهٽ ٿئي ها. جيڪڏهن اسان کي تعليم جي مدد نہ رڳو ڏکڻ

وارين رياستن کان، پر خاص طرح اتر وارن فياض ماڻهن کان نہ ملي ها، جن جي بخشش مان برکت ۽ ترغيب جي ندي هميشه پئي وهي آهي.

منهنجي قوم ۾ جيڪي گهٽي عقل وارا آهن، سي سمجهن ٿا تہ درجي جي برابريءَ بابت شورش ڪرڻ ۽ هل مچائڻ نهايت بي عقلي آهي، ۽ جيڪي حق اسان کي ملندا، تن جو فائدو تڏهن اسين درجي بدرجي زياده وٺنداسين، جڏهن سخت ۽ مدامي ڪوشش ڪنداسين، نہ هٿرادو زبردستي. جيڪا قوم دنيا جي بازار لاءِ ڪابہ واپار جي شيءِ آپائي موجود ڪري سگهندي، سا گهٽي تائين بند رکي نہ سگهبي. اها ڳالهہ ضروري ۽ واجبي آهي تہ قاعدي جون سڀ حقداريون اسان کي ملن، پر انهي کان زياده ضروري اها ڳالهہ آهي تہ اسين انهن حقدارين جي استعمال يا ڪم آڻڻ لاءِ تيار رهون. هاڻوڪي زماني ۾ ڪنهن ڪارخاني ۾ ڪمائي ڪري ڊالر هٿ آڻڻ، ڪنهن تماشي تي هڪ ڊالر خرچڻ جي وجهہ ملڻ کان زياده ڪمائتو آهي.

پڇاڙيءَ ۾ وري بہ منهنجو عرض هي آهي تہ هنن ٽيهن ورهين جي عرصي اندر، جهڙوڪ هن نمائش عمدو وجهہ ڏنو آهي، اهڙو ٻي ڪنهين بہ ڳالهہ اسان کي زياده اميد ۽ همت نہ ڏني آهي ۽ نہ اسان کي اوهان جي گوري قوم

وٽ چڪي ويجهو آندو آهي، ۽ هتي اسين چئو تہ اهڙي هڪڙي پاڪ جاءِ تي ڪنڌ جهڪائي بيٺا آهيون، جنهن تي ٿيهہ ورهيہ اڳي هتي خالي هلي اڄ اوهان جي ۽ منهنجي قوم جي محنتن جا نتيجا آڻي پيش ڪيا اٿئون. اهڙي هنڌ آءٌ اوهان کي خاطري ٿو ڏيان تہ جيڪو وڏو ۽ مشڪل مسئلو خدا تعاليٰ ڏکڻ وارن ماڻهن تي رکيو آهي، تنهنجي حل ڪرڻ ۾ اوهين جيڪا ڪوشش ڪندؤ، تنهن ۾ هر وقت منهنجي قوم تحمل ۽ همدرديءَ سان مدد ڪندي. رکو هيترو سو هميشه ياد رکجو تہ جيتوڻيڪ هن نمائش جي عمارتن ۾ بنين ۽ پيلن ۽ کاٽين ۽ ڪارخانن ۽ علمن ۽ هنرن جي پيدائش جي نمونن مان گهٽوئي فائدو نڪرندو، تڏهن بہ سيني مالي ۽ ظاهري فائدن کان وڌيڪ آهو اعليٰ قسم جو فائدو نڪرندو، جنهن مان شل خدا ڪري تہ قومي نفاق ۽ مخالفتون ۽ بدگمانيون نڪري وڃن ۽ نسوري انصاف ڪرڻ ۽ سيني درجن جي ماڻهن جي طرفان خوشيءَ سان قاعدي جي فرمانبرداري ڪرڻ جو پڪو ارادو قائم ٿئي. انهي، انهي سچي فائدي سان گڏ اسان جي مالي حالت جي بهتري ۽ ملڪ جي ڪري اسان جي پياري ڏکڻ ۾ نئون آسمان ۽ نئين زمين پيدا ٿيندي."

جڏهن مون اها مٿين تقرير ڪري بس ڪئي، تڏهن

مون کي ياد آهي ته پهرين پهرين **گورنر بلڪ** ٿلهي تان پنڌ ڪري اچي مون کي هٿ ڏنو ۽ پوءِ ٻين به ائين ڪيو. سڀني ماڻهن مون کي ايترين دلي مبارڪون مليون، جو جاءِ مان نڪرڻ مون کي مشڪل ٿيو. پر منهنجي تقرير جيڪو اثر پيدا ڪيو، تنهنجي مون کي تيسين برابر خبر پئجي نه سگهي، جيسين ڪ ٻئي ڏينهن صبح جو شهر جي ڏنڌي واري ڀاڱي ۾ نه ويس. اتي مون کي سڃاڻڻ شرط ماڻهو اچي منهنجي چوڌاري مڙيا، جن جي مرضي هئي ته مون کي هٿ ڏيئي گڏجن. جنهن جنهن گهٽيءَ ۾ آءٌ ٿي ويس، انهي ۾ اهڙو حال هو، جنهن ڪري آءٌ اهڙو تنگ آيس، جو موٽي پنهنجي رهڻ جي جاءِ تي ويس. ٻئي ڏينهن صبح جو آءٌ موٽي ٽسڪجي ڏي ويس. اٽلئنٽا ۾ اسٽيشن تي، توڙي انهي شهر ۽ ٽسڪجي جي وچ ۾ جن جن اسٽيشنن تي گاڏي ٿي بيٺي، انهن تي ڪيترائي ماڻهو مون کي هٿ ڏئي گڏجڻ لاءِ منتظر بيٺا هئا.

يونائيٽيڊ سٽيٽس جي سڀني ڀاڱن جي اخبارن ۾ ساري تقرير ڇاپي ويئي هئي ۽ پوءِ به ڪيترن مهينن تائين اخبارن جا مهتمم انهي ڏي تعريف جهڙا اشارا ڏيندا رهيا. **مسٽر ڪلارڪ هائونيل**، اٽلئنٽا واري ڪنسٽيٽيوشن اخبار جي مهتمم نيويارڪ جي هڪڙي اخبار ڏي تار

ڏيندي، پين ڳالهين سان گڏ هيترو به چيو ته "انئين چوڻ ۾ آءٌ مبالغو نٿو ڪريان ته پروفيسر واشنگٽن جي ڪالهوڪي تقرير نهايت تعريف جوڳي تقرير هئي، جهڙي مضمون جي نظر تي، تهڙو ٻڌندڙن جي پسنديءَ جي نظر تي، ۽ ڏکڻ ۾ اهڙي اڳي ڪڏهن به نه ڏني وئي آهي. اها تقرير هڪڙو خدائي الهام هو. ساري تقرير گويا هڪڙو ٿلهو آهي، جنهن تي شيدي توڙي گورا گڏ ويهي هڪ ٻئي سان پوري انصاف جي هلت ڪري سگهندا."

بوسٽن جي اخبار ٽرئنسڪرپٽ جي مهتمم لکيو ته "هن هفتي ۾ اٽلانٽا جي نمائش تي بڪر واشنگٽن جيڪا تقرير ڏني، تنهنجي اڳيان ٻيون سڀ ڪارگذاريون ۽ خود نمائش به حقير ڏسڻ ۾ آئي. اخبارن ۾ انهي جيڪو اثر پيدا ڪيو آهي، تنهن جهڙو اڳي ڪڏهن به نه ٿيو آهي."

سگهوئي پوءِ تقريرن ڪرڻ وارن هنڌن ۽ اخبارن ۽ رسالن جي ڇاپائيندڙن ڪان ڪيترن ئي قسمن جون دعوتون ۽ رٿون پهتيون ته انهن هنڌن تي تقريرون ڏيان ۽ انهن اخبارن لاءِ مضمون لکان. هڪڙي هنڌان ته تقريرن ڏيڻ لاءِ پنجاهن هزارن ڊالرن جي آڇ ٿي، يعني هرهڪ رات لاءِ ٻه سو ڊالر ۽ ٻيو خرچ، بشرطيڪ آءٌ ڪنهن ٻڌل عرصي تائين

انهي هنڌ اهو ڪم ڪندو رهندس. پر انهن سڀني کي منهنجو جواب اهو هو ته منهنجي حياتيءَ جو ڪم تسڪيجي ۾ آهي ۽ جتي ڪٿي آءٌ تقرير ڪندس، اتي انهي اسڪول ۽ پنهنجي قوم جي فائدي جي بابت ڳالهائيندس، مگر پيسن جي طمع تي اهڙو ڪوبه بندوبست نه ڪندس.

ڪن ڏينهن کان پوءِ مون انهن مٿين تقريرن جو نقل يونائيٽيڊ سٽيٽس جي پريزيڊنٽ **آنربل گرووڪليولنڊ** ڏي ڏياري موڪليو. انهي کان هيٺيون سندس دستخط جواب آيو:-

صاحب مهربان من — اوهان انگلئنڊ جي نمائش واري پنهنجي تقرير جو نقل مون ڏي موڪليو، تنهن لاءِ آءٌ اوهان جو شڪرگذار آهيان. اهڙي تقرير ڪرڻ لاءِ آءٌ گهڻي شوق سان اوهان جي شڪرگذاري ٿو ڪريان. اها ڏاڍي خوض ۽ خيال سان مون پڙهي آهي. آءٌ پانيان ٿو ته جي نمائش وارن پيو نه ڪيو، رڳو اهڙي تقرير ڏيڻ جو وجهه ڏنو، ته هنن چڱو ڪم ڪيو. جي ماڻهو اوهان جي قوم جا خيرخواه هوندا، تن کي اوهان جي تقرير ضرور خوش ڪندي ۽ همتائيندي؛ ۽ جيڪڏهن اسان جا شيدي پاڻ اوهان جي تقرير مان نئين اميد حاصل نه ڪندا ۽ آزادي ملڻ سان جيڪي قيمتي فائدا حاصل ٿي سگهن ٿا،

تن جي حاصل ڪرڻ لاءِ جي هو نوان ارادا نہ ڪندا تہ اها هڪڙي عجيب ڳالهہ شمار ۾ ايندي .

گري گيبلس، بزرڊ سبي
٦ آڪٽوبر سنہ ١٨٩٥

اوهان جو خيرخواه
**گروور ڪليولنڊ**

ڪن ڏينهن ڪان پوءِ جڏهن **مسٽر ڪليولنڊ** پريزيڊنٽ ٽي اٽلانٽا جي نمائش ڏسڻ آيو، تڏهن ڀهريون ڀيرو مون سندس ملاقات ڪئي. منهنجي ۽ ٻين جي عرض ڪرڻ تي هن شيدين جي عمارت ۾ ڪلاڪ ڪن گذارڻ قبول ڪيو، انهي لاءِ تہ شيدين جا پيش ڪيل ڪم ڏسي ۽ جيڪي شيدي اچي حاضر ٿيا هئا، تن کي پاڻ سان هٿن ملائڻ جو وجهہ ڏئي. **مسٽر ڪليولنڊ** کي گڏجڻ شرط مون هن جي سادگي ۽ وڏائي ۽ پڪي ايمانداري معلوم ڪئي. انهي ڪان پوءِ آءٌ ڪيترائي دفعا مليو آهيانس، جهڙو عام مجلسن ۾، تهڙو سندس پرنسٽن واري خانگي جاءِ تي، ۽ جيترو وڌيڪ هن کي ٿو ڏسان، اوترو زياده هن جي تعريف ٿو ڪريان. جڏهن اٽلانٽا ۾ هو شيدين جي عمارت ڏسڻ آيو، تڏهن هو ڪلاڪ تائين سمورو شيدين جي صحبت ۾ محو هو. ڪا ڪراڙي شيديائي، ڦاٽلن ٽٽلن ڪپڙن ۾ هئي تہ انهي سان بہ هٿ ڏئي گڏجڻ ۾ هن اهڙو شوق ڏيکاريو، جهڙو ڪنهن ڪروڙ پتيءَ سان

ڳڍجڻ ۾ ڏيکاريو آهي. ڪيترن ئي شيدين وجهه وٺي ڪنهن ڪتاب ۾ يا ڪاغذ جي ٽڪر تي هنڪان سندس نالو لکايو. ائين ڪرڻ ۾ هن اهڙي خوشي ۽ اهڙو تحمل ڏيکاريو، جهڙو ڄڻ ته هو ڪنهن وڏي سرڪاري دستاويز تي صحيح ٿو وجهي.

مسٽر ڪليولنڊ نه رڳو گهڻن رستن سان مون تي خاص طرح پنهنجي مهرباني ڏيکاري آهي، پر اسان جي اسڪول لاءِ جيڪي مون پئي چيو اٿمانس، سو پئي ڪيو اٿس. ڪڏهن پنهنجي جند جي طرفان ڪا بخشش پئي ڪئي اٿس ۽ ڪڏهن پنهنجي هلنديءَ سان ٻين ڪان چندا وٺي پئي ڏنا اٿس. جيڪا مسٽر ڪليولنڊ سان منهنجي ذاتي معرفت رهي آهي، تنهن سان مون ڪي ويساهه نٿو اچي ته هن جي دل ۾ ڪو رنگ جو ڪو تعصب آهي. ماڻهن سان جيڪو منهنجو واسطو رهيو آهي، تنهن سان اڪثر مون کي معلوم ٿئي ٿو ته اهي رڳو تنگدل ماڻهو ئي آهن، جي پنهنجي لاءِ جيئن ٿا، جي نه ڪڏهن ڪي چڱا ڪتاب پڙهن ٿا، نه ڪڏهن سفر ڪن ٿا، جي پنهنجون دليون کولي ٻين دلين سان ڪوبه واسطو نٿا رکن، يعني ٻاهرين وڏي دنيا سان. جنهن ماڻهوءَ جي نگاهه رنگ سان بند ٿيل آهي، سو دنيا ۾ ڪنهين به اعلي ۽ عمدي شيءِ

سان واسطو رکي نہ سگهندو. گهڻن هنڌن تي ماڻهن سان گڏجڻ مان مون کي معلوم ٿيو آهي تہ نهايت خوش ۽ سياڻا آهي ماڻهو آهن، جي ٻين جي لاءِ گهڻي ٿا ڪن، نهايت ڏکي ۽ نياڻا آهي آهن، جي تمام ٿوري ٿا ڪن. هيءُ بہ مون کي معلوم ٿيو آهي تہ جهڙو قومي تعصب ماڻهوءَ کي اندو ۽ تنگ ٿو ڪري، اهڙو ٻي ڪابہ شيءِ نٿي ڪري. ديول ۾ آچر جي ڏينهن شام جو شاگردن سان گفتگو ڪندي اڪثر مون هنن کي چيو آهي تہ جيترو آءُ زياده جيئرو ٿو رهان ۽ دنيا جو زياده آزمودو حاصل ٿو ڪريان، اوترو مون کي زياده خاطري ٿي ٿئي تہ آها هڪڙي شيءِ، جنهنجي لاءِ ماڻهوءَ کي جيئرو رهڻ گهرجي يا ضرورت وقت مرڻ گهرجي، سا اها ڳالهہ آهي تہ ڪنهن ٻئي کي زياده خوش ۽ زياده ڪمائتي رکڻ جو وجهہ ملي.

شيدي قوم جا ماڻهو ۽ انهن جون اخبارون پهريون منهنجي اٽلنٽا واري تقرير جي مضمون توڙي عام پسندي جي ڪري ڏاڍيون خوش ڏسڻ ۾ آيون. پر جڏهن اوايل جو شوق گهٽ ٿيڻ لڳو ۽ شيدي آها تقرير آرام سان پڙهڻ لڳا، تڏهن ڪن جي خيال ۾ ائين ٿي آيو تہ چڻ مٿن ڪو جادوءَ جو اثر ٿيو آهي. هنن ائين ٿي چاتو تہ ڏکڻ جي گورن جي تعريف ڪرڻ ۾ مون مبالغو ڪيو

آهي، ۽ سندن قوم جي حقدارين بابت مون زور وارا حجت دليل نہ ڏنا آهن. ٿوري وقت تائين منهنجي قوم جي ڪن ماڻهن جي طرفان مخالفت رهي، پر پوءِ نيٺ انهن جو خيال بدلجي اچي منهنجي خيال جهڙو ٿيو ۽ منهنجي اعتقاد ۽ تعميل تي اچي بيٺا.

ماڻهن جي خيال بدلڻ جي ذڪر ڪندي مون کي ياد ٿو پوي تہ ٽسڪجي جي اسڪول جي قائم ٿيڻ کان اڳ ڪل ڏهہ ورهيہ پوءِ هڪڙي ڳالهہ ٿي، جا مون کي ڪڏهن بہ وسرڻ جي ناهي. ڊاڪٽر ليمن اڳبٽ، جو انهي وقت پليمٿ ديول جو پادري هو ۽ آئوٽ لڪ اخبار جو مهتمم هو (جنهن کي تڏهن ڪرسچن يونين چوندا هئا) تنهن مون کي چيو تہ منهنجي اخبار لاءِ هڪڙو خط لک، جنهن ۾ ڏکڻ جي شيدين پادرين جي سچي عقلي ۽ اخلاقي حالت بابت پنهنجن آزمودن موجب راءِ ڏي. مون اهو خط لکيو ۽ جيڪي حقيقتون منهنجي خيال ۾ هيون، سي پوري طرح ڏنيم. انهي بابت جيڪا تصوير مون ڪڍي، سا البتہ ڪاري هئي، يا جڏهن آءٌ پاڻ ڪارو آهيان، انهي ڪري تڏهن چونہ اچي سڏيان؟ جنهن قوم کي غلامي کان آزاد ٿئي ڪي ٿورا ورهيہ گذريا هئا ۽ جنهن کي قابل ۽ لائق پادرين پيدا ڪرڻ جو وقت يا وجهہ نہ مليو هو، تنهنجو ڪو پيو

حال تي نٿي سگهيو.

جيڪي مون چيو سو آءٌ پانيان ٿو ته سگهوئي ملڪ جي سيڪنهن شيدي پادريءَ تائين پهتو ۽ جيڪي الزام ۽ اعتراض جا خط مون کي رسيا، سي ٿورا ڪين هئا. انهي مضمون جي پڌرائي کان پوءِ ورهيه کن تائين منهنجي قوم جي سيڪا مذهبي مجلس يا جماعت، جا گڏ ٿي ٿي، سا برخاست ٿيڻ کان اڳي اهو ٺهراءُ ڪري اٿندي هئي ته مون اعتراض جهڙو ڪم ڪيو آهي يا مون کي چئجي ته جيڪي چيو اٿم، تنهنجي رد ٿيڻ يا ان جي زور گهٽائڻ لاءِ ڪي ڪجهه وري لکان. انهن جماعتن مان ڪن ته اهڙا به ٺهراءَ ڪيا هئا ته مائٽن کي صلاح ڏجي ته پنهنجن ٻارن کي ٽسڪجي اسڪول ۾ نه ڇڏين. هڪڙي جماعت ته اهڙو هڪڙو ماڻهو به مقرر ڪيو ته ماڻهن کي سمجهائيندو وتي ته ٻارن کي ٽسڪجي ۾ نه موڪلين. انهي ماڻهوءَ جو پٽ اسڪول ۾ پڙهندو هو. انهي پنهنجو پٽ اسڪول مان نه ڪڍيو، مگر ٻين کي ڪڍڻ لاءِ وعظ ڪندو وتيو. گهٽيون شيدي اخبارون، خصوصاً جن جو مذهبي جماعتن سان ڪو واسطو هو، سي به انهن شڪايتن ۽ پڪارن ۾ شامل ٿيون ۽ مون کي پنهنجن قولن جي رد ڪرڻ لاءِ ڪشش ڪرڻ لڳيون.

اهو سارو وقت جنهن ۾ ايترو جوش خروش ٻي هليو ٿ
منهنجي تقرير تي اعتراض پئي آيا، تنهن ۾ مون هڪڙو
لفظ به نه ڪچيو، نه ڪو جواب ڏنم ۽ نه پنهنجا لفظ رد
ڪيم ۽ پنهنجي چوڪ قبول ڪيم. مون کي خبر هئي ته
آءٌ حق تي آهيان ۽ ڪجهه وقت ڪان ۽ پوري ويچار ڪان
پوءِ ماڻهو پاڻهي پنهنجو خيال بدلائيندا ۽ منهنجي ڳالهه
سچي ڄاڻندا. سگهوئي پوءِ پادري ۽ ٻيا مذهبي بزرگ
انهي بابت جانچ ڪرڻ لڳا ۽ نيٺ معلوم ٿين ته جيئن
مون چيو ٿي، تيئن برابر هو. هڪڙي تمام وڏي ۽ ٻڍي
پادريءَ ته منهنجي ذالي صاف چيو ته هن اچا هلڪن لفظن
۾ حالت ٻڌائي آهي، نه ته ڳالهه زياده خراب آهي. جلدئي
ماڻهن جون دانهون ٿيڻ لڳيون ته پادرين جي ڪاتي مان
غير ڪڍي آنهيءَ کی صاف ۽ پاڪ ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ
اهو ڪم اڃا پورو نه آهي، ته به ايترو آءٌ فخر سان چئي ٿو
سگهان ته ڪيترن وڏن پادرين قبول ڪيو ته بهتر مذهبي
واعظن جي لاءِ اها دانهن منهنجي اشاري سان شروع ٿي
۽ انهي ڪري به مون کي خوشي ٿی ته، جن اڳي مون
تي ننوليون ٿي ڪيون، تن سچي ۽ صفا ڳالهه ڪرڻ ڪري
منهنجي شڪرگذاري ڪئي.

شيدي پادرين جي حالت ۾ اهڙي ڦير گهير ٿي وئي

آهي، جو هيئنر جهڙا آهي منهنجا دوست ۽ خير خواه آهن، اهڙا ٻيا ڪي به ناهن. شيدي ٻـادرين جي هلت چلت ۽ حالت جـي سڌارڻ مـان ايترو ثابت آهي ته شيدي قوم جو سڌارو ٿيو آهـي. انهن جـي جيڪا خبر مون کي آهي ۽ جيڪي مون سان پنهنجي حياتيءَ ۾ ٿي گذريو آهي، تنهن مان مون کي يقين ٿو ٿئي ته جڏهن ڪو ماڻهو ڪي چوي ۽ ٻڪ چاڙي ته مون سچ چيو آهي ۽ ماڻهو مٿس نڪته چيني ۽ ٺٺولـي ڪن، تڏهن هـن کي گهرجي تـه ماٺ ڪري گذاري ۽ ڪي بـه نـه ڪري. جـي هو حـق تي آهي ته ڪجهه وقت کان پوءِ پاڻهي اها ڳالهه ظاهر ٿيندي.

منهنجي انلئنٽا واري تقرير بابت اچا بحث پئي هليو ته مـون کي هڪڙو خط پهتو، جـو اڃا هيٺ ٿو ڏيان. آهو جانسن هاپڪنس يونيورسٽي جي پريزيڊنٽ **ڊاڪٽر گلمن** جـو هو، جنهن کي انلئنٽا جي نمائش ۾ انعام ڏيڻ وارو امينن يا منصفن جـو چيئرمن يا مير مجلس ڪيو هئائون. اهو خط هي آهي ـ

مهربان **مسٽر واشنگٽن**ـ انلئنٽا ۾ تعليم جي کاتي ۾ انعام ڏيڻ وارن منصفن مان هڪڙو منصف ٿيڻ اوهين پسند ڪندؤ يا نه؟ جي ڪريو تـه آءٌ گهڻي خوشيءَ سان اوهان جو نالو يادداشت ۾ داخل ڪندس. تـار جي رستي

جواب اچڻ ڪري آسين خوش ٿينداسين.

جان هاپڪنس يونيورسٽي، بالٽيمور اوهان جو دوست
٣٠ سپٽمبر ١٨٩٥ ب. ڪ. گلمن

آءٌ پيانيان ٿـو تہ جيتري حيرت مون کي انهي ڪوٺ ملڻ ڪري لڳي، اوتري نمائش جي کلڻ وقت تقرير ڏيڻ جـي ڪوٺ ملڻ ڪري نہ لـڳي هئي. اهو منهنجو فرض جو هڪڙو ڀاڱو هو تہ منصف ٿي نہ رڳو شيدي اسڪولن جي شين جو فيصلو ڪريان، پر گورن اسڪولن جي شين تي بہ. مون اها جاءِ قبول ڪئي ۽ انهي نسبت ۾ جيڪي ضروري ڪم ڪرڻا هئا، تـن لاءِ انگلنڊ ۾ هڪڙو مهينو گذاريم. منصفن جـي مجلس وڏي هئي، جنهن ۾ ڪل سٺ ميمبر هئا. اڌ جيترا ڏکڻ جـا گورا هئا ۽ اڌ جيترا اتـر جا گـورا هئا. انهن ۾ ڪاليجن جا پريزيڊنٽ هئا، مک عالم ۽ فاضل مـاڻهو هئا ۽ گهڻن خاص مضمونن جا ماهر هئا. جڏهن اها منصفن واري مجلس گڏ ٿي، تڏهن ميمبرن مـان هڪڙي مسٽر ٿامس نيلسن پيج اهـا رٿ پيش ڪئي تہ آءٌ انهي ڀاڱي جو سيڪريٽري ٿيان ۽ اها رٿ راين جي اتفاق سان بحال ٿي. اسان واري ڀاڱي جو قريب اڌ ڏکڻ جي ماڻهن جو هو. گورن اسڪولن جي شين ڏسڻ جي ڪم ۾، منهنجي هر طرح مدنظر رکندا هئا

۽ ڪم لهڻ کان پوءِ پنهنجن سنگتين کان موڪلائڻ مهل مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو.

مون کان اڪثر پڇندا آهن تہ پنهنجي قوم جي ملڪي حالت، هاڻوڪي ۽ آئيندي جي، زياده چٽائي سان بيان ڪر. الڳندا ۾ جيڪي ٿي گذريو، تنهنجي يادگيري مون کي انهي جي مختصر بيان ڪرڻ جو وجهہ ڏنو آهي. جيتوڻيڪ اڳي مون ڪڏهن ايترا لفظ ڪم ۾ نہ آندا آهن، تڏهن بہ منهنجو ذاتي اعتقاد اهو آهي تہ اهڙو ڪو وقت ايندو، جڏهن ڏکڻ ۾ شيدين کي سندن قابليت ۽ چڱي چال ۽ ملڪيت موجب سڀ ملڪي حق ملندا. انهي هوندي بہ آءٌ پانيان ٿو تہ انهن ملڪي حقن جي پوري استعمال جو وجهہ گهٽي قدر ٻاهرين ۽ هتراڌو زور زبردستي جي رستي نہ ايندو، مگر اهو شيدين کي، خود ڏکڻ وارا گورا ماڻهو پاڻهي ڏيندا ۽ انهن حقن جي هلائڻ ۾ انهن کي پناه بہ ڏيندا. جنهن وقت ڏکڻ وارن جي دل تان اهو خيال لهي ويندو تہ ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو زور ڪري ائين ڪرائڻ ٿا گهرن، جيئن سندن مرضي ناهي، انهي وقت جنهن قسم جي ڦيرگهير جو مون ڏس ڏنو آهي، سا آءٌ پانيان ٿو تہ شروع ٿيندي. بلڪ اهڙيون علامتون بہ آهن تہ ٿورو گهڻو اها اڳئي شروع ٿي آهي.

انهي جو مطلب اجهو آءٌ سمجهايان ٿو ته انگلئنڊ جي نمائش جي ڪلهه ڪان ڪي مهينا اڳي ڏکڻ ڪان سواءِ ٻين ٻاهرين اخبارن ۽ عام ماڻهن جي اها خواهش هجي ها ته ڪُلهه واري جلسي ۾ هڪڙي شيديءَ کي به جاءِ ڏجي ۽ انعام ڏيڻ وارن منصفن جي مجلس ۾ به شامل ڪجي، ته انهي قوم جا اها حقداري ڪا قبول ڪرڻ ۾ اچي ها چا؟ آءٌ نٿو ڀانيان ته ٿئي ها. انگلئنڊ جا عملدار انهي حد تائين ته ويا هئا، جو شيدي قوم جي ڪٽن لاءِ انعام ڏيڻ ۾ خوش ٿي ٿيا، بلڪ اهو پنهنجو فرض ٿي سمجهيائون. اسان کي جيڪي وٽي سو چئون، انسان جي سياءِ ۾ اهڙي ڪا شي آهي، جا اصل ڪڏي نه سگهبي، ۽ جا هڪڙي ماڻهوءَ کي نيث پڇاڙيءَ ۾ ٻئي جي ڪڻ جي قدرداني ڪرڻ ۽ انهي لاءِ انعام ڏيڻ ۾ رنگ يا ذات جي نظر ڪان سواءِ همٿائي ٿي.

آءٌ ڀانيان ٿو ته شيدين کي گهرجي ته جيئن منجهان گهٽا اڳئي ڪندا آهن، تيئن ملڪي حقدارين هٿ ڪرڻ لاءِ حيا ۽ مروت سان هلن ۽ پڪ ڄاڻن ته ملڪيت ۽ قابليت ۽ چڱن اخلاقن رکڻ ڪري آهستو آهستو پاڻهي آهي حقداريون کين ملي وينديون. اهڙين حقدارين جي پوري استعمال هڪڙي سياڻي ڳالهه ٿيندي وڃي، يعني

جا ڪنهنءَ يا ول وانگي هڪڙي رات جي اندر وڌي نه ٿي، پر آهستو آهستو ٿي اُڀري ٿي. منهنجي مرضي نا هي ته شيدي چونڊ وقت رايون نه ڏين، ڇا لاءِ جو راين نه ڏيڻ ڪري ماڻهو پنهنجي حڪومت پاڻ هلائڻ نه سڪندو، جيئن ڪو ڇوڪر پاڻيءَ ۾ نه گهڙڻ ڪري ترڻ سکي نه سگهندو، پر هيتري مون کي پڪ آهي ته چونڊ ۾ راين ڏيڻ مهل انهن جي فائدي ۾ وڃي، جي سندس پاڙيسرين مان سمجهو ۽ چڱي چال ۽ آبرو وارا آهن.

مون کي ڪي اهڙا شيدي سڃهن، جي ڏکڻ جي گورن جي صلاح تي لڳي، انهن جي مدد ۽ ترغيب سان هزارن ڊالرن جي ملڪيت هٿ ڪئي اٿن، مگر چونڊ جي راين ڏيڻ مهل هو انهن سا ڳين ماڻهن وٽ صلاح وٺڻ جي لاءِ ڪڏهن به وڃڻ نه گهرندا. منهنجي نظر ۾ اهو رستو بي عقلي ۽ بي انصافي جهڙو آهي ۽ بند ٿيڻ گهرجي. انهي مان منهنجو اهو مطلب ناهي ته شيدي دٻاءَ رکن يا مناسب طرح چونڊ ۾ راءِ نه ڏين، ڇا لاءِ جو جنهن وقت هو مناسب رستي ۽ پوري اصولن کان سواءِ راءِ ڏيڻ لڳندو، انهي وقت هو ڏکڻ وارن گورن جي هٿان ملندڙ عزت ۽ اعتبار وڃائي ڇڏيندو.

آءٌ ڄاڻان ٿو ته ڪنهين به سرڪار کي اهڙو قاعدو نه

جوڙڻ گهرجي، جنهن موجب ڪو اڻ پڙهيل ۽ ڪنگال گورو ماڻهو چونڊ وقت راءِ ڏئي سگهي ۽ ساڳيءَ حالت وارو ڪو شيدي ماڻهو راءِ نہ ڏئي سگهي. اهڙو قاعدو نہ فقط بي انصافيءَ جهڙو آهي، پر ڪنهن وقت ڪان پوءِ ابتو اثر پيدا ڪندو، جيئن ڪ سڀ بي انصافيءَ جهڙا قاعدا ڪندا آهن؛ ڇا لاءِ جو اهڙي قاعدي جو نتيجو اهو ٿيندو تہ شيدين کي تعليم ۽ ملڪيت حاصل ڪرڻ جي ترغيب ملندي ۽ ساڳي وقت ۾ گورن ماڻهن کي بي علمي ۽ ڪنگالپڻ ۾ رهڻ جي ترغيب ملندي. آءٌ ڀانيان ٿو تہ ڪنهن عرصي ڪان پوءِ علميت ۽ قوم جي فائدي جهڙي واسطيداريءَ جي ڪري ڏکڻ ۾ نڪيءَ سان چونڊ جي راين ڏيڻ جا سڀ رستا بند ٿي ويندا. اها ڳالهہ ظاهر ٿي پوندي تہ جيڪو گورو شروع ۾ نڪي ڪري چونڊ ۾ راءِ ڏيڻ جو حق هڪڙي شيدي ڪان کسي وٺي ٿو، سو هڪڙي گوري ڪان بہ اهو کسڻ سگهي ٿو، ۽ جيڪو ماڻهو ائين ڪري ٿو، سو اهڙي ڪپٽ ۽ بي ايمانيءَ جي هلت ڪان پوءِ پڇاڙيءَ ۾ ضرور ڪو وڏو ڏوهہ ڪرڻ لڳي ٿو. منهنجي نظر ۾ آهي تہ اهو وقت ايندو، جڏهن ڏکڻ سيني شهر جي ماڻهن کي چونڊ وقت راين ڏيڻ لاءِ همٿائيندو. هن کي پاڻهي معلوم ٿيندو تہ جنهن حالت ۾ هميشہ اڌ ماڻهو

حڪومت ۾ ڪوبہ واسطو يا حصو ڪونہ ٿا رکن، تنهنجي خرابين کان تندرست ۽ همت واري حالت هر طرح بهتر آهي.

عام طرح تہ آءٌ وسهان ٿو تہ سيڪنهن کي آزاديءَ سان چونڊ جي وقت راءِ ڏيڻ جو حق هئڻ گهرجي، مگر آءٌ پانيان ٿو تہ ڏکڻ ۾ اهڙيون ڪي خاص حالتون موجود آهن، جن جي ڪري گهڻين رياستن ۾، هميشه نہ تہ بہ ڪجهہ عرصي تائين، چونڊ جي راين جي بچاءَ لاءِ يا تعليم جي ضرورت هئڻ گهرجي، يا ملڪيت جي، يا ٻنهي جي گڏيل ضرورت، پر جيڪي بہ ڳالهيون انهي ڪم لاءِ ضروري ٺهرائجن، سي پوري انصاف ۽ عدل موجب ٻنهي قومن سان هڪ جهڙيون لاڳو هئڻ گهرجن.

## باب پندرهون

## عام ماڻهن ۾ چڱي تقرير ڪرڻ جو هنر

اٽلئنٽا ۾ نمائش واري عمارت ۾ منهنجي تقرير ماڻهن کي ڪيتري قدر وڻي، تنهن بابت آءٌ پانيان ٿو تہ بهتر ائين ٿيندو تہ پلي مشهور جنگ جو خاطو **مسٽر جيمس ڪريلمن** ڳالهہ ڪري، جو انهي وقت پاڻ حاضر هو ۽

ھيٺيون بيان نيويارڪ ورلڊ اخبار ڏي تار جي رستي موڪليو ھئائين :-

اٽلئنٽا - ١٨ سپٽمبر

جنھن وچ ۾ پريزيڊنٽ ڪليولئنڊ اچ گري گيبلس ۾ اٽلئنٽا واري نمائش جي شروع ڪرڻ لاءِ تار موڪلڻ واسطي ترسيو ويٺو ھو، تنھن عرصي ۾ ھڪڙي شيديءَ موسيٰ ڪورن ماڻھن جي ھڪڙي وڏي جماعت جي اڳيان بيٺي اھڙو وعظ ڪيو، جنھن ڏکڻ جي تاريخ ۾ ھڪڙو نئون زمانو پيدا ڪري وڌو آھي، ۽ ھڪڙي شيدين جي فوج جارجيا ۽ لوزيانا جي شھري سپاھين سان گڏ قطار ٻڌي پوري قواعد سان لنگھي وئي. انھن ٻنھي بي مثال عجيب ڳالھين جي ھئڻ ڪري سارو شھر اچوڪي رات پيو وڃي. ھينري گريڊي جيڪا نا مناسب تقرير نيويارڪ ۾ نيو انگلنڊ سوسائٽيءَ جي اڳيان ڏني، تنھن کان پوءِ اھڙي ڪابه ڳالھه ڪانه ٿي آھي، جا انھي نمائش جي کلڻ کان نئين ڏکڻ جي ماڻھن جا خيال پوري طرح ظاھر ڪري ٿي.

پروفيسر ٻُڪر واشنگٽن، جو ٽسڪجي ۾ شيدين جي ھڪڙي ھنري اسڪول جو پرنسپال آھي، سو جڏھن

منبر واري ٿلهي تي آئي بيٺو ۽ سڄ حاضر ٻڌڻ وارن ماڻهن جي مٿن تان سندس منهن ۾ پئي چمڪيو ۽ سندس اکين مان نبوت جو نور پئي چمڪيو، تڏهن هينري گريڊي جي قائم مقام ڪلارڪ هاؤوئيل مون کي چيو ته "انهي ماڻهوءَ جي تقرير امريڪا ۾ اخلاقي ڦيرگهير جي شروعات آهي."

اهو ٻهريون ڏي پيرو آهي، جو ڏکڻ ۾ هڪڙي شيديءَ گورن مڙسن ۽ زالن جي ڳڏيل جماعت جي اڳيان ڪا تقرير ڪئي آهي. آنهي ماڻهن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو ۽ انهي جي پسنديءَ جو آواز چڻ ته هڪڙي واچوڙي جي وات مان ٿي آيو.

مسز ٿامپسن اجا پنهنجي جاءِ تي مس ويٺي ته سندس اکيون هڪڙي ڏکهي ڪٽڪ رنگي شيديءَ تي پيون، جو ٿلهي تي پهرين قطار ۾ ويٺل هو. اهو هو پروفيسر بڪر واشنگٽن، جو ٽسڪجي (الاباما) جي نارمل ۽ هنري اسڪول جو پريزيڊنٽ آهي ۽ اڄ ڪان وٺي امريڪا ۾ پنهنجي قوم جو مشهور اڳواڻ شمار ۾ اچڻ گهرجي. ڳلمور واري باجي وارن جي ٽوليءَ "تارن جي نشانن واري جهنڊي جو گيت" وڄايو ۽ ماڻهن تاڙيون وڄائي خوشي ظاهر ڪئي. پوءِ وري "ڏکسي وارو گيت" وڄائڻ

۾ آيو، جنهن تي ماڻهن ”هيي“ جون رڙيون ڪيون. پوءِ وري طرز بدلي ۽ ”يانڪي ڊوڊل“ وارو گيت وڄائڻ ۾ آيو، جنهن تي هل جهڪو ٿيو.

اهو سارو وقت هزارن حاضر ماڻهن جون اکيون انهي شيدي واعظ تي کتل هيون. هڪڙي عجيب ڳالهه ٿيڻي هئي. هڪڙي شيديءَ کي پنهنجي قوم جي طرفان ڳالهائڻو هو ۽ پيو ڪوبه هن کي وچ ۾ روڪڻ وارو ڪونه هو. جڏهن پروفيسر واشنگٽن پرانگهون پري ٿلهي جي ڪناري تي اچي بيٺو، تڏهن لهندڙ سج جا چمڪندڙ ترورا درين مان سندس منهن تي پئي پيا. هن جي مرحبا لاءِ هڪڙي وڏي رڙ ٿي. هن پنهنجو مٿو ڦيرايو ته تيز آس اکين ۾ نه پويس، ۽ انهي لاءِ ٿلهي تي هيڏي هوڏي هلڻ لڳو. نيٺ اکين چنيڻ کان سواءِ هن پنهنجي عجيب شڪل ڪٺي سج ڏي ڪئي ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيائين.

هڪڙي ڏسڻ جهڙي شڪل آتي بيٺي هئي، ڊگهو، سنئون، هڏين سان پريل قد هوس، جڻ ته ڪو آتي جو ڏيهي مردار آهي، پيشاني پريل، نڪ سنئون، چاڙيون وڏيون ۽ ڳريون، ۽ مضبوط پختو وات، جنهن ۾ اڇا ڏند هئا، چپندڙ اکيون ۽ حشمت وارو ڊؤل هوس. سندس ڪاري ڳچيءَ تي نسون ظاهر نڪتيون بيٺيون هيون ۽ سندس ماس

ٻري ساڄي ٻانهن هوا ۾ مٿي ٿي لڏي ۽ هڪڙي پينسل سنڌس ڪاري ڀڙيل مٺ ۾ هئي. هن جا وڏا پير چورس ڪٽل هئا، ڪڙيون گڏيل هيس، پر آڱريون ٻاهر نڪتل هيس؛ هن جو آواز صاف ۽ سچي طرح ٿي آيو ۽ هر هڪ ڳالهه پوري ڪرڻ تي هو بيٺو ٿي، جنهن ڪري چڱو اثر ٿي ٿيو. ڏهن منٽن جي اندر سڀ ماڻهو خوشيءَ مان رڙيون ڪرڻ لڳا، رومال لوڏڻ لڳا، لڪڻ مٿي ڪرڻ لڳا، ٽوپيون هوا ۾ اڇلائڻ لڳا. جارجيا جون خوبصورت زالون اٿي تاڙيون وڄائڻ لڳيون. چڻ ته انهي ڳالهائڻ واري هنن تي ڪو جادو ڪيو هو.

۽ جڏهن هن پنهنجو ڪارو هٿ پنهنجي مٿي ڪان مٿي ڪنيون ۽ آڱريون کولي چڏيائين ۽ پنهنجي قوم جي طرفان ذڪر جي گورن ماڻهن کي چيائين ته "جيڪي ڳالهيون نج قومي ۽ رسمي ۽ پنگتي آهن، تن سڀني ۾ سو پاڻ ڌار رهنداسين، جيئن هٿ جون آڱريون آهن، مگر هڪ ٻئي کي مدد ڪرڻ واسطي سڀني ضروري ڳالهين ۾ هٿ وانگي ڪمائتا ٿينداسين،" تڏهن آواز جي هڪڙي وڏي لهر وچي پئين سان لڳي ۽ سڀ ماڻهو بيحواس ٿي اٿي بيٺا ۽ خوشيءَ جون تاڙيون وڄائڻ لڳا ۽ انهي وقت مون کي اها رات ياد پئي، جڏهن هينري گريدي

**ڊيلمونيڪ** جي مجلس واري صفي ۾ تماڪ جي دونهي جي ڦرندڙ لاٽُن جي وچ ۾ آئي بيهي چيو هو ته "آءُ گول مٿن وارن جو سردار آهيان. مون گهڻن وڏن فصاحت ۽ بلاغت وارن ماڻهن جون تقريرون پڙهيون آهن، پر خود گلئڊيسن به پنهنجي مطلب ثابت ڪرڻ لاءِ اهڙا زور وارا دليل آڻي نه سگهي ها، جهڙوڪ هن شيديءَ آندا، جو سخت آس ۾ بيٺل هو ۽ چوڌاري آهي ماڻهو هئس، جي ڪنهن وقت هن جي ذات وارن کي پانهپ جي بند ۾ رکڻ لاءِ تي وڙهيا. ماڻهن جو شور ۽ هل اڪثر گهٽو ٿيندو ويو، مگر هن جي منهن مان شوق جو نماءُ ڦري نه ويو.

هڪڙو ڪارو راڪاس، جو پاسي ۾ زمين تي پلٿي ماريو ويٺو هو، تنهن پرندڙن اکين ۽ ڏڪندڙ منهن سان انهي تقرير ڪرڻ واري ڏي ويٺي نهاريو. جنهن وقت خوشيءَ جي تاڙين ڦهڪو ڪيو، تڏهن هن جي منهن تي هنجون وهڻ لڳيون. حاضر ماڻهن مان جيڪي شيدي هئا، تن مان گهڻن پٺي رنو ۽ شايد اها خبر به نه هين ته چو ٿا روئن.

تقرير جي بس ٿيڻ تي **گورنر بلڪ** پنڌ ڪري وڃي انهي تقرير ڪندڙ جو هٿ پڪڙيو. انهي ڪري پاڻ هڪڙي پي خوشيءَ جي رڙ ٿي ۽ ڪن ٿورن منٽن تائين

اهي ٻئي ماڻهو اڪيون اکين ۾ وجهيو ۽ هٿ هٿ ۾ ڏيو ويٺا هئا.

پنهنجي اڳلنئا جي تقرير ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ڪڏهن ٿسڪجي جي ڪم کان مون کي وقت بچندو هو، تڏهن جي مون کي عام ماڻهن ۾ ڳالهائڻ لاءِ سڏ ٿيندو هو ته آهو قبول ڪندو هوس، خصوصاً جتي آءٌ سمجهندو هوس ته پنهنجي قوم جي طرفان ڳالهائڻ مان ڪنهن فائدي ٿيڻ جو امڪان آهي، پر آءٌ هميشه انهي سمجهه تي ائين ڪندو هوس ته مون کي آزاد طرح پنهنجي حياتيءَ جي ڪم بابت ۽ پنهنجي قوم جي ضرورتن بابت ڳالهائڻ جو وجهه ملندو. اها به ماڻهن کي پڪ ڏيندو هوس ته آءٌ جو تقرير ڪريان ٿو، سو نه انهي ڪريان ته اهو منهنجو ڌنڌو آهي يا انهي مان ڪو پيسو پيدا ڪريان.

عام ماڻهن جي اڳيان تقرير ڏيڻ مهل مون کي ڪڏهن به سمجهه ۾ نه آيو آهي ته ڇو ماڻهو منهنجي تقرير ٻڌڻ لاءِ ٿا اچن. انهي سوال کان آءٌ ڪڏهن به پنهنجي جند ڇڏائي نه سگهندو آهيان. ڪيترائي ڀيرا جڏهن آءٌ گهڻيءَ ۾ ڪنهن عمارت جي اڳيان بيهي بيشمار مڙسن ۽ زالن کي انهي صفي ۾ ويندو ڏسندو آهيان، جنهن ۾ مون کي تقرير ڪرڻي هوندي آهي، تڏهن آءٌ شرمندو ٿيندو آهيان،

جو چاڻندو آهيان ته هو پنهنجو ڪلاڪ جيترو قيمتي وقت اجايو ٿا وڃائين. ڪي ورهيه ٿيا جو هڪڙي پيري مئڊيسن ۾ هڪڙي علمي مجلس جي اڳيان مون کي تقرير ڪرڻي هئي. جو وقت منهنجي تقرير ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيل هو، تنهن کان ڪلاڪ ڪن اڳي هڪڙو خوفناڪ برف جو طوفان اچي نڪتو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ پئي هليو. مون کي پڪ ٿي ته ڪوبه ماڻهو ڪونه ايندو ۽ مون کي ڳالهائڻو ئي نه ٿيندو، پر لاچار فرض چاڙي آءٌ ديول ۾ ويس ۽ ڏٺم تہ آها ماڻهن سان پري پئي آهي. مون کي اهڙي حيراني لڳي، جو آها رات مون انهي فڪر ۾ گذاري.

ماڻهو اڪثر مون کان پڇندا آهن ته ڳالهائڻ کان اڳي توکي دل ۾ ڪو ڊپ ٿيندو آهي يا نه، يا وري چوندا آهن، تون هيترا پيرا ٿو ڳالهائين، تنهنڪري تون هري ويو آهين. انهي سوال جي جواب ۾ آءٌ چوندو آهيان ته آءٌ هميشه ڳالهائڻ کان ڊڄندو آهيان. ڪيترائي پيرا ڪنهن ضروري تقرير ڪرڻ کان اڳي مون کي اهڙو ڊپ ٿيو هوندو، جو مون انهي مهل اهو ارادو ڪيو هوندو ته آءٌ وري ڪڏهن به عام خلق ۾ نه ڳالهائيندس. نه رڳو ڳالهائڻ کان اڳي آءٌ ڊڄندو آهيان، پر بس ڪرڻ کان پوءِ به مون کي ڳڻتي ٿيندي آهي، ڇا لاءِ جو آءٌ چاڻندو آهيان

ته ڪا ضروري ۽ عمدي ڳالهه، جا مون ڪي پنهنجي تقرير
۾ آڻڻ گهربي هئي، سا ڇڏي ڏني اٿم.

انهي هوندي به ايتري اوائل جي ڏپ ۽ فڪر جي عيوض ۾ ڏهن منٽن تائين ڳالهائڻ ڪان پوءِ وڏي خوشي حاصل ٿيندي آهي، جو ڄاڻندو آهيان ته ٻڌڻ وارن تي آءٌ سچ پچ عامل ٿو رهان ۽ اسين ٻئي طرف هڪٻئي سان يڪدل ۽ همخيال ٿي وڃون ٿا. آءٌ ڀانيان ٿو ته عام تقرير ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي اهڙي ئي جسماني ۽ روحاني خوشي ڪانه ٿي ٿئي، جهڙي تڏهن ٿي ٿئي، جڏهن هو ڄاڻي ٿو ته بيشمار ٻڌڻ وارن تي هن جو عمل ۽ هن جي تقرير جو اثر پوري طرح ٿي وڃي ٿو. هڪڙي قسم جي همدردي ۽ يڪدليءَ جو سلسلو آهي، جو تقرير ڪندڙ ۽ سندس ٻڌندڙن کي ڳنيڍي ڇڏي ٿو، ۽ آهو اهڙو مضبوط آهي، جهڙو ڪو ظاهري ڇهڻ ۽ ڏسڻ جهڙو رسو ٿيندو آهي. جيڪڏهن هزار ٻڌندڙن مان هڪڙو ماڻهو اهڙو هوندو، جنهن کي منهنجن خيالن سان همدردي ڪانهي يا جنهن کي ڪو شڪ يا مخالفت آهي يا جو نڪته چيني ڪرڻ ٿو گهري ته آنهي کي آءٌ چونڊي ڪڍي ٿو سگهان. جڏهن آءٌ انهي کي لهندو آهيان، تڏهن اڪثر سڌو ونس هلي ويندو آهيان پوءِ جيئن جيئن هو پنهنجا اعتراض ظاهر ڪندو ويندو

آهي، تنهن تنهن انهن جي لاهڻ ۾ مون کي ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي. منهنجي نظر ۾ اهڙن ماڻهن جو علاج آهي، مُنهن ۾ هڪڙي ڳالهه آڻڻ، پر آها ٻه. آءٌ رڳو قصي ۽ آڪاڻي ٻڌائڻ لاءِ ڪڏهن به ڪين آٿيندو آهيان. انهي سڪني آڪاڻي مان ڪي به حاصل نٿو ٿئي ۽ ٻڌندڙ هڪدم اها ڳالهه سهي ڪري وٺندا آهن.

جڏهن ڪو ماڻهو رڳو ڳالهائڻ جي ورزش لاءِ ڳالهائيندو آهي، تڏهن آءٌ پانيان ٿو ته هو جهڙو پاڻ سان، تهڙو ٻڌندڙن سان غير انصافي ٿو ڪري. منهنجي ويساهه ۾ هيئن آهي ته جيسين ڪو ماڻهو پنهنجي دل ۾ ڪي طرح نٿو چاڻي ته مون کي ڪو پيغام پهچائڻو آهي، تيسين هن کي ڳالهائڻ نه گهرجي. جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي پيرن ڪان وٺي مٿي تائين خاطري آهي ته، جيڪي چوڻو اٿس، تنهن مان ٻئي ماڻهوءَ کي يا ڪنهن وڏي ڪم کي مدد ملندي، تڏهن هو پلي ڳالهائي؛ اهڙي پيغام ڏيندي آءٌ نٿو پانيان ته فصاحت ۽ بلاغت جا گهڻا مصنوعي قانون، اهڙين حالتن ۾ هن کي گهڻي قدر ڪمائتا ٿي سگهندا. جيتوڻيڪ ڪي ڳالهيون تمام ضروري آهن، جيئن ته بيهڻ، ساهه کڻڻ، زور سان ڳالهائڻ، ته به انهن مان ڪا به تقرير جي روح جي جاءِ وٺي نه ٿي سگهي. جڏهن مون کي ڪا

تقرير ڪرڻي هوندي آهي، تڏهن آءٌ صحيح ٻولي ڳالهائڻ جي قانونن جو توڙي فصاحت ۽ بلاغت جو يا اهڙين ٻين ڳالهين جو خيال اصل وساري ڇڏيندو آهيان ۽ ٻانئيندو آهيان ته ٻڌندڙ به آهي وساري ڇڏين.

منهنجي ڳالهائيندي ٻي ڪابه ڳالهه جلد اهڙو بي‌آرام نه ڪندي آهي، جهڙو ڪنهن ماڻهوءَ جو جاءِ ڇڏي نڪري وڃڻ. انهي جي روڪڻ لاءِ اڪثر آءٌ پڪو ارادو ڪندو آهيان ته پنهنجي تقرير اهڙي مزي جهڙي ۽ لذت ڀري ڪريان ۽ ايترين مزي جهڙين ڳالهين هڪٻئي پٺيان ڳنڍيو اچان، جو ڪوبه وچ ۾ نڪري نه وڃي. آزمودي مان مون کي معلوم ٿيو آهي ته گهڻو ڪري ٻڌندڙن کي خاص حقيقتون گهرجن، نه لاڳو ٿيندڙ ڳالهيون ۽ نصيحتون. آءٌ ڀانيان ٿو ته گهڻا ماڻهو حقيقتن ٻڌڻ ڪان پوءِ جي آهي مزي جهڙي صورت ۾ پيش ٿيل آهن ته انهن مان مناسب نصيحتون ۽ نتيجا ڪڍي ٿا سگهن.

باقي ڪهڙي قسم جا ماڻهو تقرير ٻڌڻ لاءِ آءٌ پسند ڪندو آهيان، تن مان يادداشت جي منڍ ۾ آهي وجهڻ ٿو گهران، جي مضبوط ۽ سجاڳ ۽ ڪم ڪرڻ وارا ماڻهو آهن، جهڙاڪ بوسٽن، نيويارڪ، چڪاگو ۽ بفيلو ۾ هوندا آهن. مون ڪٿي به اهڙا فهم ۽ اثر پذير ماڻهو نه ڏٺا

آهن. گذريل ٿورن ورهين ۾ خوش قسمتيءَ سان مون يونائيٽيڊ سٽيٽس جي وڏن وڏن شهرن ۾ اهڙي قسم جي گهڻن مڪ مجلسن جي اڳيان ڳالهايو آهي. اهڙن ڪم وندن ماڻهن کي قابو ڪرڻ جو وقت آهي رات جي مانيءَ کان پوءِ، جيتوڻيڪ سڀ کان وڏيڪ ۽ عذاب ڏيندڙ اها رسم آهي ته اهڙي مانيءَ ۾ چوڏهن قسمن جا طعام هڪٻئي پٺيان کائڻا هجن ۽ ڳالهائڻ واري کي ايتري عرصي ۾ هر لحظي اهو ڊپ پيو ٿئي ته اجها ٿي منهنجي تقرير اجائي وڃي ۽ غمگيني ۽ نا اميدي پيدا ڪري.

اهڙين وڏين مانيءَ جي مجلسن ۾ جڏهن ڪڏهن آءٌ شامل ٿيندو آهيان، تڏهن منهنجي دل جي خواهش اها ٿيندي آهي ته آءٌ انهي ننڍڙي ڳوٺڙيءَ ۾ هجان، جنهن ۾ ڪنهن زماني ۾ آءٌ غلام ڇوڪر ٿي رهندو هوس ۽ هفتي ۾ هڪڙو ڀيرو وڏي گهر مان پنڙو ڳڙ يا پٽ وٺي کان، جا ڳالهه مون کان ڪڏهن به وسرڻ جي نه آهي. آباديءَ واري ٻيڻڪ تي اسان جو رواجي کاڌو مڪائي جي ماني ۽ سوئر جو گوشت هوندو هو، مگر آچر جي ڏينهن صبح جو منهنجي ماءُ سوڪل وٺي وڏي گهر مان پنهنجن ٻن ٻارن لاءِ ٿورو ڳڙ وٺي ڪٺي ايندي هئي ۽ جڏهن آهو مون کي ملندو هو، تڏهن آءٌ دل ۾ چوندو هوس ته شل ڏهاڙي

آچر جو ڏينهن هجي. آءٌ انهي ڳڙ يا ٻٽ جي لاءِ پنهنجي ٿالهي جهليندو هوس، پر جڏهن ٻٽ اوتي ٿالهيءَ ۾ وجهندا هئا، تڏهن هميشه اکيون بند ڪري ڇڏيندو هوس، انهي لاءِ ته جڏهن آهي وري کوليان، تڏهن گهڻي ٻٽ ڏسي عجب ۾ پوان. اکين پٽڻ کان پوءِ آءٌ ٿالهيءَ کي هيڏي هوڏي لوڏيندو ۽ لوڏيندو هوس ته ٻٽ سڄي ٿالهيءَ تي پکڙي پوي، ڇا لاءِ جو وسهندو هوس ته ائين ٿيڻ ڪري آها گهڻي ٿي پوندي ۽ جتاءُ ڪندي. آنهن آچر جي ڏينهن صبح وارن مزن جون ڳالهيون منهنجي ٻاراڻي ذهن تي اهڙيون مضبوط ويٺل آهن، جو مون کي انهي خيال تان ڪو مشڪل لاهي سگهندو ته ساري ٿالهيءَ تي پکڙيل ٻٽ ٿالهيءَ جي هڪڙي ڪنڊ ۾ رکيل ٻٽ کان زياده ناهي. ڪنهين به طرح ڪنڊ ۾ رکيل مٺاڻ مون کي گهٽو پسند نه ايندو آهي. مون کي ٻتيءَ ۾ اڪثر ٻٽ جا ٻه وڏا چمچا ملندا هئا ۽ آهي ٻه چمچا منهنجي نظر ۾ انهن چوڏهن طعامن واري مانيءَ کان زياده لذت ڀريا هئا، جنهن کان پوءِ آءٌ تقرير ڏيندو آهيان.

ڏنڌي وارن ماڻهن کان پوءِ آءٌ ڏکڻ وارن ماڻهن، مڙسن توڙي زالن جي اڳيان ڳالهائڻ گهرندو آهيان، پوءِ اهي گڏيل هجن يا ڌار هجن. هو اهڙو شوق ۽ ڏيان

ڏيکاريندا آهن، جو هميشه خوشي پئي ٿيندي آهي. جيڪي منجهن شيدي هوندا آهن، سي پاڻهي ”آمين“ ۽ ”اهو سچ آهي“ پيا چوندا آهن، جنهن ڪري ڪنهين به تقرير ڪندڙ کي همت پئي ايندي آهي. انهي ڪان پوءِ آءٌ ٻڌانيان ٿو ته جيڪر ڪاليج جي شاگردن جي اڳيان تقرير ڪرڻ گهران. اها منهنجي خوش نصيبي آهي، جو مون گهڻن وڏن ڪاليجن ۾ تقريرون ڏنيون آهن، جيئن ته هارورڊ، ييل، وليمس، ائمرسٽ، فسڪ يونيورسٽي، پينسلونيا جي يونيورسٽي، ويلسلي، مچيگان جي يونيورسٽي، ٽرنٽي ڪاليج اتر ڪارولينا ۽ گهڻن ٻين ڪاليجن ۾.

انهي ڳالهه ڪري مون کي ڏاڍو مزو لڳندو آهي ته تقرير کان پوءِ ڪيترائي ماڻهو اچي مون کي هٿ ڏيندا آهن ۽ چوندا آهن ته اهو پهريون ئي ڀيرو آهي، جو عمر ۾ هڪڙي شيديءَ کي ”مسٽر“ ڪري سڏيو اٿئون.

جڏهن رڳو ٽسڪجي جي فائدي لاءِ آءٌ ڳالهائيندو آهيان، تڏهن اڪثر مڪ مڪ جاين تي اڳوات ئي ماڻهن گڏ ڪرڻ جو بندوبست ڪندو آهيان. انهي ڪري آءٌ ديولن ۽ آچر وارن اسڪولن، عيسائي مذهبي ترقي وارين جماعتن ۽ مڙسن توڙي زالن جي ڪلبن يا گڏ ٿيڻ وارين جاين ۾ ويندو آهيان. اهڙن وقتن تي ڪڏهن ڪڏهن

هڪڙي ڏينهن جي اندر مون ڪي چئن جماعتن يا مجلسن جي اڳيان ڳالهائڻو پوندو آهي.

ٻي سال ٿيا ته نيويارڪ واري **مسٽر جيسپ ۽ ڊاڪٽر ڪري** فنڊ جي عام مختيار جي رٿ پٽيان **جان سليٽر** فنڊ جي سنڀاليندڙن هڪڙي خاص رقم انهي لاءِ مقرر ڪئي ته خاص شيدين جي رهڻ وارن هنڌن تي، خصوصاً انهن وڏن شهرن ۾ جتي اڳي شيدي غلام رهندا هئا، مجلسن ڪرڻ وقت منهنجي ۽ منهنجي زال جو خرچ انهي مان ادا ڪن. گذريلن ٻن ورهين ۾ هر سال ڪي هفتا اسين انهي ڪم ۾ لڳائيندا آهيون. بندوبست هي ڪيل آهي ته صبح جي وقت آءٌ پادرين ۽ سيکاريندڙن ۽ ڌنڌي وارن ماڻهن جي اڳيان ڳالهائيندس. ته پهري وقت منهنجي زال رڳو زالن جي اڳيان ڳالهائيندي ۽ شام جي وقت وري هڪڙي وڏي عام خاص ماڻهن جي گڏيل ميڙ جي اڳيان ڳالهائيندس. اهڙين سڀني جماعتن ۾ نه رڳو بيشمار شيدي ايندا آهن، پر گورا ماڻهو به ايندا آهن. مثلاً چٽانوگا ۾ اهڙي جماعت ۾ ٽي هزار ماڻهو حاضر هئا ۽ انهن مان مون کي ٻڌايائون ته اٺ سؤ گورا هئا. مون پيو اهڙو ڪوبه ڪم ڪونه ڪيو آهي، جنهن مان سچي پچي مون کي ايتري خوشي ٿي آهي يا خلق کي ايترو

فائدو رسيو آهي.

انهن مجلسن ڪري مون کي ۽ منهنجي زال کي پنهنجي ذات وارن جي حالت جي سڌي پوري خبر پئي آهي، جو اسان ماڻهن کي سندن گهرن ۾، سندن ديولن ۾، سندن آچر جي اسڪولن ۾، سندن ڪم جي جاين ۾، بلڪ قيدخانن ۽ ڏوهن جي جاين ۾ ڏٺو آهي. انهن مجلسن جي ڪري اسان کي پنهي قومن جي پاڻ ۾ واسطيدارين معلوم ڪرڻ جو چڱو وجهه مليو. جهڙا انهن مجلسن ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ مون کي پنهنجي قوم جي نسبت ۾ اميدون آسرا ٿيندا آهن، اهڙا پئي ڪنهين وقت نه ٿيندا آهن. مون کي خبر آهي ته اهڙن وقتن تي اڪثر ڏيک جهڙيون ۽ متاچريون ڳالهيون ظاهر ٿينديون آهن، پر مون کي ايترو آزمودو آهي، جو رڳو علامتن ۽ وقتي شوقن جي ڪري ٺڳجي نه ويندو آهيان.

ٿورا ڏينهن ٿيندا جو هڪڙي پاڻ کي باخبر سڏائيندڙ ماڻهوءَ جي لکيل اها حقيقت مون پڙهي ته ساري شيدين جي قوم ۾ سراسري ڪري سو مان نوي زالون نيڪ ۽ پرهيزگار ناهن. هڪڙي قوم جي نسبت ۾ انهي کان وڌيڪ ڪميڻائي جهڙو ڪوڙ پيو ڪڏهن ڪونه هوندو، جو سچين حقيقتن سان ثابت ڪري ڏيکارڻ جهڙو ناهي.

ڀيو ڪو به ماڻهو مون وانگي ويهن ورهين تائين ڏکڻ جي وچ ۾ انهي قوم سان ڪڏ نه رهيو هوندو، جنهن ڪي اهڙي خاطري ٿي وئي آهي ته اها قوم ٿورو ٿورو ڪري مالي ۽ علمي ۽ اخلاقي ترقي ڪندي وڃي. مثلاً ڪو ماڻهو نيو يارڪ جي شهر ۾ تمام خراب قسم جي ماڻهن جي حياتيءَ جو احوال ڪٺي وٺي ۽ گورن ماڻهن جي نسبت ۾ جيڪي وٺيس، سو ثابت ڪري، ته به سڀ قبول ڪندا ته اها ڪا انصاف جهڙي آزمائش ناهي.

سال ١٨٩٧ جي شروعات ۾ مون کي هڪڙو خط مليو، جنهن ۾ مون کي سڏيو هئائون ته بوسٽن ۾ **رابرٽ گولڊ شا** جي يادگيري واري نشان قائم ڪرڻ وقت تقرير ڏيان. مون وڃڻ قبول ڪيو. مون کي يقين آهي ته انهي ڳالهه جو ضرور ڪونهي ته آءٌ بيان ڪري ٻڌايان ته **رابرٽ گولڊ شا** ڪير هو ۽ هن ڇا ڪيو. هن جي يادگاريءَ جو نشان بوسٽن ڪامن جي منهن جي ويجهو سٽيٽ هائوس جي سامهون بيٺل آهي. آهو ملڪ ۾ جيڪي انهي قسم جي ڪاريگريءَ جا ڪم آهن، تن سڀني ۾ نهايت ڪامل ڪم آهي.

انهي نشان قائم ڪرڻ جي نسبت ۾ جيڪي ڪم ڪرڻا هوا، سي بوسٽن ۾ ميوزڪ هال ۾ ڪيا ويا هئا ۽ انهي

وڏي صفي ۾ چوٽيءَ ڪان وٺي تري تائين ايترا مشهور مشهور ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا، جيترا اڳي ڪڏهن انهي شهر ۾ گڏ نہ ٿيا هئا. حاضر ماڻهن مان مشهور جهونا غلاميءَ جي برخلاف خيالن وارا ماڻهو ايترا هئا، جيترا وري ملڪ ۾ ڪڏهن بہ گڏ ٿي نہ سگهندا. **آنربل راجر وولڪاٽ**، جو هاڻي مري ويو آهي، پر آنهي وقت ۾ ماسا چزيٽس جو گورنر هو، سو انهي مجلس ۾ پريزيڊنٽ هو ۽ انهي سان گڏ ٽلهي تي ڪيترائي عهديدار ۽ سوين ناميارا ماڻهو ويٺل هئا. بوسٽن جي ٽرئنسڪرپٽ اخبار ۾ انهي مجلس جو جيڪو احوال ڏنل هو، تنهن مان منهنجي لکئي ڪان وڌيڪ خبر پئجي سگهندي :-

ڪالهہ جيڪا بہ پهرن واري وڏي مجلس انسان ذات جي برادريءَ جي نسبت ۾ ميوزڪ هال ۾ گڏ ٿي هئي، تنهنجو خاص ڪم هو ٽسڪجيءَ جي شيدي پريزيڊنٽ جي نهايت عمدي تقرير. **گورنر وولڪاٽ** انهي جي بابت هيئن چيو تہ ”**بڪر واشنگٽن** ڪي گذريل جون ۾ هارورڊ يونيورسٽي مان ايم اي جي سند ملي هئي ۽ اهو پهريون ئي شيدي هو، جنهن کي ملڪ جي هڪڙي نهايت قديم يونيورسٽي مان اهڙو عزت آبرو جهڙو درجو ڏنو ويو هو، خاص انهي ڪري تہ هو پنهنجي قوم جو

مهندار آهي.“ ميوزڪ هال، جنهن ۾ بيشمار جهنڊا لڳل هئا ۽ دل جي جوش ۽ وطن دوستي ۽ شوق وارا ماڻهو اچي گڏ ٿيا هئا، تنهن ۾ جڏهن بڪر واشنگٽن اٿي بيٺو، تڏهن ماڻهن کي پڪ ٿي ته ماسا چزيٽس جي قديم بانهپ جي بند ڪرڻ وارن خيالن جو پورو اثر ۽ انصاف اڄ اتي اچي موجود ٿيو آهي، هن جي بدن ۾ انهيءَ جو قديم پڪو ويساهه موجود آهي ۽ هن جي مضبوط خيال ۽ عمدي فصاحت ۾ قديم جنگ وارن ڏينهن جي جهيڙن ۽ عذابن جو ڇٽ ۽ جلال موجود آهي. انهي هنڌ قديم تاريخي خوبي ۽ اونهي معنيٰ موجود هئي. بوسٽن، جو مرد ۽ مئل هو، سو اوچتو آنهي باهه سان جيئرو ٿي پيو، جا سنڌس دل ۾ سدائين راست بازي ۽ سچائي لاءِ ٻرندڙ آهي. جي ماڻهو ڪنهين به عام جلسي يا تماشي ۾ نه ويندا آهن، تن جون قطارن جون قطارون ۽ جيڪي شهر جا ماڻهو ڪنهن وڏي ڏينهن شهر مان نڪرندا آهن، تن جا ڪٽنبن جا ڪٽنب انهي جاءِ ۾ ايترا اچي گڏ ٿيا، جو ماپي نه ٿي سگهيا. شهر ۾ ڄڻ ته سچي پچي عيد هئي، جو سوين معتبر مڙس ۽ زالون اچي گڏ ٿيون هيون، جي اهڙين نيڪين ۽ گڻن لاءِ مشهور هيون، جن تي ملڪ جيڪر فخر ڪري.

جنگ جي باجي آتي هوا ڪي پري چڏيو هو. جئين جئين ڪرنل شا جا دوست ۽ عملدار ۽ بت تراش، سينٽ

گاڊنس ڪميٽي جا ميمبر، گورنر ۽ سندس عملو ۽ ماسا چزيٽس واري چوونجاهين پلٽڻ جا شيدي سپاهي اندر جاءِ ۾ يا ٿلهي تي ايندا ويا، تئين تئين انهن جي مرحبا لاءِ تاڙين جي ڦنيان تاڙين جو ڦهڪو ٿيو. **ڪرنل هينري لي،** جو **گورنر آئنڊ ريو** جي جهوني عملي منجهان هو، تنهن ڪميٽي جي پاران هڪڙي مختصر تقرير ڪئي، جنهن ۾ **مس جان فاربس** جي تعريف ڪيائين، جنهن جي جاءِ تي هن ڪم ٿي ڪيو. **گورنر وولڪاٽ** پنهنجي مختصر ياد رکڻ جهڙي تقرير ڪئي، جنهن ۾ چيائين تہ "**فورٽ واگنر** قوم جي تاريخ ۾ هڪڙو مشهور وقت ظاهر ڪيو ۽ انهي قوم کي مردانگي سيکاريائين." **ميئر ڪئنسي** بوسٽن شهر جي طرفان اهو يادگيري وارو نشان ورتو. **ڪرنل شا** ۽ سندس ڪاري پلٽڻ جي ڳالهہ بهادري جهڙن لفظن ۾ پڌائي وئي ۽ پوءِ هڪڙو راڳ ڳايو ويو ۽ تنهن کان پوءِ **بڪر .واشنگٽن** اٿيو. اهو سندس لاءِ بلڪل پورو ۽ مناسب موقعو هو. ماڻهو بہ، جي راڳ کان پوءِ ماٺ ۾ هئا، سي بہ تقرير ٻڌڻ لاءِ ڏاڍي انتظار ۾ هئا. ڪيترائي پيرا ٽپ ڏئي پيرن پر اٿي بيٺا ۽ تاڙيون وڄايائون ۽ رومال لوڏيائون ۽ گڏجي هُرا جا نعرا هڻيائون. نيٺ جڏهن اهو پڙهيل ۽ زور وارو

ڪِالهائينڊرَ ۽ ڪاري ڪل وارو اٿيو ۽ **سٽيئرنس ۽ اينڊريو** جا نالا ورتائين، تڏهن ماڻهن تي عجيب اثر ٿيڻ لڳو. سپاهين توڙي شهري ماڻهن جي اکين ۾ ڳوڙها ڏسڻ ۾ آيا. جڏهن تقرير ڪندڙ ٽلهي تي ويٺلن شيلدي سپاهين ڏي ڦري منهن ڪيو ۽ **فورٽ واگنر** جي علم بردار ڏي نهاريائين، جنهن زخمي ٿيڻ کان پوءِ به جيڪو جهنڊو هيٺ نہ ڪيو هو، سو اجا تائين مرڪندو اهو ڪنيو بيٺو هو، ۽ چيائين تہ "اوهان جي لاءِ، اوهين چوونجا هين پلٽڻ مان زخميل ۽ پڪڙيل وچي بچيا آهيو ۽ جي ڪوٽن جي خالي بانهن سان ۽ ٽنگن کان سواءِ هن موقعي تي تشريف فرمائي آيا آهيو، تن جي لاءِ اوهان جو سپہ سالار مڙو ئي ڪين آهي. جيتوڻيڪ **بوسٽن** کوبہ ياد گيريءَ جو نشان قائم نہ ڪيو ۽ تاريخ ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪانہ لکي وئي، تہ بہ اوهان ۾ ۽ اوهان جي قوم ۾ **رابرٽ گولڊ شا** جي لاءِ اهڙو هڪڙو يادگيريءَ جو نشان آهي، جو ڪيتري بہ وقت گذرڻ ڪري گم ٿيڻ جو ناهي." تنهن کان پوءِ ماڻهن جي دلين تي جيڪو جوش وارو اثر ٿيو، سو حد درجي کي وچي پهتو. **راجر ولڪاٽ** ۽ ماسا چزيٽس جو گورنر، جنهن ماڻهن جي طرفان همدردي ظاهر ڪئي، ۽ مڪ مئجسٽريٽ، اهي

ڀيرين ڀيرين ٽپ ڏئي اٿيا ۽ وڏي سڏ چوڻ لڳا ته ”**بڪر واشنگٽن** جي لاءِ ٽي دفعا خوشيءَ جون تاڙيون وڄايو.“

جيڪي ٽلهي تي ويٺل هئا، تن مان نيو بيڊفرڊ وارو **وليم ڪارني** به هو، جو **فورٽ واگنر** جو شيدي علم بردار هو ۽ جنهنجي هٿ ۾ آمريڪا جو جهنڊو هو. جيتوڻيڪ هن جي پلٽڻ جو وڏو ڀاڱو مارجي ويو هو، ته به هو بچي ويو هو ۽ جنگ بس ٿيڻ کان پوءِ انهي چوڻ جهڙو ٿيو ته ”هي جهونو جهنڊو ڪڏهن به زمين تي نه ڪريو.“

اهو جهنڊو **سارجنٽ ڪارني** ٽلهي تي کنيو جهليو ويٺو هو ۽ جڏهن مون انهي شيدي پلٽڻ جي باقي بچيلن حاضر ماڻهن ڏي منهن ڪري **سارجنٽ ڪارنيءَ** جو نالو وٺي ڳالهايو، تڏهن هن جهٽ ۾ اٿي جهنڊو کڻي مٿي ڪيو. ڪيترائي ڀيرا عام تقريرن وقت مزي جهڙيون ۽ اثر پيدا ڪندڙ خوشيءَ جون نشانيون ماڻهن جي طرفان ظاهر ٿينديون ڏسبيون آهن، پر هن ڀيري جيڪا خوشيءَ جي نشاني هنن ظاهر ڪئي، اهڙي مون ڪڏهن به ڪانه ڏٺي آهي. ڪيترن ئي منٽن تائين ماڻهو بلڪل بي حواس ۽ بي اختيار ڏسڻ ۾ آيا.

اسپين ۽ آمريڪا جي جنگ پوري ٿيڻ تي ملڪ ۾

جيڪي عام خوشيون ٿيڻ لڳيون، تن ۾ گهڻن وڏن وڏن شهرن ۾ صلح جا عام جلسا ٿيڻ لڳا. چڪاگو جي يونيورسٽي جو پريزيڊنٽ **وليم هارپر**، جو انهي جلسي جي ڪاميٽي جو مير مجلس هو، تنهن چڪاگو جي شهر واري جلسي ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ مون کي به سڏايو. انهي خوشين واري هفتي ۾ مون ٻه تقريرون ڏنيون. انهن مان پهرين، جا مکيه هئي، سا آڪٽوبر جي ١٦ تاريخ آچر جي ڏينهن شام جو تقرير واري جاءِ ۾ ڏني وئي هئي. ايترا ماڻهو اتي گڏ ٿيا هئا، جو ملڪ جي ٻئي ڪنهين به ڀاڱي ۾ نه گڏ ٿيا هوندا، انهي ساڳي ڏينهن مون شهر جي ٻين ڀاڱن ۾ به بيشمار ماڻهن جي اڳيان به ٻيون تقريرون ڏنيون. تقرير واري صفي ۾ تقرير وقت سورهن هزار ماڻهو حاضر هئا، ۽ مون کي ائين ڏسڻ ۾ آيو ته ايترا ٻيا به ماڻهو اندر گهڙڻ لاءِ ٻاهر بيٺا هئا. ڪوبه ماڻهو پوليس جي مدد کان سواءِ در تائين وڃي نه ٿي سگهيو. انهي مجلس ۾ پريزيڊنٽ **وليم مئڪنلي** به حاضر هو ۽ سندس ملڪي مجلس جا مشير ۽ ٻاهرين ملڪن جا وزير ۽ خشڪي ۽ جهازي لشڪرن جا عهديدار به حاضر هئا، جن مان گهڻن تازي بند ٿيل جنگ ۾ نالو ڪڍيو هو. مون کان سواءِ آچر جي شام جو تقرير ڪرڻ وارا **ربي اميل هرش، پادري ٿامس هاڀنٽ**

۽ ڊاڪٽر جان بُرّوز هئا.

چڪاگو جي اخبار ٽائيمس هيرلڊ انهي مجلس جي بيان ڏيندي، منهنجي تقرير جي نسبت ۾ هيئن چيو:-

”هن ذڪر ڪندي هن چيو ته شيدي ناس ٿيڻ بدران غلاميءَ کي پسند ٿو ڪري، ڪرسپس اٽڪس جي ڳالهه ياد ڏيارئين، جنهن آمريڪا جي فساد ۽ حڪومت جي ڦير گهير جي شروعات ۾ پنهنجو رت هاريو هو، انهي لاءِ ته گورا آمريڪن آزاد ٿين ۽ ڪارا آمريڪن غلام رهندا اچن، نئو آرلينس ۾ جئڪسن سان جيڪي شيدي هئا، تن جي هلت چلت جو بيان ڏنائين، ڏکڻ وارن غلامن جي نسبت ۾ نهايت درد وارن لفظن ۾ چيائين ته هنن پنهنجن ڌڻين جي ڪٽنبن کي ڪئي بچايو ۽ مدد ڏني، جي شيدين جي غلامي قائم رکڻ لاءِ پئي وڙهيا، پورٽ هڊسن ۾ ۽ فورٽ واگنر ۽ فورٽ پلو ۾ شيدي لشڪرن جيڪا بهادري ڏيکاري هئي، تنهن جو بيان ڪيائين؛ ۽ جن شيدين پلٽڻين ڪيوبا جي غلامن ڇڏائڻ لاءِ الڪارني ۽ سلٽيناگو کي گهيرو ڪري تُوبُون هڻي ورتو، تن جي سورهيائي جي تعريف ڪيائين. هوڏي هنن بي انصافيءَ جو فرق وساري ڇڏيو، جو سندن ملڪ ۾ قاعدي ۽ رسم سندن برخلاف ڪيو هو.

انهن سيني ڳالهين ۾ تقرير ڪندڙ چيو تہ سندس قوم وارن جيڪا بهتر حالت هئي، سا پسند ڪئي. تنهن کان پوءِ ڏاڍي فصاحت سان گورن آمريڪن ماڻهن کي رحم آڻڻ لاءِ عرض ڪيائين ۽ چيائين تہ "جڏهن اوهان کي پوري طرح معلوم ٿي رهيو آهي تہ اسپين ۽ آمريڪا واري جنگ ۾ شيدين ڪهڙي بهادري ڏيکاري آهي ۽ آهو اوهان اتر وارن ۽ ڏکڻ وارن سپاهين جي واتان ۽ جي غلامي بند ڪرڻ ۾ هئا ۽ جي اڳي پاڻ غلامن رکڻ وارا هئا، تن جي واتان ٻڌو آهي، تڏهن هاڻي اوهين پنهنجي دل ۾ ويچار ڪريو تہ جيڪا قوم پنهنجي ديس جي لاءِ مرڻ واسطي تيار آهي، تنهن کي پنهنجي ملڪ جي لاءِ جيئڻ جو وجهہ بہ نہ ڏجي ڇا؟"

تقرير جي جنهن ڀاڱي مان ماڻهن جو گهڻو شوق ۽ جوش ظاهر ٿيو، سو اهو هو جنهن ۾ مون پريزيڊنٽ جي انهي ڳالهہ ڪري شڪرگذاري ڪئي، جو هن اسپين ۽ آمريڪا واري جنگ ۾ شيدين کي بہ عهدا ڏنا هئا. پريزيڊنٽ ٿلهي جي سڄي هٿ پاسي هڪڙي خاني ۾ ويٺو هو. جڏهن آءٌ ڏانهنس مخاطب ٿيس، تڏهن مون کي ڏانهنس منهن ڪرڻو پيو ۽ جنهن وقت مون سندس مهرباني ۽ سخا جي شڪرگذاري ڪري بس ڪئي ۽ آهو جملو

پورو ڪيم، انهي وقت سڀ ماڻهو اُٿي بيٺا ۽ وري وري خوشيءَ جون تاڙيون وڄائڻ لڳا، ۽ رومال ۽ ٽوپيون ۽ لڪڻ لوڏڻ لڳا ۽ نيٺ پريزيڊنٽ کي پنهنجي جاءِ تي اُٿي ماڻهن جي تعظيم قبول ڪرڻ لاءِ ڪنڌ جهڪائڻو پيو. تنهن تي ماڻهن ۾ پاڻ بي انداز جوش پيدا ٿيو.

ڇاڪاڻ ته منهنجي تقرير جو هڪڙو ڀاڱو شايد ڏکڻ وارين اخبارن برابر نه سمجهيو هو، تنهنڪري انهي پاسي جي اخبارن سخت اعتراض اُٿاريا. ڪيترن هفتن تائين آهي هليا، نيٺ ايج هيرلڊ اخبار، جا برمنگهام ۾ ڇپي هئي، تنهنجي مهتمم ڪان مون کي هڪڙو خط پهتو، جنهن ۾ مون کان پڇيائين ته تقرير جي انهي ڀاڱي جو مطلب ڇا آهي. مون جواب ڏنس، جنهن هنن کي راضي ڪيو. انهي جوابي خط ۾ مون لکيس ته منهنجي اها عادت آهي ته اُتر وارن ماڻهن جي اڳيان اهڙي ڪابه ڳالهه نه ڪندو آهيان، جا ڏکڻ وارن ماڻهن جي اڳيان نه ڪندو آهيان. مون چيو ته ڏکي سمجهاڻي ڏيڻ جو مون کي ضرور ڪونه ٿو ڏسجي. جيڪڏهن ڏکڻ جي وچ ۾ منهنجو سترهن ورهين جو پورهيو پوري سمجهاڻي ڏئي نه سگهيو آهي ته، منهنجا زباني لفظ ڪهڙي سمجهاڻي ڏئي سگهندا. مون چيو ته منهنجو عذر اهو ساڳيو آهي، جو مون

پنهنجي اڙلٽنا واري تقرير ۾ ڏنو هو. انهي مدعا سان ته پنهي قومن جي وچ ۾ جا واپاري ۽ ملڪي ڪمن ۾ اڻ ٻٽت آهي، سا اصلي نڪري وڃي. مون چيو ته پنڪتي ڳالهين بابت آءٌ ڪوبہ بحث مباحثو نہ هلائيندو آهيان ۽ پوءِ انهي ماڳي مضمون تي جيڪي اڻلٽنا واري تقرير ۾ چيو هوم، سو وري نقل ڪري لکيم.

عام مجلسن ۾ جيڪي ماڻهن جا انبوه ڏسبا آهن، تن ۾ هڪڙي قسم جو ماڻهو هوندو آهي، جنهن کان آءٌ ڊڄندو آهيان. آهو آهي خشڪ دماغ ماڻهو. انهي کي ڏسي ڏسي آءٌ اهڙو هري ويو آهيان، جو جڏهن هاڻي انهن کي ٽوپيون هٽندو پاڻ ڏي ايندو ڏسندو آهيان، تڏهن پريائين انهي کي سهي ڪندو آهيان. اڪثر اهڙي قسم جي ماڻهوءَ جي ڏاڙهي ڊگهي ٿي ٿئي، جنهنجي گهٽي سنڀال بہ ڪانہ ٿي ٿئي ۽ انهي جو منهن ڏيرو ۽ سوڙهو ٿو ٿئي ۽ آهو اڪثر ڪارو ڪوٽ ڍڪيندو آهي. هن جو پهراڻ ۽ ڪوٽ اڳيان سٽيو ۽ ميرو هوندو آهي ۽ هن جي سٿڻ گوڏن وٽ جهولدار ٿي ٿئي.

چڪاگو ۾ هڪڙي مجلس ۾ تقرير ڪرڻ کان پوءِ اهڙو هڪڙو ماڻهو مون ڏٺو. انهن ماڻهن کي اڪثر دنيا جي سڀني خرابين جي هڪدم علاج ڪرڻ جو رستو

ايندو آهي. انهي چڪاگو واري شخص کي به اهڙو هڪڙو خاص رستو ايندو هو، جنهن ڪري هن چيو ته مڪاني جو ان ٽن چئن ورهين تائين صحيح سالم رکي سگهجي ٿو ۽ جيڪڏهن شيدي ماڻهو سڀ گڏجي اهو سون وارو رستو وٺندا ته پڪ آهي ته اهو پنهي قوم جو تڪرار دفع ٿي ويندو. مون گهٽوئي هن کي سمجهائڻ لاءِ مٿو هنيو ته في الحال اسان جو مطلب اهو آهي ته شيدين کي سيڪاريون ته هڪڙي سال تائين جنا ڪرڻ جيترو آن آهائين، پر هن تي ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. چڪاگو جي اهڙي هڪڙي پئي ماڻهوءَ مون کي چيو ته تون مون سان شامل ٿي ملڪ ۾ جيڪي قومي بينڪون يا ڪوٺيون آهن سي بند ڪري ڇڏيون، چالاءِ جو ائين ڪرڻ سان يقين آهي ته شيدي ماڻهو پنهنجن پيرن پر ٿيندا.

اهڙا بيشمار ماڻهو آهن جي پئي جو وقت اجايو وڃائن ٿا. هڪڙي پيري بوسٽن ۾ شام جي وقت مون تقرير ڏني. پئي ڏينهن صبح جو مون کي پنهنجي جاءِ ۾ جاڳائي هڪڙو ناڻي، جو پتو آئي ڏنائون ۽ چيائون ته اهو ماڻهو اندر اچڻ ٿو گهري. مون ڄاتو ته هو ڪنهن ضروري ڪم لاءِ آيو هوندو، تنهنڪري تڪڙ ڪري سنهري هيٺ لٿس. جڏهن هوٽل جي آفيس تائين پهتس، تڏهن ڏٺم ته هڪڙو سادو سودو ماڻهو مون لاءِ منتظر ٿيو بيٺو آهي ۽ آرام سان مون کي چيائين ته "رات سون هڪڙي مجلس ۾ اوهان

جي تقرير ٻڌي هئي. مون کي آها ڏاڍي وڻي، تنهنڪري اڄ صبح جو آءٌ آيس ته اوهان جي وڌيڪ گفتگو ٻڌان."

مون کان اڪثر پڇندا آهن ته ٻڪيءَ ۾ جيڪو ڪم ٿو هلي، تنهنجي پوري نظرداري ڪهڙي طرح ٿي سگهندي هوندي، جڏهن سارئي وقت ۾ تون اسڪول ڪان هيترو پري وڃي نڪرندو آهين. انهي جي جواب ۾ آءٌ چوندو آهيان ته اها جا قديم چوڻي آهي ته "جيڪي تون پاڻ ڪري سگهين، سو ٻين کان نه ڪراءِ" تنهنجي برخلاف ٿورو گهڻو هلڻ سکيو آهيان. منهنجو اصول وري هي آهي ته، "جيڪي ٻيا به چڱي طرح ڪري ٿا سگهن، تنهنجي ڪرڻ جو ضرور ڪونهي."

ٽسڪجيءَ جي اسڪول جي نسبت ۾ هڪڙي چڱي همتائڻ جهڙي نشاني انهي ڳالهه ۾ ٿي ڏسجي ته اتي جو بندوبست اهڙو پڪو ٻڌل آهي، جو ڪنهين به هڪڙي ماڻهوءَ جي حاضر رهڻ تي منحصر ناهي. مڙئي ڪم هلائڻ وارا، ٻارڙهيندڙ تورڙي مُحَرّر، هاڻي تعداد ۾ ڇهاسي آهن. انهي ساري لشڪر جا اهڙا پاڳا وراهيل آهن ۽ انهن جو بندوبست اهڙو پورو آهي، جو اسڪول جو ڪم ڪلاڪ جي ڪل وانگي روز بروز پاڻهي پيو هلي. گهڻا پڙهائيندڙ ته ورهين کان اسڪول ۾ هليا اچن ۽ انهن

جو آنهي سان اهڙو واسطو آهي، جهڙو منهنجو آهي. منهنجي غيرحاضريءَ ۾ **مسٽر وارن لوگن** خزانچي، جو اسڪول ۾ سترهن ورهيه رهيو آهي، سو ڪم هلائيندڙ آهي. انهي ڪسي منهنجي زال چڱي خاصي مدد ڏيندي آهي ۽ منهنجو ايماندار سيڪريٽري **مسٽر ايمٽ سڪاٽ** بہ، جو منهنجي گهڻي لکپڙهہ نيڪال ڪندو آهي ۽ اسڪول ۾ جيڪي هر روز هلي چلي ٿو ۽ ڏکڻ ۾ شيدي قوم جي نسبت ۾ جيڪي ٿي گذرندو آهي، تنهن مان مون کي واقف ڪندو رهندو آهي. هن جي تجويز ۽ سياڻپ ۽ محنت مان مون کي جيڪا مدد ملي ٿي، تنهنجو آءٌ بيان ڪري نٿو سگهان.

آءٌ ٽسڪجي ۾ حاضر آهيان يا نہ، تہ بہ اسڪول جو ڪم ڪار هڪڙي ڪم هلائڻ واري مجلس ڪندي آهي، جا هفتي ۾ بہ پيرا گڏ ٿيندي آهي، جنهن ۾ نو ماڻهو آهن، جي اسڪول جي نون ڪاتن جي متان رکيل آهن. مثلاً **مسز بروسن**، جا فوتي اگوٽي سينيٽر جي بيوه زال آهي ۽ زناني ڪاتي جي پرنسپال آهي، سا انهي مجلس جي ميمبر آهي ۽ آها اسڪول ۾ پڙهندڙين چوڪرين جي سڀ ڪم جي جوابدار آهي. انهي ڪم هلائيندڙ مجلس کان سواءِ هڪڙي ڇهن ماڻهن جي ڪميٽي مالي يا پيسن

مان واسطي رکندڙن ڪمن تي آهي ۽ اُها هر هفتي گڏ ٿيندي آهي ۽ هفتي جي اندر جيڪي خرچ ٿيٺو آهي، تنهنجو نهراءُ ڪندي آهي. مهيني ۾ هڪڙو ڀيرو ۽ ڪڏهن ڪڏهن گهڻا ڀيرا به سڀني پڙهائيندڙن جي جنرل ڪميٽي ٿيندي آهي. انهن کان سواءِ ڪيتريون ٻيون ننڍيون مجلسون ٿينديون آهن، جيئن ته فيلپس هال ۾ بائبل سيکارڻ واري اسڪول جي ماسترن جي مجلس يا ٻوڪ جي تعليم واري اسڪول ۾ اتي جي سيکاريندڙن جي مجلس.

انهي اسڪول جو ڪم ڪار ڪيئن هلي ٿو، تنهنجي خبر رکڻ لاءِ مون هڪڙو اهڙو بندوبست رکيو آهي، جو سال بسال، روز جو روز اسڪول جي رپورٽ مون کي پئي ملندي آهي، ڀوءِ آءٌ ملڪ جي ڪهڙي به ڀاڱي ۾ هجان. انهن رپورٽن مان مون کي ايتري به خبر پوندي آهي ته ڪهڙا شاگرد ڪنهن عذر تي موڪل تي اسڪول ۾ نه ايندا آهن، ڀوءِ بيماريءَ جي يا ڪنهن ٻئي عذر تي. انهن رپورٽن جي وسيلي مون کي ڏهاڙي خبر پوندي آهي ته ڪيترو ڪير ۽ ڪيترو مکڻ ڪير ولوڙڻ واري ڪارخاني ۾ آندو ويو آهي ۽ ماسترن توڙي شاگردن جي ڪاڌي تي ڪيترو خرچ ٿيو آهي، جو ڏيٺو آهي. يا ڪهڙي قسم جو گوشت رڌو يا پڪو آهي ۽ ڪهڙيون ڀاڄيون گدام واري

دڪان تان ڪاڌي جي لاءِ آيون يا ڪهڙيون خود اسان جي ڪيتيءَ تان آنديون ويون. انسان جو سياءُ ساري جهان ۾ هڪ جهڙو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن لذت وٺڻ لاءِ زياده وقت لڳائي ۽ تڪليف وٺي پنهنجي پنيءَ مان ڪوني ڪجرون ڪڍي ڏوئي چانورن جي بجاءِ ڪم آڻڻ جي بدران ڪدام واري دڪان تان چانورن جو پيپ ڪٺي آڻبو آهي ته رکو ديڳڙي ۾ وجهڻا ٿين.

مون کان اڪثر پڇندا آهن ته جڏهن تون هيترو ڪم ماڻهن جي اڪيان ٿو ڪرين، تڏهن انهي جي وچ ۾ آرام يا وندر جي لاءِ ڪيئن وقت بچائي ٿو سگهين ۽ ڪهڙي قسم جي وندر يا رونشي کي پسند ڪندو آهين. انهي سوال جو جواب ڏيڻ البت مشڪل آهي. مون کي يقين آهي ته سڀ ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي نسبت ۾ توڙي جنهن ڪم جي پورائي جو ذمو کنيو اٿس، تنهنجي نسبت ۾ مٿس فرض آهي ته بدن تندرست ۽ مضبوط رکي، جنهن سان وڏن ڪمن جي ڪوشش به ڪري سگهي ۽ نااميدين ۽ مشڪلاتن سهڻ لاءِ به تيار رهي. جيتري قدر مون کان ٿي سگهندو آهي، اوتري قدر هرهڪ ڏينهن جو ڪم رڻي ڇڏيندو آهيان، نه رکو انهي لاءِ ته پنهنجا روز مره جا فرض دستور موجب ادا ڪريان، پر انهي لاءِ به جيترو

جلد ٿي سگهي، اوترو جلد دستوري ڪم پورا ڪري پوءِ ڪو نئون ڪم ڪريان يا ڪو پراڻو اڳيرو ڪري ڇڏيان. مون عادت ڪري ڇڏي آهي ته هر روز پنهنجي لکپڙهه جي ميز صاف رکندو آهيان ۽ سڀ نوشتخواند ۽ يادداشت جو ڪم پورو ڪري پوءِ پنهنجي آفيس مان نڪرندو آهيان، جنهن ڪري ٻئي ڏينهن صبح جو نئين ڏينهن جو ڪم نئين سر شروع ڪندو آهيان. پنهنجي لاءِ اهو قانون ڪري ڇڏيو اٿم ته مون کي ڪم پڇاڙي نه ڪڍي، پر آءٌ ڪم تي اهڙو غالب ۽ قابض رهان، جو انهن جو نوڪر ٿيڻ بدران انهن جو ڌڻي ٿيان. پنهنجي ڪم کي ذري پرزي سوڌو پوري طرح سمجهي ڪرڻ ڪري هڪڙي اهڙي جسماني ۽ دلي ۽ روحاني خوشي پيدا ٿي ٿئي، جو ماڻهو کي ڏاڍو راضي ٿي رکي ۽ همت ٿي ڏئي. منهنجو آزمودو مون کي سيکاري ٿو ته جيڪو انهي تجويز تي هلي سگهندو، انهي جو بدن به تازو رهندو ۽ دل همت به واري رهنديس ۽ انهي طرح خود ڪم هن کي مضبوط ۽ تندرست رکيو ايندو. آءٌ ڀانيان ٿو ته جڏهن ماڻهو انهي حد کي رسي ٿو، جو پنهنجي ڪم سان دل ٻجهي وڃيس ٿي، تڏهن انهي مان هن کي قوّت رسي ٿي، جا نهايت قيمتي آهي.

جڏهن آءٌ صبح جو پنهنجو ڪم شروع ڪندو آهيان، تڏهن هميشه اها اميد رکندو آهيان ته اهو ڏينهن خوش گذاريندس ۽ چڱو ڪم ڪندس، پر ساڳئي وقت ناخوشيءَ ۽ مشڪلات جهڙن حالتن لاءِ به تيار رهندو آهيان ته اسڪول جي هڪڙي عمارت کي باهه لڳي آهي يا سڙي ويئي آهي. يا ڪو خراب اتفاق ٿي پيو آهي يا ڪنهن عام تقرير ڪندي ڪنهن مون کي گاريون ڏنيون يا منهنجي برخلاف ڪي چاڳايو ته فلاڻي هي يا هي ڪم ڪيو يانه ڪيو يا ڪنهن لکيو ته مون ٻڌو آهي ته فلاڻي هيئن ڪ هيئن چيو آهي ۽ شايد اهڙي ڳالهه مون ڪڏهن چئي ته ڪانه، پر خيال ۾ به نه آندي هوندي.

مون آڳٽيهه ورهيه سانده ڪم ڪيو آهي، مگر انهي وچ ۾ فقط هڪڙي موڪل ورتي اٿم يا اسڪول بند ٿيڻ تي آرام ورتو اٿم. انهي کي ٻه ورهيه ٿيندا، جڏهن منهنجن ڪن دوستن مون کي پيسا آڻي ڏنا ۽ مون کي زور ڪيائون ته زال سميت ٽي مهينا يورپ ۾ وڃي گذار. مون مڃي چيو آهي ته هر ڪنهن ماڻهوءَ تي فرض آهي ته پنهنجو بدن چڱي حالت ۾ رکي. آءٌ ننڍڙين بيمارين جي سنڀال ڪندو آهيان، انهي خيال سان ته وڏيون بيماريون نه اچن. جڏهن آءٌ ڏسندو آهيان ته مون کي برابر ننڊ نٿي اچي، تڏهن

سمجهندو آهيان تہ بت سان ڪا خرابي آهي. جيڪڏهن بدن جو ڪو بيو ڀاڱو ٿورو ئي ضعيف ڏسندو آهيان ۽ چاڻندو آهيان تہ پنهنجو ڪم ڀوري طرح نٿو ڪري تہ ڪنهن چڱي طبيب جي صلاح وٺندو آهيان . ڪنهين ٻہ وقت ۽ ڪنهين ٻہ هند چڱي طرح سمهي ننڊ ڪرڻ کي آءٌ وڏي غنيمت چاڻندو آهيان. مون ڀاڻ کي اهڙو هيرايو آهي، جو پنڌرهن ويهہ منٽ سمهي ڀوندو آهيان ۽ پوءِ بدن توڙي دل ۾ تازو ٿي ڀوندو آهيان.

مون مٿي چيو آهي تہ آفيس ڇڏڻ کان اڳي آءٌ پنهنجو روز مره جو ڪم پورو ڪري اٿندو آهيان. شايد ھڪڙي نياري حالت ۾ ائين نہ ڪندو آهيان. جڏهن مون کي ڪو نهايت مشڪل سوال حل ڪرڻو ٿيندو آهي، جنهن جو ماڻهن جي دلين تي گهڻو اثر ٿيندو آهي، تڏهن آءٌ پنهنجي لاءِ سلامتيءَ جو رستو اهو ڏسندو آهيان تہ ھڪڙي رات سمهي ننڊ ڪندو آهيان، پوءِ آئي انهي تي خيال ڪندو آهيان يا تيستائين ترسندو آهيان، جيسين پنهنجي زال سان يا پنهنجن دوستن سان انهي بابت بحث ڪندو آهيان.

باقي پڙهڻ لاءِ اڪثر جڏهن آءٌ گاڏيءَ ۾ چڙهندو آهيان، تڏهن ڪي ڪجهہ ڪمائتو پڙهندو آهيان. اخبارن

مان مون کي هميشه خوشي ۽ وندر حاصل ٿيندي آهي. تڪليف اها آهي ته آءٌ آهي تمام گهٽيون پڙهندو آهيان. ڪوڙن قصن ۽ آکاڻين جو مون کي شوق ڪونهي. اڪثر جڏهن ڪنهن قصي جي سڀ ماڻهو تعريف ڪندا آهن، تڏهن مس لاچار ٿي اهو پڙهندو آهيان. مشهور ماڻهن جي حياتي جي احوال پڙهڻ جو آءٌ ڪوڏيو آهيان. مون کي پنهنجي لاءِ اها خاطري گهرجي ته آءٌ ڪنهن سچي پچي ماڻهوءَ يا سچي پچي شيءِ جو بيان ٿو پڙهان. آءٌ مبالغي کان سواءِ ڳالهه ٿو ڪريان ته ابراهام لنڪن بابت جيڪو به ڪتاب لکيل آهي يا جيڪي به ڪنهن رسالي يا مخزن ۾ لکيل آهي، سو مون پڙهيو هوندو. علمي ڪم ۾ هو منهنجو استاد ۽ رهبر ۽ هادي آهي.

سال جي ٻارهن مهينن مان آءٌ ڏهانيان ٿو ته سراسري ڇهه مهينا آءٌ ٽسڪجيءَ کان ٻاهر ٿو گذاريان. ايترو وقت اسڪول مان غير حاضر رهڻ ڪري جيئوٽيڪ بيشڪ ڪي نقصان آهن، تڏهن به ڪي فائدا ٿين ٿا. ڪم جي بدلڻ ڪري هڪڙي قسم جو آرام ٿو اچي. پري پنڌ تائين گاڏين ۾ چڙهڻو پوي ٿو، جتي آسودي وهڻ جو وجهه ملي ٿو. مون کي گاڏين تي آرام ملندو آهي؛ ڇو جو جڏهن ڪو اڻ گس ماڻهو ويجهو اچي چوندو آهي ته "اهو بڪرواشنگٽن

تہ ناهي؟" تڏهن سو البت منهنجو آرام ڦٽندو آهي۔ اهڙو ماٺهو ڀانئجي ٿو تہ سڀ ڪنهن گاڏيءَ تي موجود هوندو آهي، جو ڀاڙهي اچي مون وٽ پاڻ سڃاڻائيندو آهي۔ اسڪول مان غير حاضر رهڻ ڪري ڪم جو اجايو تفصيل وسريو وڃي ۽ انهي بابت ڪشادي طرح ۽ وڏيڪ سنڀال سان خيال ڪرڻو ٿو پوي، جو آتي هڪ هنڌ رهڻ سان ڪري نٿو سگهجي۔ انهي غير حاضريءَ مان هي بہ فائدو آهي تہ تعليمي ڪمن ۾ جي ڀئي هنڌ ڪو عمدو رستو آهي يا ملڪ ۾ جيڪي عمدا تعليم ڏيندڙ آهن، تن سان واقفيت ٿئي ٿي۔

ايتري ذڪر ڪرڻ کان پوءِ مون کي تمام چڱو آرام تڏهن ٿو ملي ۽ چڱي وندر تڏهن ٿي ٿئي، جڏهن آءٌ ٽسڪجيءَ ۾ آهيان ۽ رات جي ماني کائڻ کان پو پنهنجي زال سان ۽ پنهنجن ٽن ٻارن ڊورشيا ۽ بيڪر ۽ ب يوبسن سان گڏ وهندو آهيان ۽ هنن کي هڪڙي ڳالهہ پڙهي ٻڌائيندو آهيان يا واري سان هنن مان ڪو ڳالهہ ٻڌائيندو آهي۔ منهنجي لاءِ دنيا ۾ انهي جي مٽ ٻي ڪابہ شيءِ ڪانهي، جيتوڻيڪ اهو سو قريب انهي جو مٽ آهي تہ ڪلاڪ کن لاءِ انهن سان گڏجي ٻاهر گهمڻ وڃجي، جيئن ڪ اسين اڪثر آچر جي ڏينهن بہ ٻهرن کان پوءِ

جهنگ ۾ نڪري ويندا آهيون، جتي اسين ٿوري وقت تائين قدرت جي وچ ۾ رهندا آهيون ۽ جتي صاف هوا ۽ وڻن ۽ ٻوٽن ۽ گلن ۽ سَوَن اوپرن جي خوشبوين جي ۽ تڏين جي چرڪي ۽ پکين جي مٺين ٻولين جي وچ ۾ ڪوبه اسان کي ستائي يا منجهائي نه سگهندو آهي.

جيڪو ٿورو وقت آءٌ ٽسڪجيءَ ۾ گذاريندو آهيان، تنهن ۾ پنهنجي باغيچي مان به مون کي گهڻي خوشي ۽ فرحت حاصل ٿيندي آهي. جيترو ٿي سگهندو آهي، اوترو گهڻو منهنجي دل چوندي آهي ته قدرتي يا سچي پچي اصل شيءِ کي ڏسجي، نه مصنوعي يا نقل ڪيل شيءِ کي. جڏهن آءٌ پوري وقت تي پنهنجي آفيس مان نڪري سگهندو آهيان ۽ ٽيهه چاليهه منٽ ڪوڏر سان زمين کوٽيندو آهيان ۽ ٻج پوکيندو آهيان ۽ ڇڪين جا چلها ٺاهيندو آهيان، تڏهن ڄاڻندو آهيان ته آهو ڪي ڪريان ٿو، جنهن مان ٻاهرين دنيا جي گهڻن فرضن ۽ مشڪل ڪمن لاءِ مون کي قُوّت ملندي آهي. آنهي مڙس ۽ زال تي مون کي ڏاڍو قياس ايندو آهي، جو قدرت مان خوشي ۽ قوت ۽ همت حاصل ڪرڻ نه سگهيو آهي.

اسڪول ۾ جي بيشمار ڪُڪڙ ۽ پيا پکي ۽ جانور رکيل آهن، تن ڪان سواءِ آءٌ پنهنجي جند جي لاءِ ڪيترا

عمدي ذات جا ڪڪڙ ۽ سوئر رکندو آهيان ۽ انهن جي پيدا ڪرڻ ۽ وڌائڻ ۾ مون کي ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي. مون کي ٻين جانورن کان سوئر گهڻو وڻندو آهي. جهڙوڪ اڇي ذات وارو برڪ شائر يا پولنڊ جو چيني سوئر مون کي وڻندو آهي، تهڙو ٻيون ڪي ٿورڙيون شيون مون کي وڻنديون هونديون.

مون کي رانديون ڪين وڻنديون آهن. مون ڪينهون ٽڏڻ واري راند ڪڏهن ڪان ڏٺي آهي. پٽن مان ٻه آءٌ ڪن ٻه ٻن پٽن جي وچ ۾ فرق نه ڄاڻندو آهيان. رانديون مان اڳوڻي زماني واري ڇڏن جي راند ڪڏهن ڪڏهن پنهنجن ٻن ڇوڪرن سان سو ڪندو آهيان. جيڪڏهن ننڍپڻ ۾ آءٌ راندين جو شوق رکان ها ته هينئر جيڪر آهي مون کي وڻن ها، پر ائين ناممڪن هو.

## باب سورهون

## يورپ

سال ۱۸۹۳ ۾ مون مس مارگريٽ جيمس مري سان شادي ڪئي، جا مسسپيءَ جي ويٽل هئي ۽ فسڪ يونيورسٽيءَ جي ناشول شهر ۾ پڙهي سَنَد ورتي هئائين

۽ ڪيترا ورهيه اڳي ماستريائي تي ڏسڪجيءَ ۾ آئي هئي ۽ شاديءَ جي وقت زناني ڪاتي جي پرنسپال هئي. نہ رڳو اسڪول جي ڪم ۾ منهنجي زال مون سان همراه آهي ۽ مشڪل ڪمن ۾ منهنجي سر تان گهڻو بار هلڪو ڪندي آهي، پر اسڪول جي ڪم ڪان سواءِ ڏسڪجيءَ جي شهر ۾ مائن جي مجلس ڪندي آهي ۽ جيڪي زالون ۽ ٻار ۽ سڙس ڏسڪجيءَ ڪان اٺن ميلن پنڌ تي آبادگارن جي هڪڙي وڏي بيٺڪ ۾ رهندا آهن، تن ۾ پوک جو ڪم ٻہ هلائيندي آهي. اهي پويان ٻئي ڪم رڳو انهي ڪم لاءِ نہ ڪيا آهن تہ جن جو سڏو واسطو ٿو رهي، تن کي مدد ملي، پر انهي لاءِ بہ تہ انهن ٻنهي قسمن جا ڪم نموني طور ڪري ڏيکارجن، جنهن ڪري اسان جا شاگرد جڏهن دنيا ۾ پنهنجي ڏنڌي کي لڳن، تڏهن انهن جي پيروي ڪن.

انهن ٻن ڪمن ڪان سواءِ منهنجي زال زالن جي هڪڙي ڪلب يا مجلس اسڪول ۾ ڪندي آهي، جنهن ۾ مهيني ۾ ٻہ ڀيرا جيڪي زالون اسڪول جي حدن اندر رهنديون آهن يا انهي جي نزديڪ ۾ رهنديون آهن، سي ڪنهن ضروري مضمون تي بحث مباحثي ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿينديون آهن. هوءَ ذڪر وارين شيدي زالن جي مجلسن جي

پريزيڊنٽ بہ آهي ۽ شيدي زالن جي قومي مجلس جي
هلائڻ واري ڪميٽيءَ جي مير مجلس بہ آهي.

منهنجن ٽن ٻارن مان وڏي پورشيا پوشاڪون سبڻ
سگهي آهي. هوءَ سازن وڄائڻ ۾ ڏاڍي هوشيار آهي.
ٽسڪجيءَ ۾ پاڻ پڙهڻ ڪان سواءِ ٻين کي بہ هاڻي پڙهائڻ
لڳي آهي.

انهي ڪان پوءِ منهنجو ٻيو ٻار آهي **بيڪر ٽاليافرو.**
هو اڃا ننڍو آهي، تہ بہ سربنديءَ جو ڪم تمام چڱو ٿو
ڄاڻي. ننڍڙي هوندي ئي هن اهو ڪم شروع ڪيو ۽
ساڳئي وقت اسڪول ۾ پڙهندو آيو؛ ۽ هينئر هو انهي
ڌنڌي ۾ هوشيار ٿيو آهي ۽ انهي جو شوق بہ گهڻو اٿس.
هو چوي ٿو تہ آءٌ اُستاد سربند ۽ عمارت ساز ڪاريگر
ٿيندس. جيڪي تمام عمدا خط مون کي هيستائين پئي
پهتا آهن، تن مان هڪڙو **بيڪر** جو خط آهي، جو مون
کي گذريل اونهاري ۾ پهتو. جڏهن آرڙهہ جي موسم ۾
آءٌ گهران روانو ٿيس، تڏهن آءٌ چئي آيو هوسانس تہ هر روز
اڌ ڏينهن جو پنهنجي انهي ڪم ۾ لڳائيندو وڃي ۽ اڌ
ڄڻين وٽيس ٽئين ڪم آڻي. جڏهن بہ هفتا آءٌ ٻاهر رهيس،
تڏهن هيٺيون خط مون کي هن ڪان پهتو:

منهنجا پيارا پيءُ— گهران نڪرڻ ڪان اڳي اوهان

مون کي فرمايو هو ته ڏهاڙي اڌ ڏينهن جو پنهنجي ڪم ۾ لڳائيج. مون کي پنهنجو ڪم اهڙو ته وڻي، جو پاڻيان ته سڄو ڏينهن انهن پنهنجن ڪمن ۾ لڳو ويٺو هجان. تنهن کان سواءِ منهنجي مرضي آهي ته جيترا پيسا ڪمائي سگهان اوترا ڪمايان ته جڏهن ڪنهن اسڪول ۾ وڃان، تڏهن انهي مان خرچ ڏئي سگهان.

ٽسڪجي الاباما. اوهان جو پٽ **بيڪر**

منهنجو سڀ کان ننڍو پار **ارنيسٽ بيوبسن واشنگٽن** چوي ٿو ته آءٌ طبيب ٿيندس. اسڪول ۾ وڃڻ ۽ ڪتابن پڙهڻ ۽ هنر سکڻ کان سواءِ هو اسان جي اسڪول جي حد ۾ رهندڙ طبيب جي آفيس ۾ پنهنجي وقت جو ڪجهه ڀاڱو گذاريندو آهي ۽ هن کان اڳي ڊاڪٽر جي آفيس ۾ ڪيترائي ڪم ڪري سگهندو آهي.

پنهنجي حياتيءَ ۾ جنهن ڳالهه جو مون کي گهڻو ارمان ٿيندو آهي، سا اها آهي ته منهنجو گهڻو وقت عام ماڻهن جي فائدي لاءِ ڪم ڪرڻ ۾ ٿو وڃي، جنهن لاءِ آءٌ پنهنجي ڪٽنب کان پري گذاريندو آهيان، جتي دنيا ۾ ٻين سڀني جاين کان وڌيڪ رهڻ پسند ايندو آهي. مون کي هميشه انهي ماڻهوءَ تي ويس ايندي آهي، جو ڏهاڙي شام جو گهر گذاري سگهندو آهي. ڪڏهن آءٌ چاهيندو

آهيان ته جي ماڻهو اهڙا خوش نصيب آهن، تن کي انهي جو ايترو قدر ڪونهي. ماڻهن جي گوڙ مان نڪري ۽ هٿ لوڏڻ ۽ سفر ڪرڻ کان ڇٽي گهر اچڻ ۾ ڏاڍي فرحت ٿي اچي ۽ آرام حاصل ٿو ٿئي، پوءِ ڀلي تمام ٿوري وقت لاءِ هجي.

ٽسڪجيءَ ۾ جنهن ڳالهه مان مون کي نهايت گهڻي خوشي ۽ خاطر جمعي حاصل ٿيندي آهي، سا اها آهي ته پنهنجن شاگردن ۽ ماسترن ۽ انهن جي گهروارن سان ڏهاڙي شام جو ساڍي اٺين بجي مهل، يعني رات جو سمهڻ کان اڳي، ديول ۾ عبادت جي ڪم لاءِ گڏبو آهيان. جڏهن اتي ماڻهو ميز تي ويهي ٿو ۽ پنهنجي اڳيان ٻارهن سؤ جوان ۽ شوق وارا مرس ۽ زالون ڏسي ٿو، تڏهن هن جي دل وڏي ٿئي ٿي، ۽ وسهي ٿو ته آءٌ ڪو وڏي نصيب وارو آهيان، جو هنن کي اعليٰ ۽ بهتر حالت ۾ اچڻ لاءِ هدايت ۽ مدد ڪريان ٿو.

سال ١٨٩٩ جي بهار جي موسم ۾ هڪڙي نهايت حيرت جهڙي ڳالهه ٿي. بوسٽن ۾ ٽسڪجي جي فائدي لاءِ ڪن شريف زالن هالس اسٽريٽ واري تماشي گاه ۾ هڪڙي عام مجلس گڏ ڪرڻ جي رٿ ڪئي. انهي مجلس ۾ بوسٽن جا تمام چڱا چڱا ماڻهو ٻنهي قومن جا اچي گڏ ٿيا.

پادري بشپ لاريڊس ميرِ مجلس ٿيو. سون هڪڙي تقرير ڏني ۽ پوءِ مسٽر پال لاريڊس ب ذبا پنهنجو هڪڙو نظم پڙهيو ۽ ڊاڪٽر ب يو باڊس هڪڙو نئون مضمون پڙهيو.

انهي مجلس ۾ جيڪي ماڻهو آيا هئا، تن مان ڪن کي خيال ۾ آيو ته آءٌ تمام ڏکل ٿو ڏسجان ۽ مجلس برخواست ٿيڻ کان ٿورو وقت پوءِ هڪڙي ليڊيءَ ڳالهين ڪندي مون کان پڇيو ته "تون ڪڏهن يورپ ڏي ويو آهين؟" مون چيو ته "آءٌ ڪڏهن ڪين ويو آهيان." هن وري مون کان پڇيو ته "ڪڏهن اوڏي وڃڻ جو ڪو خيال ڪيو اٿئي؟" مون چيو ته "نه، اها ڳالهه منهنجي طاقت کان ٻاهر آهي." اها گفتگو سگهوئي منهنجي دل مان نڪري وئي. مگر ڪن ٿورن ڏينهن کان پوءِ مون کي معلوم ٿيو ته بوسٽن ۾ مسٽر فرانسز گاريسن ۽ ڪن ٻين دوستن ايترا پيسا گڏ ڪيا، جنهن مان منهنجي زال جي يورپ ۾ ٽن چئن مهينن تائين سفر ڪرڻ جو خرچ نڪري ٿي سگهيو. پوءِ اسان کي انهي گشت ڪرڻ لاءِ زور ڪيائون. انهي کان اڳئين سال ۾ مسٽر گاريسن مون کان انجام ورتو هو ته هڪڙي آرڙهه جو آرام يورپ ۾ وڃي وٺان ۽ انهي سفر جي خرچ لاءِ هن پنهنجن دوستن

مان ضروري پيسن گڏ ڪرڻ جو ذمو کنيو. ساڳئي وقت ۾ اهو سفر منهنجي لاءِ اهڙو ناممڪن نظر ٿي آيو، جو مون انهي تي وڌيڪ خيال ئي ڪونه ڪيو، پر پوءِ مسٽر گاريسن مٿين ليڊين سان گڏجي ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ جڏهن انهن جو ارادو مون کي معلوم ٿيو، تڏهن خبر پئي ته مسٽر گاريسن نه رڳو وڃڻ جو رستو نقشي تي رٿي ڇڏيو هو، پر جنهن آگبوٽ ۾ وڃڻو هوس، سو به چونڊي ڇڏيو هئائين.

اهو سمورو بندوبست اهڙو اوچتو ۽ اويسلائي ۾ ٿيو، جو مون کي حيراني لڳي وئي. ٽسڪجيءَ جي ڪم ۾ محنت ڪندي مون کي ارڙهن ورهيه گذري ويا هئا ۽ آءٌ ائين ئي وسهندو هوس ته انهي ڪم ۾ منهنجي حياتيءَ جا ڏينهن پورا ٿيندا. روز مره جي خرچ جي نسبت ۾ ائين ڏسڻ ۾ پئي آيو ته اسڪول جو ويو مون تي زياده تعلق رهندو ۽ مون پنهنجن انهن بوسٽن جي دوستن کي چيو ته جيتوڻيڪ آءٌ اوهان جي خير خواهي ۽ مهرباني جو سچ پچ احسانمند آهيان، ته به آءٌ يورپ ڏي وڃي نٿو سگهان، ڇا لاءِ جو منهنجي غير حاضريءَ ۾ اسڪول جي خرچ پکي هلڻ جو ڪوبه بندوبست نه ٿي سگهندو. تڏهن هنن مون کي چيو ته مسٽر هنري هگنسن ۽ ڪي ٻيا دوست

جن جي مون کي خبر آهي ته پنهنجا نالا ظاهر ڪرڻ نٿا گهرن، سي ايترا پيسا گڏ ڀيا ڪن، جن سان منهنجي غير حاضريءَ ۾ اسڪول جو ڪم چڱي طرح پيو هلندو. اتي مون کي لاچار هنن جي ڳالهه قبول ڪرڻي پئي ۽ پڇڻ جي سڀڪا واه بند ٿي وئي.

حقيقت ڪري اها سڀ ڳالهه مون پنهنجي دل ۾ سچي نٿي ڄاتي، پر خواب وانگي ٿي ڄاتي ۽ ڪجھ وقت تائين مون کي اهڙو پورو ويساه ئي نه ٿي ٿيو ته آءٌ ڪو سچ پچ يورپ ڏي ٿو وڃان. آءٌ گهڻو ڪري ٻانهپ ۽ اڻ پڙهيلائي ۽ غريبيءَ جي تمام هيٺانهين طبقن ۾ ڄائو ۽ پليو هوس. ننڍي هوندي مون کي سمهڻ جي جاءِ يا کاڌو يا ڪپڙو يا اجهو نه هوندو هو. جيستائين وڏو نه ٿيس، تيستائين ساني کائڻ جي ميز تي وهڻ جو مون کي اختيار ڪونه هو. آءٌ هميشه ائين ڄاڻندو هوس ته عيش ۽ لذت جون شيون گورن ماڻهن جي لاءِ آهن، نه منهنجي قوم وارن جي لاءِ. يورپ ۽ لنڊن ۽ پئرس کي آءٌ ائين ڄاڻندو هوس، جيئن بهشت. ۽ هاڻ پلا اها ڳالهه ڪا وسهڻ جي هئي ته آءٌ سچ پچ يورپ ڏي ٿو وڃان؟ آءٌ اڪثر اهي خيال پيو پڇائيندو هوس.

پر خيال مون کي گهڻي تڪليف ڏيندا هئا. مون کي

اهو ڏپ هو ته جي ماڻهو ٻڌندا ته آءٌ پنهنجي زال سميت يورپ ڏي ٿو وڃان، تن کي شايد خبر نه هوندي ته، ڪهڙين حالتن هيٺ اسان جو وڃڻ ٿو ٿئي ۽ آهي شايد سمجهندا هوندا ته هنن کي اوچتو بخت لڳو آهي، تنهنڪري هي وڏائي ۽ ڏيک ٿا ڪن. مون کي ياد آهي ته ننڍي هوندي کان آءٌ ٻڌندو ايندو هوس ته اڪثر منهنجي قوم جا ماڻهو درجي ۾ ٿورو وڌندا آهن ۽ فتحياب ٿيندا آهن، تڏهن نا مناسب طرح ٺٺ ۽ وڏائي ڪندا آهن، ۽ دولتمند ماڻهن جي نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ۽ ائين ڪرڻ ۾ هنن جو مٿو ڦري ويندو آهي. مون کي ڏپ هو ته متان ماڻهو منهنجي نسبت ۾ به ائين چاڻن. تنهن کان سواءِ منهنجي دل به شاهدي نه ٿي ڏني ته پنهنجي ڪم کان گسائي وقت بچايان ۽ خوش گذاريان. منهنجي نظر ۾ اها ڳالهه نيچائي ۽ مطلب جي هئي ته موڪل وٺي وڃي خوش گذاريان ۽ ضروري ڪم ڇڏي ڏيان ۽ پيا پيا پورهيو ڪن. يادگيريءَ جي وقت کان وٺي آءٌ هميشه ڪم ۾ مشغول رهندو آيس، تنهنڪري منهنجي دل نه ٿي چيو ته ٽي چار مهينا بيڪار ٿي رهان. حقيقت هيءَ آهي ته مون کي خبر ئي نه هئي ته ڇوٽي ڪيئن وٺجي.

منهنجي زال کي به اتان نڪرڻ ۾ ساڳين قسمن جي

مشڪلات هئي، پر هن کي ٻاهر وڃڻ جو ڏاڍو شوق هو، ڇا لاءِ جو هن ڄاتو ٿي ته مون کي آرام جي گهٽي گهرج آهي. ڪيترين ئي ضروري قومي ڳالهين اسان جي ذات وارن جي نسبت انهي وقت ڏاري هلندڙ هيون ۽ انهي ڪري به ٻاهر وڃڻ جو فيصلو ڪرڻ اسان کي مشڪل ٿي لڳو. آخر اسان پنهنجن بوسٽن وارن دوستن کي انجام ڏنو ته اسين وينداسين. تڏهن هنن انهي ڳالهه تي زور رکيو ته جيترو جلد ٿي سگهي، اوترو جلد روانگيءَ جي تاريخ مقرر ڪريون. تنهنڪري نيٺ مئي مهيني جي ڏهين تاريخ اسان مقرر ڪئي. منهنجي دوست مسز گاريسن مهرباني ڪري آهي سڀ ڳالهيون مفصل طرح معلوم ڪري پنهنجي ذمي ڪيون، جن جي پوري بندوبست هئڻ ڪري اسان کي سفر ۾ آساني ٿيڻي هئي، ۽ هن ٿوري ٻين دوستن اسان کي ڪيترائي سفارش ۽ معرفت جا خط فرانس ۽ انگلنڊ جي ماڻهن ڏي ڏنا ۽ پرديس ۾ اسان جي سک ۽ آرام لاءِ پيا بندوبست ڪيائون. ٿوري ۾ ماڻهن کان موڪلائي خدا حافظ چئي، اسين مئي جي نائين تاريخ نيويارڪ ۾ پهتاسين ۽ ٻئي ڏينهن جهاز تي چڙهي رواني ٿيڻ لاءِ تيار ٿياسين. اسان جي ڏيءَ پورشيا، جا انهي وقت ۾ ڏکڻ فريمنگهام ۾ پڙهندي هئي، سا به،

نيو يارڪ ۾ اسان کان موڪلائڻ آئي. منهنجو سيڪريٽري مسٽر سڪاٽ مون سان گڏ نيو يارڪ ۾ آيو، انهي لاءِ ته جيڪو رهيو کهيو اسڪول جو ڪم هو، تنهنجي سائنس صفائي ڪري ڇڏيان. ٻيا دوست به نيو يارڪ ۾ اسان کان موڪلائڻ آيا. آگبوٽ تي وڃڻ کان اڳي ٻن سخي ليڊين وٽان هڪڙي خط ملڻ ڪري اسان کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ حيرت لڳي. خط ۾ هنن لکيو هو ته ٽسڪجي ۾ ڇوڪرين لاءِ سيني هنرن جي پوري بندوبست رکڻ لاءِ هڪڙي نئين عمارت جوڙڻ واسطي جيڪو خرچ لڳندو، سو اسين ڏهنديونسين.

اسين فريزلنڊ جهاز ۾ وڃڻا هئاسين، جو ريڊ سٽار لائن واري ڪمپنيءَ جو هڪڙو خوبصورت جهاز هو. جهاز به ٻهرن جو روانو ٿيڻو هو ۽ اسين انهي کان ٿورو اڳي وڃي مٿس چڙهياسين. آءٌ اڳي ڪڏهن به وڏي سمنڊ جي ڪنهن آگبوٽ تي نه چڙهيو هوس، تنهنڪري جڏهن انهي تي وڃي چڙهيس، تڏهن منهنجي دل ۾ اهڙا اهڙا خيال اچڻ لڳا، جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر آهي. آهي خيال خوشيءَ جا به هئا، خوف جا به هئا. مزي جي ڳالهه اها ته، جهاز جو ڪپتان توڙي ٻيا ڪي عملدار اسان جا واقف هئا ۽ اسان جي اچڻ جي خبر هين ۽ اسان جي چڱي

مرحبا ڪيائون. ڪيترن مسافرن کي ٻه اسان سچا تو ٿي، جيئن تہ **سنيڊر سيبوئيل** نيو جيريسي وارو ۽ **ايڊورڊ مارشل** اخبارن جو خاطو. مون کي ڏپ هو تہ ڪي مسافر اسان سان آبروءَ جهڙي هلت نہ ڪندا، ڇا لاءِ جو اسان جي قوم وارن مان جيڪي اڳي وڏو سمنڊ لنگهيا هئا، سي چوندا هئا تہ، آمريڪن جهازن ۾ سمنڊ جي سفر ڪندي ساڻن بي آبروءَ جي هلت ٿيندي هئي. پر اسان سان ڪپتان کان وٺي گهٽ درجي واري نوڪر تائين، سڀني ڏاڍي مهرباني جي هلت ڪئي. اها مهرباني رڳو جهاز وارن نہ ٿي ڪئي، پر سڀني مسافرن بہ ٿي ڪئي. جهاز تي ڪيترائي ڏکڻ جا ماڻهو هئا، مڙس توڙي زالون، جن اهڙي چڱي هلت ٿي ڪئي، جهڙي ملڪ جي ڀين ڀائرن جي ماڻهن ٿي ڪئي.

جنهن وقت ڀڄاڙيءَ جون موڪلائيون ٿي چڪيون ۽ جهاز ڪنارو ڇڏي روانو ٿيو، تنهن وقت فڪر ۽ انتظار ۽ جوابداري جو بوجو، جو ارڙهن ورهين تائين آءٌ کنيو ٿي آيس، سو هلڪو ٿيڻ لڳو ۽ هر منٽ ۾ ڄڻ تہ هڪ پائونڊ گهٽبو ويو. ايترن ورهين ۾ اهو پهريون دفعو هو، جو مون چاتو تہ آءٌ ٿورو گهڻو فڪر ۽ ڪُڙتيءَ کان آزاد آهيان. انهي مان جيڪا خوشي منهنجي دل ۾ پيدا ٿي

سا ڪاغذ تي بيان ڪرڻ مشڪل آهي. ٻي وڏي ڳالهه خوشي هئي جلد يورپ ۾ وڃڻ جي. اها صورت هڪڙي خواب وانگي ڏسڻ ۾ ٿي آئي، نه سچي پچي.

مسٽر گاريسن جي پوري بندوبست سان اسان کي جهاز تي هڪڙي تمام آرام جهڙي ڪوٺي ملي هئي. ٻئي يا ٽئين ڏينهن آءٌ ننڊ ڪرڻ لڳس ۽ جيڪي باقي مسافريءَ جا ڏهه ڏينهن بچيا هئا، تن ۾ آءٌ پانيان ٿو ته آءٌ هرروز پندرهان ڪلاڪ سمهندو هوس. تڏهن مون کي معلوم ٿيو ته آءٌ ڪيترو نه ٿڪل هوس. پرينءَ پر ٻهچڻ کان پوءِ به مهنيي کن تائين آءٌ ايتري ننڊ ڪندو رهيس. صبح جو اٿڻ کان پوءِ جڏهن ياد پوندو هو ته ٻيو ڪوبه فرضي ڪم ڪرڻو ڪونهي، تڏهن ڪيتري نه خوشي ٿيندي هئي. نه ڏينهن جي اندر ڪنهن آڳاڏيءَ کي وڃي پهچڻو هوندو هو، نه ڪنهن ٺهرايل وقت تي ڪنهن کي وڃي گڏجڻو هوندو هو ۽ نه ڪا تقرير ڪرڻي هوندي هئي. هيلتائين جيڪي سفر ٿئي ڪيم ۽ جن ۾ ڪڏهن ڪڏهن هڪ رات جي اندر ٽن علحدن بسترن ۾ به ستو هوندس، تن جي ۽ هن سفر جي وچ ۾ ڪيترو نه فرق هو!

جڏهن آچر جو ڏينهن ٿيو، تڏهن ڪپتان مون کي نماز پڙهائڻ ۽ وعظ ڪرڻ لاءِ چيو، پر آءٌ پادري ڪين

هوس، تنهنڪري سون انڪار ڪيو، پر مسافرن منٿ ڪري چيو ته انهي درياهي سفر منجهه ڪنهن وقت ماني کائڻ واري صفحي ۾ ڪا تقرير ڪج ۽ اها ڳالهه مون قبول ڪئي. انهي مجلس ۾ **سنيٽر سيوٽيل** پريزيڊنٽ ٿيو. ڏهن ڏينهن جو سفر مزي سان گذري ويو، جنهن ۾ هوا تمام چڱي هئي ۽ مون ڪـي سمنڊ جي بيماري ڪانه ٿي ۽ اسين مزي جهڙي قديم شهر انٽورپ ۾ وڃي پهتاسين، جو بيلجيم ۾ آهي.

اسان جي لهڻ کان پوءِ ٻيو ڏينهن انهن ملڪن جي بيشمار وڏن ڏينهن سان هڪڙو هو. ڏينهن بہ سهڻو چمڪندڙ ٿيو. هوٽل ۾ اسان جي جاءِ شهر جي وڏي چونڪ جي سامهون هئي. ماڻهو پهراڙيءَ مان ڪيترن ئي قسمن جا سهڻا گل ڪڻي وڪڻڻ ٿي آيا ۽ زالون ڪير جا وڏا چمڪندڙ پيپ ڪتن کان گهلائيندڙيون ٿي آيون ۽ ماڻهن جون قطارون ديول ۾ پئي ويون. اهي سڀ هڪڙا اهڙا نئين قسم جا مزا هئا، جي مون اڳي ڪڏهن نہ ڏٺا هئا.

انٽورپ ۾ ٿوري وقت گذارڻ کان پوءِ پنجن ڇهن ماڻهن جي سنگت ۾ هالنڊ وڃڻ لاءِ اسان ڪي چيائون. انهن ۾ **ايڊورڊ مارشل** ۽ ڪي امريڪا جا هنر مند

ماڻهو به هئا، جي اسان سان گڏ ساڳئي جهاز ۾ آيا هئا.
اسان وچڻ قبول ڪيو ۽ انهي سير مان اسان کي ڏاڍي
خوشي حاصل ٿي. انهي مان زياده خوشي ۽ واقفيت هن
ڪري حاصل ٿي، جو ڪجهه پنڌ هڪڙي قديم قسم جي آهستي
هلڻ واري واهن جي ٻيڙيءَ ۾ ڪيوسين. انهي ڪري
اسان کي ٻهراڙيءَ وارن ڳوٺن جي ماڻهن جي سچي حياتي
جي حالت معلوم ڪرڻ جو چڱو وجهه مليو. انهي طرح
اسين راٽرڊام تائين وياسين، پوءِ هيگ تائين به وياسين،
جتي انهن ڏينهن ۾ صلح جي ڪانفرنس يا مجلس پئي هلي
۽ انهي ۾ جيڪي آمريڪا جي طرفان وڪيل شامل هئا،
تن اسان جي گهڻي آدر ڀاءُ ڪئي.

جنهن ڳالهه هالنڊ ۾ منهنجي دل تي گهڻو اثر ڪيو،
سا هئي پوک ڪرڻ جي نهايت عمدي تجويز ۽ هالسٽن
جو عمدي قسم جو چوپايو مال. هالنڊ ۾ اچڻ کان اڳي
مون کي اها خبر ڪانه هئي ته زمين جي ٿوري ٽڪر مان
ڪيتري گهڻي پيدائش ڪڍي ٿي سگهجي. مون کي ائين
ڏسڻ ۾ آيو ته زمين جو ذرو به اجايو زيان نه ٿي ٿيو.
هالنڊ جو سير ايتري لاءِ ٿي بس هو ته ٿي چارسؤ هالسٽين
ڳئون گهاٽن ساون گاهه وارين ٻنين ۾ چرنديون ڏسجن.
هالنڊ مان اسين بيلجيم ڏي وياسين ۽ ٻهراڙيءَ مان

ٽڪڙو ٽڪڙو سفر ڪري بروسيلس ۾ وچي رهياسين، جتي اسان واٽرلو وارو جنگ جو ميدان وچي ڏٺو. بيلجيم مان اسين سڌا پئرس ويا سين، جتي اسان کي معلوم ٿيو تہ **مسٽر ٿيوڊور سٽئنٽن،** جو مسز **ايليزبيٿ ڪيڊي سٽئنٽن** جو پٽ هو، تنهن مهرباني ڪري اسان جي آسائش لاءِ بندوبست ڪيو هو. اسان اچا پئرس ۾ مس ڀير ڪوڙ يا تہ پئرس جي يونيورسٽي ڪلب مان مون کي دعوت ملي تہ جيڪا ڪاڏي جي مجلس آتي جلد ٿيڻي هئي، تنهن ۾ وڃان. پيا ساٺهو جن کي دعوت ملي هئي، سي هئا **پريزيڊنٽ بينجمن هئريسن** ۽ آئرلنڊ جو **آرچ بشپ** يا وڏو پادري، جي انهي وقت پئرس ۾ هئا. امريڪا جو ايلچي، **جنرل هئريسن پورٽر** انهي مجلس جو پريزيڊنٽ هو. انهي وقت مون جيڪا تقرير ڏني، سا پانئجي ٿو تہ جن پڌي تن کي پسند آئي. **جنرل هئريسن** ماني کائڻ وقت جيڪي چيو، تنهنجو گهڻو پاڱو منهنجي نسبت ۾ هو ۽ ٽسڪجيءَ ۾ منهنجي ڪم جيڪو آمريڪا جي ذاتين جي مسئلي بابت اثر پيدا ڪيو هو، تنهن ڏي اشارو هو. انهي مجلس ۾ ڏنل تقرير ڪان پوءِ مون کي ڪيترين ئي پيون دعوتون مليون، پر انهن مان گهڻين لاءِ مون کي عذر ڏيڻو ٿيو، جو چاتم ٿي تہ جي آهي آءٌ

قبول ڪندس ۽ جنهن مطلب لاءِ مون هي سفر ڪيو هو، سو پورو نہ ٿيندو. انهي هوندي بہ ايندڙ آچر جي ڏينهن صبح جو آمريڪن ديول ۾ هڪڙي تقرير ڏيڻ جو انجام ڪيم ۽ انهي مجلس ۾ جنرل هئريسن ۽ جنرل پورٽر ۽ ٻيا مشهور آمريڪا جا ماڻهو حاضر هئا.

پوءِ پرو آمريڪا جي ايلچيءَ اچي اسان جي ملاقات ڪئي ۽ پنهنجي جاءِ تي اچي ماني کائڻ لاءِ اسان کي دعوت ڏنائين. انهي مجلس ۾ مون گهڻا آمريڪن ڏٺا، جيئن ۽ جج فلر ۽ جج هارلان، جي يونائيٽيڊ سٽيٽس جي صدر ڪورٽ جا جج هئا. اسين پئرس ۾ هڪ مهينو رهياسين. انهي ساري عرصي ۾ آمريڪن ايلچي توڙي سندس زال ۽ ٻين ڪيترن آمريڪا جي ماڻهن اسان سان نهايت مهربانيءَ جي هلت ڪئي.

پئرس ۾ رهندي اسان هاڻوڪو مشهور آمريڪن شيدي نقاش مسٽر هنري ٽئنر ڏٺو، جنهن سان آمريڪا ۾ اڳئي واقفيت هئي سون. مسٽر ٽئنر هنر ۾ نالو ڪڍيو هو ۽ سڀ قسم جا ماڻهو هن کي عزت ڏيندا هئا، انهي ڪري اسين ڏاڍا خوش ٿياسين. جڏهن اسان کن آمريڪن کي چيو تہ اسين لڪسيمبرگ واري محلات ۾ هڪڙي آمريڪن شيديءَ جو ڪڍيل نقش ڏسڻ ٿا وڃون، تڏهن

هنن کي اعتبار ڏي ۾ نہ پئي آيو تہ هڪڙي شيديءَ کي ايترو شرف حاصل ٿيو هوندو. جيسين هنن اهو نقش نہ وجي ڏٺو، تيسين آءٌ ڀانيان ٿو تہ هنن کي انهي ڳالهہ جي پوري پڪ نہ پئي ٿي. مسٽر ٽئلر سان جيڪا منهنجي معرفت اڳي هئي، تنهن مان منهنجي دل تي اها حقيقت زياده طرح پئي جمي، جا آءٌ ڪوشش ڪري ٿو سکجي ۾ پنهنجن شاگردن ۾ جيتري قدر ٿي سگهندو آهي، اوتري قدر ساري ملڪ ۾ پنهنجي قوم وارن جي دل تي ڄمائيندو آهيان تہ ڪوبہ ماڻهو، ڪهڙي بہ رنگ جو، جيڪو ڪم چڱي طرح ڪري سگهندو، يا ڪن ٻين کان بهتر ڪري سگهندو، تنهن کي پنهنجي قابليت جي قدر آهر انعام ملندو، پوءِ اهو ڪم ڪهڙو بہ خسيس هجي. جيئن مون مٿي بہ چيو آهي، تيئن آءٌ وسهان ٿو تہ جيتري قدر منهنجي ذات وارا ماڻهو ڪوبہ رواجي ڪم غير رواجي طرح ڪري سگهندا، يا اهڙو عمدي طرح ڪندا، جنهن کي ڪوبہ ٻيو ماڻهو سڌاري بهتر ڪري نہ سگهندو، يا اهڙو ڪو ڪم ڪندا جو ماڻهو ضروري ڄاڻي انهي کي ڇڏي نہ سگهندا، اوتري قدر هو فتحيابي حاصل ڪندا. انهي خيال سان مون ڀهرئين دفعي هامپٽن ۾ ڪوشش ٿي ڪئي، جتي مون کي اسڪول جي جاءِ کي ٻهاري ڏيڻ ۾ سامان صفا

ڪرڻ جو وجهه ڏنو ويو هو. مون انهي سهل ٿي سمجهيو
تہ منهنجي آئيندي جـي حالت انهي جاءِ جـي چڱي طـرح
صفا ڪرڻ تي منحصر آهي ۽ تنهنڪري مون پڪو ارادو
ڪيو تہ اهو ڪم اهڙو چڱو ڪريان، جو ٻيو ڪوبہ انهي
مان عيب ڪڍي نہ سگهي. مون ڏٺو تہ ڪن ٿورن ئي
ماڻهن مسٽر ٽنڊر جـي تصويرن ڏسندي ٻيهي پڇا ڪئي
تہ اهـو نقاش شيدي آهي يـا فرينچ آهي يا جرمن آهي.
هنن رڳو هيترو ئي چاتو تہ انهي نقاش هڪڙو اهڙو وڏو
عمدو نقاشيءَ جو ڪم ڪيو هو، جنهن جـي جهان ڪي
گهرج هئي. هـن جي رنـگ جي ڳالهہ انهن جـي دل ۾
اصل نہ ٿي آئي. جڏهن ڪا شيدڻ ڇوڪري رڌڻ، ٿانو
ڌوئڻ، سبڻ، ڪتاب کولڻ سکي ٿي، يا ڪو شيدي ڇوڪر
گهوڙن کي مالش ڪرڻ يـا لاهوري گجرون پوکڻ يـا
مکڻ ولوڙڻ يـا گهر جوڙڻ يا دوا درمل ڏيـڻ سکي ٿو،
اهـڙو جهڙو ڪوبہ ٻيو ڪري، بلڪ انهي کـان بهتر تـہ
انهن کي ذات يا رنـگ جي نظر کان سواءِ انعام ملندو.
وڏي عرصي ۾ جهان کـي سڀ کان عمدي شيءِ گهرجي
۽ ذات يا مذهب يا اڳوڻي تاريخ ۾ فرق هئڻ ڪري جهان
کي جيڪا شيءِ گهربل هوندي، سا ڇڏي نہ ويندي.

آءٌ يـانيان ٿـو تـہ منهنجي قوم جي آئيندي جـي حالت

سموري انهي سوال تي منحصر آهي تہ آيا اهڙي قيمتي ۽ ڪمائتي آهي يا نہ تہ جنهن شهر يا ملڪ ۾ اسين رهون ٿا، تنهنجا ماڻهو خلق جي خوشي ۽ سک لاءِ اسان جو هئڻ ضروري ٿا سمجهن. ڪوبہ ماڻهو جو پنهنجي وطني ديس جي جسماني ۽ عقلي ۽ اخلاقي سک يا فائدو وڌائي ٿو، سو گهڻي وقت تائين انعام کان سواءِ رهجي نہ ويندو. اهو هڪڙو وڏو انساني قاعدو آهي، جو هميشہ لاءِ بي اثر رهي نہ سگهندو.

فرينچ ماڻهن کي خوشي ۽ محبت جو جوش گهٽو رهندو آهي، انهي ڳالهہ جي مون کي گهڻي قدر پڪ ٿي. آءٌ يانيان ٿو تہ انهي ڳالهہ ۾ هو منهنجي قوم کان زياده مشهور آهن. باقي اخلاقي جوش ۽ نيڪ مرديءَ ۾ آءٌ نٿو يانيان تہ آمريڪا ۾ جيڪي منهنجي قوم وارا آهن، تن کان ڪي فرينچ ماڻهو ڪثر آهن. ساڳي ڏنڌي وارن جي گهٽائي ۽ انهن جي دشمني ۽ حياتيءَ جي گذران جي سختيءَ ڪري هو چڱي طرح ڪم ڪرڻ ۽ زياده ڪفايت ڪم آڻڻ سکيا آهن، پر ڪنهن عرصي کان پوءِ منهنجي قوم بہ ساڳئي درجي کي پهچندي. سچائي ۽ اشرافت ۾ آءٌ نٿو يانيان تہ رواجي فرينچ ماڻهو آمريڪن شيديءَ کان وڌيڪ آهي؛ ۽ گگدام جانورن تي رحم مهرباني ڪرڻ ۾

ــون کي پڪ آهي تہ منهنجي قوم وڏيڪ آهي. حقيقت
ڪري جڏهن ـون فرانس ڇڏيو، تڏهن آمريڪا جي
ڪاري ماڻهوءَ جي آئيندي جي حالت ۾ مون کي ايتري
وڏيڪ اميد هئي، جيتري اڳي ڪڏهن نہ هئي.

پئرس مان اسين لنڊن وياسين ۽ آتي جولاءِ جي پهرين
تاريخن ۾ وڃي پهتاسين. اهو لنڊن جي خانگي صحبت ۽
مزن جو عين وقت هو. پارليامينٽ پئي هلي ۽ ملڪ ۾
ڏاڍي خوشي هئي. مسٽر گاريسن ۽ ٻين دوستن اسان
کي گهڻا سفارش ۽ معرفت جا خط ڏنا هئا ۽ ڪڏيل بادشاهت
جي جدا جدا ڀاڱن ۾ ٻين ماڻهن ڏي سڌا خط بہ لکيا
هئائون ۽ انهن کي اسان جي اچڻ جي خبر ڏني هئائون.
لنڊن ۾ پهچڻ کان سگهوئي پوءِ اسان کي بيشمار دعوتون
مليون تہ هر قسم جي قومي مجلسن ۽ جلسن ۾ وڃي حاضر
ٿيون ۽ مون کي عام ماڻهن جي اڳيان تقرون ڏيڻ جا بہ
سڏ آيا. اهڙن گهڻن جاين تي وڃڻ کان تہ مون انهي
عذر تي انڪار ڪيو تہ مون کي آرام جي گهرج هئي.
ٻين هنڌن مان بہ ڪن ٿورن تي اسان وڃڻ قبول ڪيو.
پادري ڊاڪٽر برڪ هر فرب ۽ سندس زال، جن سان
بوسٽن ۾ منهنجي معرفت هئي، تنهن آمريڪا جي ايلچي
آنربل جوزف چوئٽ سان صلاح ڪري ايسيڪس

هال ۾ هڪڙي مجلس جو بندوبست ڪيو، جتي مون کي گهرائڻو ٿيو. **مسٽر چوئٽ** مهرباني ڪري آءٌ ي مير مجلس ٿيڻ قبول ڪيو. آنهي مجلس ۾ تمام گهڻا ماڻهو آيا. گهڻا مشهور مشهور ماڻهو حاضر هئا، جن مان ڪيترا ته پارليامينٽ جا ميمبر هئا، جيئن ته **مسٽرجميس برائس**، جنهن مجلس ۾ گهرايو ﻪ. ماڻهن سان منهنجي معرفت ڪرائيندي ۽ منهنجي تقرير جي مختصر مطلب ٻڌائيندي آمريڪن ايلچيءَ جيڪي چيو، سو انگلنڊ ۽ آمريڪا جي اخبارن ۾ بر وقت ڇاپيو ويو هو. **ڊاڪٽر ۽ مسز هرفرڊ** مون کي ۽ منهنجي زال جي لاءِ پاڻ وٽ مهمانيءَ جي مجلس ڪئي، جنهن ۾ انگلنڊ جي تمام چڱن ماڻهن سان واقف ٿيڻ جو مون کي شرف حاصل ٿيو. جيترا ڏينهن اسين لنڊن ۾ رهيل هئاسين، اوترا ڏينهن **مسٽر چوئٽ** وڪيل اسان سان نهايت مهرباني ڪئي ۽ هر طرح اسان جي سنڀال لڌائين. سندس مهماني واري مجلس ۾ پهريون دفعو منهنجي **مارڪ ٽوين** سان معرفت ٿي.

اسين ڪيترائي ڀيرا **مسز فشرانون** وٽ مهمان ٿياسين، جا انگلنڊ جي هڪڙي مدبر **رچرڊ ڪابڊن** جي ڌيءَ هئي. **مسٽر** ٿوڙي **مسز آنڊن** اسان جي سک ۽ آسائش لاءِ ذرو ﺑ ڪين گهٽايو. پوءِ پورو هفتي ڪن تائين

اسين جان برائٽ جي ڏيءَ وٽ مهمان هئاسين، جا هاڻ اسٽريٽ واري مسٽر ڪلارڪ جي زال آهي. انهن پنهي زال مڙس ۽ سندس ڏيءَ پٺي سال ڏسڪجيءَ ۾ اچي اسان جي ملاقات ڪئي. برمنگهام ۾ اسين ڪيترائي ڏينهن مسٽرجوزف سٽرج جا مهمان هئاسين، جنهن جو پيءُ هڪڙو وڏو ٻانهپ جي بند ڪرڻ جي سعي ڪارن مان هو ۽ وهٽيئر ۽ گاريسن جو دوست هو. ساري انگلنڊ ۾ جي جي ماڻهو فوتي وليم لائڊ گاريسن ۽ آنربل فريڊرڪ ڊگلس ۽ ٻين ٻانهپ جي بند ڪرڻ وارن جا واقف ۽ تعريف ڪندڙ هئا، تن سڀني سان ملاقات ڪري اسين ڏاڍا خوش ٿياسين. اهڙي ساکي خيال وارا انگريز، جن سان گڏياسين ٿي، سي آنهن پن آمريڪن ماڻهن جي تعريف مان ڍاپيائي نه ٿي. انگلنڊ ڏي وڃڻ کان اڳي مون ڪي اهڙي خبر بلڪل نه هئي ته انگلنڊ ۾ ٻانهپ بند ڪرڻ وارن ٻه آزادگي جي لاءِ ڪيتري قدر ڪوشش ٿي ڪئي ۽ ڪيتري گهڻي مالي ۽ ضروري مدد ٿي ڏني.

برسٽل ۾ مون توڙي منهنجي زال، زالن جي لبرل ڪلب ۾ تقرير ڏني. انڊن جي لاءِ جيڪو شاهي ڪاليج آهي، تنهن ۾ ٻه شروعات واري ڪارگذاريءَ وقت مون هڪڙي وڏي تقرير ڪئي. اها ڪارگذاري ڪرسٽل پئليس واري

محلات ۾ هلي ۽ آتي جو مير مجلس ڊيوڪ آف ويسٽ منسٽر هو، جو آءٌ ڀانيان ٿو ته دنيا ۾ نه ته به انگلنڊ ۾ سڀ کان زياده دولتمند ماڻهو هو. ڊيوڪ پاڻ، توڙي سندس زال ۽ ڌيءَ منهنجي تقرير مان ڏاڍا خوش ڏسڻ ۾ آيا ۽ دل سان منهنجي شڪرگذاري ڪيائون. ليڊي ابر ڊين جي مهرباني‌ءَ سان آءٌ پنهنجي زال سميت، زالن جي انٽرنئشنل ڪانگريس جا آنهن ڏينهن ۾ لنڊن ۾ پئي هلي، تنهن جي لاءِ آيلن ڪن ماڻهن سان گڏ، راڻي وڪٽوريا کي ونڊسر ڪئسل ۾ وڃي ڏسي سگهيس، جتي پوءِ مس سوسن ائنٿني به هئي ۽ مون کي اها ڳالهه ذهن نشين ٿي ته اڪثر ڪنهن ماڻهوءَ کي، ساڳئي هڪڙي ڪلاڪ جي اندر اهڙو وجهه نه مليو هوندو ته ٻن بلڪل مخالف رستن واري کي ڏسي سگهي، يعني راڻي وڪٽوريا ۽ سوسن ائنٿني.

اسين ڪيترائي ڀيرا هائوس آف ڪامنس ۾ ويا‌سين، جتي اسان سر هنري سٽئنلي ڏٺو. مون ساڻس آفريڪا بابت ۽ آمريڪا جي شيدين سان انهي جو جيڪو واسطو آهي، تنهن بابت ڳالهايو. انهي ملاقات کان پوءِ مون کي خاطري ٿي ته آمريڪا جي شيدين جي لڏي آفريڪا ۾ وڃڻ ڪري انهن جي سڌرڻ جي ڪابه اميد ڪانهي.

ڪيترن ئي موقعن تي آءٌ پنهنجي زال سان گڏ انگريزن جي سندن ٻهراڙيءَ وارن گهرن ۾ وڃي مهمان ٿيس، جتي آءٌ پانيان ٿو ته انگريزن جا عمدا اخلاق ۽ گڻ ظاهر ٿين ٿا. پيو نه ته ٻه هڪڙي ڳالهه ۾ مون کي پڪ آهي ته، انگريز آمريڪن ماڻهن کان گوءِ کڻي ويا آهن. آها هي ته هو ايترو سکيا آهن ته حياتيءَ مان زياده فائدو ڪيئن حاصل ڪجي. انگريزن جي خانگي حياتي گذارڻ جو رستو نهايت ڪامل ٿو ڏسجي. سڀ ڪا شيءِ ڪلاڪ جي ڪلن وانگي پوري پئي هلي. اها ڳالهه ٻه مون کي ذهن نشين ٿي ته نوڪر پنهنجن ڏئين ۽ ڏيائين کي تعظيم ٿا ڏين، جا آمريڪا ۾ ڏبڻ ۾ نٿي اچي. انگريزي نوڪر اڪثر رکيو نوڪر رهڻ ٿو گهري ۽ انهي ڪري انهي هنر ۾ پاڻ کي اهڙو قابل ۽ هوشيار ٿو ڪري جو آمريڪا ۾ ڪنهين ٻه قسم جو نوڪر اهڙو اچا ڪونه ٿيو آهي. اسان جي ملڪ ۾ نوڪر اها اميد ٿو ڪري ته ٿورن ئي ورهين ۾ هو پاڻ ڏئي ٿيندو. انهن ٻنهي ڳالهين مان ڪهڙي چڱي آهي؟ انهي جو آءٌ همت جهلي جواب ڏئي نٿو سگهان.

پي ڳالهه جا ساري انگلنڊ ۾ منهنجي ذهن تي ويئي، سا اها هئي ته هر درجي جي ماڻهن قاعدي ۽ انتظام جي ڏاڍي سنڀال ٿي ڪئي ۽ سيڪو ڪم پوري بندوبست سان

ني ڪيائون. مون معلوم ڪيو ته انگريز ماڻهو جيئن پين ڪمن ۾ ٿا ڪن، تيئن کائڻ ۾ به گهڻو وقت ٿا وڃن. عجب ڪونهي ته گهڻي عرصي ۾ هو تڪڙن ۽ ڊچندڙن آمريڪن ماڻهن جيترو يا انهي کان زياده ڪم ڪن ٿا.

انگلنڊ ۾ وچڙ ڪري امير ماڻهن جي لاءِ جيڪا منهنجي راءِ هئي سا بهتر ٿي. مون کي اها ڳالهه خيال ئي ۾ نه هئي ته عام خلق انهن کي ايتري قدر پيار ڪري ٿي ۽ عزت ڏئي ٿي، نه اها خبر هيم ته خير جي ڪمن تي هو ايترو گهڻو وقت ۽ پيسو ٿا خرچين ۽ اهو ڪم ڪهڙي سچي دل سان ٿا ڪن. آءٌ سمجهندو هوس ته هو رڳو گهڻو پيسو ٿا خرچين ۽ مزا ٿا ماڻين.

انگريزي ماڻهن جي مجلسن ۾ ڳالهائڻ تي هرڻ ۾ مون کي مشڪلات ٿي. رواجي انگريز اهڙو دماغي ۽ سيکنهن ڳالهه بابت اهڙو شوق وارو آهي، جو جڏهن مون هڪڙي اهڙي چرچي جهڙي ڳالهه ڪئي، جنهن تي جيڪر آمريڪن ماڻهن کي کلي کلي پيٽ ۾ سور پئجي وڃي، تنهن تي انگريز ماڻهن رڳو اکيون وجهي مون ڏي نهاريو ۽ مرڪيا به ڪين.

جڏهن ڪنهن انگريز ماڻهوءَ جي دل توسان دوستيءَ ۾ ٻجهي وڃي ٿي، تڏهن هو توکي چڱي ته رڪ جي سن

سان پڙي ٿو ڇڏي ۽ مون کي نٿو سمجهي ته اهڙيون جڳهائُ کندڙ ۽ خوش رکندڙ، پيون ڪي گهٽيون دوستيون هونديون. اها ڳالهه شايد هيٺئين مثال ڏيڻ سان آءٌ بهتر سمجهائي سگهندس. سدرلنڊ جي ڊيوڪ ۽ ڊچيس مون کي ۽ منهنجي زال کي سٽافرڊ هائوس، جو لنڊن ۾ تمام عمدو گهر شمار ڪرڻ ۾ ٿو اچي، تنهن ۾ هڪڙي ڪاڌي جي مجلس ۾ دعوت ڏني. هتي هيترو به چوڻ مناسب آهي ته منهنجي نظر ۾ سدرلنڊ جي ڊچيس انگلنڊ ۾ نهايت خوبصورت زال آهي. انهي مجلس ۾ تمام ٿورا ته به ٽي سؤ ماڻهو ضرور هوندا. انهي ساڳي رات واري عرصي ۾ ڊچيس به پيرا اسان کي ڳولي ڪڍيو، انهي لاءِ ته اسان سان گفتگو ڪري، ۽ هن مون کي چيو ته جڏهن اوهين وطن پهچو، تڏهن مون ڏي پنهنجي ٽسڪجي جسي ڪم بابت وڌيڪ احوال لکجو. مون ائين ئي ڪيو. جڏهن ناتال آيو، تڏهن هن اسان ڏي پنهنجي عڪسي تصوير پنهنجي دستخط سان موڪلي، جا ڏسي اسان کي حيرت به لڳي ۽ خوشي به ٿيسون. انهي ڪان پوءِ به اسان جي وچ ۾ لکپڙهه هلي اچي ۽ هاڻ اسين ڄاڻون ٿا ته سدرلنڊ جي ڊچيس اسان جن سچن خيرخواهن مان هڪڙي آهي.

يورپ ۾ ٽي مهينا گذاري اسين سائوٿمپٽن کان

سينٽ لوئي نالي جهاز ۾ چڙهي روانا ٿياسين. انهي آگبوٽ تي هڪڙو چڱو ڪتب خانو هو، جو سينٽ لوئي جي شهر جي ماڻهن انهي جهاز کي تحفو ڪري ڏئي ڇڏيو هو. انهي ڪتب خاني ۾ مون **فريڊرڪ ڊگلس** جي حياتي جي احوال جو هڪڙو ڪتاب لڌو، جو آءٌ پڙهڻ لڳس. **مسٽر ڊگلس** جي انگلنڊ واري پهرئين ٻئي سفر ۾ جهاز تي جيڪا هلت ساڻس ٿي هئي، تنهنجو بيان خاص طرح مون کي ڏاڍو وڻيو. انهي ۾ هن ذڪر ڪيو هو ته ڪيس ڪنهين به ڪوٺيءَ ۾ گهڙڻ جي موڪل نه هئي، پر رڳو جهاز جي مٿئين تختي تي رهڻ تي ڏنائونس. جڏهن اهو بيان پڙهي بس ڪيم، تڏهن ٿورن منٽن کان پوءِ ڪي سڪر مڙس ۽ زالون مون کي اچي منٿ ڪري چوڻ لڳيون ته ٻئي ڏينهن شام جو جيڪا راڳ جي مجلس ٿيڻي هئي، تنهن ۾ ڪا تقرير ڪريان. اجا به اهڙا ڪي ماڻهو آهن، جي ٻيحيا ٿي چون ٿا ته آمريڪا ۾ ذات جي فرق جو خيال گهٽ اثر وارو ٿيندو نٿو وڃي! انهي راڳ واري مجلس ۾ **آنربل بينجمن اوڊيل** نيويارڪ جو هاڻوڪو گورنر، پريزيڊنٽ هو. جيڪي مون چيو سو ڏاڍي خيال سان هنن ٻڌو. جهاز جي مسافرن مان گهڻا مڙئي ڏکڻ جا هئا. مجلس پوري ٿيڻ تي ڪن صاحبن اها

رٿ ڪئي ته ٽسڪجي ۾ هلنڊڙ ڪم جي مدد لاءِ چندو ڪولجي. انهي جو نتيجو اهو ٿيو ته ڪيترن ئي اسڪالرشپن جي لاءِ پيسا گڏ ٿيا.

جڏهن اسين پئرس ۾ هئاسين، تڏهن الهندي ورجينيا ۽ جنهن شهر جي ويجهو مون ٻاراڻي وهي گذاري هئي، تنهن مان مون کي هيٺيون دعوت نامو آيو، جو پڙهي مون کي ڏاڍي حيراني ۽ خوشي ٿي :-

صاحب مهربان- الهندي ورجينيا جي ماڻهن گهڻن سڪرن همراهه ٿي اوهان جي ڪم ۽ قابليت جي تعريف ظاهر ڪئي آهي ۽ خواهش ڏيکاري اٿن ته جڏهن اوهين يورپ کان موٽي اچو، تڏهن وٽن اچي پنهنجن گفتن سان هنن کي همٿايو. اسين سچي دل سان انهي تحريڪ کي چارلسٽن شهرجي ماڻهن جي طرفان ٽيڪ ٿا ڏيون ته مهرباني ڪري اسان وٽ اچجو ته اوهان جي حياتي ۽ ڪيل ڪم جي ڪري جيڪا اوهان اسان کي عزت ڏني آهي، تنهنجي لاءِ اوهان کي عزت ڏيون.

اوهان جا نياز مند چارلسٽن شهر جي ڪائونسل

معرفت

هرمن سمٿ ميئرجي چارلسٽن

تاريخ ١٦ مئي ١٨٩٩

مٿين چارلسٽن شهر جي ڪائونسل جي دعوت واري خط مان ڪڍ هي خط به هو:-

صاحب مهربان- اسين چارلسٽن ۽ الهندي ورجينيا جا ماڻهو خواهش ٿا ڪريون ته اوهان تي ۽ جيڪي اوهان هيستائين ڪم ڪيا آهن، تن تي فخر ظاهر ڪريون ۽ اجازت ٿا گهرون ته اهو پنهنجو فخر ۽ شوق ڪمائتي طرح ظاهر ڪريون. جڏهن اوهين هاڻ تازا پنهنجي جهوني وطن ۾ اسان جي وچ ۾ آيا هئو، تڏهن اسان کي افسوس آهي ته اوهان جي تقرير ٻڌي نه سگهياسين ۽ نه اوهان جي چالو ڪم لاءِ ڪا ڪمائتي مدد ڏيئي سگهياسين، جو اوهين يورپ ڏي هليا ويؤ. تنهنڪري هاڻي اسين ڏاڍي شوق سان عرض ٿا ڪريون ته جڏهن اوهين يورپ مان موٽو، تڏهن اسان جي مهماني قبول ڪجو ۽ اسان کي پنهنجي تقرير ٻڌڻ جو وجهه ڏجو ۽ انهي وقت اسين مناسب رستي سان اوهان جي ڪم سان واسطو به رکنداسين ۽ اوهان جي حاضري ۽ گفتگو مان همت ۽ هدايت به حاصل ڪنداسين. مهرباني ڪري هن دعوت نامي جو جواب جلد موڪلجو ۽ ٻڌائجو ته ڪڏهن اوهين اسان جي شهر ۾ اچي سگهندؤ. انهي جي لاءِ اسين اوهان جا احسانمند رهنداسين.

اوهان جا نيازمند ـ

ڊيلي گـزيٽ اخبار ـ ڊيلي ميل ٽربيون اخبار ـ ائٽڪنسن
گورنر ـ بـاڪس سيڪريٽري وغيره وغيره.

اهـو دعـوت نامو شهر جـي ڪائونسل ۽ سـرڪاري
عهديدارن ۽ ڀنهي قومن جـي سگهڙ ماڻهن کـان آيل هو،
جـن جي وچ ۾ آءٌ نندي هوندي کـان رهيو هوس ۽ جـن
وٽان ڪي ٿورا ورهيه اڳي گمناني ۽ مسڪيني ۽ بيعلمي
جي حالت ۾ نڪري ويو هوس ته ڪا تعليم حاصل ڪريان.
انهي ڪري آءٌ ڏاڍو حيران ۽ پـريشان ٿيس، ڇـا لاءِ جو
آءٌ سمجهي نٿي سگهيس تـه مـون ڪو اهـڙو ڪم ڪيو
آهي، جنهنجي لاءِ ايترو مان مليم.

مـون دعوت قبول ڪئي ۽ ٺهرايل ڏينهن تي چارلسٽن
جـي ريلوي اسٽيشن تـي ڀنهي قومن جـي هڪڙي گڏيل
ڪميٽي اڳـوڻـي **گورنر مڪ ڪارڪل** سميت منهنجي
استقبال لاءِ آئي. مرحبا جـو عام جلسو چـارلسٽن شهر جي
آپيرا هائوس يا تماشگاهه ۾ ٿيو. رياست جو گورنر **آنربل
جارج ائٽڪنسن** پريزيڊنٽ هـو ۽ مرحبا ڪرڻ واري
تقرير اڳوڻي **گورنر مڪ ڪارڪل** ڪئي. انهي مرحبا
ئي مجلس ۾ گهڻا شيدي ماڻهو شامل هئا. ڀنهي قومن جي
ماڻهن مان اها تماشيگاهه ڀرجي وئي ۽ گورن ماڻهن مان

گهڻا ته آهي هئا، جن وٽ ننڍي هوندي مون ڪمايو هو.
پٺي ڏينهن گورنر ۽ مسز اڪنسن سٽيٽ هائوس ۾
منهنجي گڏجڻ لاءِ هڪڙو جلسو ڪيو، جنهن ۾ سيني
درجن جا ماڻهو آيا.

انهي ڪان پوءِ ستت ئي جارجيا جي اٽلانٽا شهر ۾ شيدين
ماڻهن منهنجي لاءِ مرحبا ئي مجلس ڪئي، جنهن ۾ گورنر
پريزيڊنٽ ٿيو ۽ ساڳي اهڙي مجلس نيو آرلينس ۾ به
ڏنائون، جنهن ۾ انهي شهر جو ميئر پريزيڊنٽ ٿيو. ٻين
به ڪيترن ئي جاين تان دعوتون مليون، جي آءٌ قبول
ڪري نه سگهيس.

# باب سترهون

## آخري لفظ

يورپ ڏي وڃڻ ڪان اڳي منهنجي حياتيءَ ۾ ڪي
اهڙيون ڳالهيون اچي پيون، جن ڪري مون کي ڏاڍي
حيرت لڳي. حقيقت ڪري منهنجي ساري حياتي اڪثر
حيرت جهڙين ڳالهين سان ڀريل آهي. منهنجو اهو ويساهه
آهي ته جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو پڪو ارادو ڪندو ته
ساري عمر ڏهاڙي آءٌ وس پڄندي تمام چڱي طرح هلندس،

يعني ڪوشش ڪري هر روز مٿانهين درجي تائين پاڪ ۽ خلق جو خيرخواه ۽ ڪمائتو رهندس ته انهن جي حياتي اهڙي قسم جي ترغيبن ۽ اوچتين مددن سان ڀريل رهندي. مون ڪي آنهي گوري يا شيدي ماڻهوءَ تي افسوس ٿو اچي، جنهن کي ڪڏهن به اهڙي دل جي خوشي ۽ سرهائي پيدا نه ٿي آهي، جا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي زياده خوش ۽ آسودي ۽ ڪمائتي رکڻ ۾ مدد ڪرڻ جي ڪوشش مان پيدا ٿيندي آهي.

جنرل آرمسٽرانگ پنهنجي مرڻ کان ڇهه مهينا اڳي ۽ فالج جي مرض ۾ گرفتار ٿيڻ کان قريب هڪڙو سال پوءِ خواهش ڏيکاري ته دنيا مان وڃڻ کان اڳي وري ٽسڪجي ۾ اچي. جيتوڻيڪ هن کي پنهنجن عضون تي ڪوبه اختيار ڪونه هو ۽ بلڪل لاچار ۽ محتاج هو، ته به هن جي مراد پوري ڪرڻ لاءِ هن کي ٽسڪجي آندائون. ٽسڪجي ريلوي جا مالڪ، جي انهيءَ شهر جا رهندڙ گورا ماڻهو هئا، تن خرچ کان سواءِ وڏي اسٽيشن ڇيها تائين پنج ميل هن جي استقبال لاءِ اسپيشل ٽرين هلائڻ جي آڇ ڪئي. هو شام جو نائين بجي ڊاري اسڪول جي حد ۾ پهتو. ڪنهن ماڻهو رٿ ڪئي ته مشعلن سان جنرل جي مرحبا ڪجي، آخر ائين ئي ڪيو ويو. جنهن وقت هن جي

گاڏي اسڪول جي حد ۾ گهڙي، انهي وقت هزار کان به وڌيڪ ماسترن ۽ شاگردن صنوبر جي ڪاٺين جون ٻرندڙ ۽ لڏندڙ اساڙيون کڻي جهليون، ۽ جنرل جي گاڏي ٻن مشعلن جي قطارن جي وچ مان لنگهي وئي. اهو سارو بندوبست اهڙو عجيب ۽ نئين قسم جو هو، جو جنرل نهايت خوش ٿيو. هو قريب ٻه مهينا منهنجي گهر ۾ مهمان رهيو، ۽ جيتوڻيڪ هو عضوا چوري، يا ڳالهائي نٿي سگهيو، تڏهن به هن سيڪو ڪلاڪ ڏکڻ جي ماڻهن کي مدد ڏيڻ جي آپائن ۽ رستن رٿڻ ۾ گذاريو. مون کي وري وري پئي چيائين ته ملڪ جي ماڻهن جو رڳو اهو فرض نه هو ته ڏکڻ جي شيدين کي سڌارڻ ۾ مدد ڪن، پر غريب گورن کي به. هن جي وڃڻ کان پوءِ آءٌ وري نئين سر زياده شوق سان انهي ڪم ۾ لڳس، جنهن تي هميشه هن جو خيال رهندو هو. ون چاتو ته جڏهن ههڙي حال ۾ به ڪو ماڻهو خوشيءَ سان خيال ۽ ڪم ڪري ٿو، تڏهن مون کي ته ضرور پنهنجي دل جي مراد پوري ڪرڻ لاءِ هر طرح ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

ٿورن هفتن کان پوءِ جڏهن **جنرل آرمسٽرانگ** وفات ڪئي، تڏهن مون کي هڪڙي نهايت عمدي ۽ هردلعزيز ۽ خود نثار ماڻهوءَ سان ملاقات جو شرف حاصل

ٿيو. آهـو هـو پادري **ڊاڪٽر هالس فرسل**، جـو هاڻ **جنرل آرمسٽرانگ** جي جاءِ تي آهي ۽ هامپٽن اسڪول جـو پرنسپال آهـي. انهي جـي چٽي، زور واري ۽ ڪامل هدايت ۽ مهنداريءَ هيٺ هامپٽن ڪي آها خوش نصيبي ۽ ترقي حاصل ٿي آهي، جنهنجي لاءِ جنرل هميشه خواهش ڪندو هو. پاڻئجي ٿو ته **ڊاڪٽر فرسل** هميشه پنهنجي جند جي محنت ۽ ڪوشش **جنرل آرمسٽرانگ** جي نالي جي پٺيان لڪائيندو آيو آهي ۽ خلق جي فائدي جي نظر تي پنهنجي نالي ناموس جي ڪاٻه ڳڻتي ڪانه رهي اٿس.

ڪيترائي پيرا مون ڪان پڇيو ويو آهي ته سڀ ڪان وڏي حيرت جهڙي شيءِ ڪهڙي تنهنجي ڏيان تـي آئي؟ انهي سـوال جـو جواب سـواءِ شڪ جـي هي آهي تـه آها هيٺيون خط آهي، جـو هڪڙي آچـر جي ڏينهن صبح جـو ٿسڪجي ۾ پنهنجن ٻارن ٻچن سـان گڏ هنهنجي گهر جي وراندي ۾ ويٺي مون ڪي مليو:-

صاحب مهربان— هارورڊ يونيورسٽي جي مرضي آهي ته جڏهن هاڻي ڪاليج ڪلندا، تڏهن اوهـان ڪي هڪڙي آبروءَ جهڙي ڊگري يا سند ڏئي، پر اسان جـو دستور اهو آهي ته اهڙيون ڊگريون فقط انهن صاحبن ڪي ڏجن، جي حـاضر هجن. ڪاليج جـو ڪم هـن سال تاريخ ۲۴ جون

جي ڪلندو، تنهنڪري انهي ڏينهن به پهرن ڪان پنجين بجي تائين اوهان جي حاضريءَ جو ڪپ ٿيندو. اميد آهي ته اوهين انهي ڏينهن ڪيمبرج ۾ ايندؤ.

هارورڊ يونيورسٽي، ڪيمبرج.

تاريخ ٢٨ مئي ١٨٩٦ اوهان جو نياز مند

چارلس ايليٽ

اها هڪڙي اهڙي قدرداني هئي، جا ذرو به منهنجي خيال ۾ نه آئي هئي ۽ آءٌ وسهي نٿي سگهيس ته آمريڪا جي هڪڙي تمام قديم ۽ مشهور يونيورسٽيءَ جي هٿان سون کي اهڙي ڊگريءَ جو شرف حاصل ٿيندو. جيئن انهي مهل آءٌ اهو خط هٿ ۾ جهليو پنهنجي وراندي ۾ ويٺو هوس، تيئن منهنجن اکين ۾ ڳوڙها نڪري آيا. منهنجي ساري اڳوڻي حياتي، جڏهن ٻيٽڪ ۾ ٻانهو ٿي گذاريم ۽ اگرن جي کاڻ ۾ ڪم ٿي ڪيم، جڏهن نه ڪاڏو موجود هوندو هوم نه ڪپڙو، جڏهن رستي جي پاسي هيٺان سمهندو هوس ۽ تعليم لاءِ مٿا پيو هڻندو هوس، ۽ ٽسڪجي ۾ ڏکيا ڏينهن پيو گذاريندو هوس ۽ هڪڙي ڊالر ڪمائڻ لاءِ ڏ سجهندو هوم ته ڪيڏي وڃان، منهنجي قوم جي علحدگي ۽ ڪڏهن مظلومي،- اهي سڀ ڳالهيون منهنجن اکين آڏو گذريون ۽ سون کي ساري

وڌائون .

جنهن شيءِ کي جهان نالو ناموس ٿو سڏي، تنهنجي نڪا مون کي طلب هئي نڪا پرواهه هئي . هميشه آءٌ چاهيندو آهيان ته ناموس هڪڙي اهڙي شيءِ آهي، جا ڪنهن چڱي ڪم ڪرڻ ۾ ايندي آهي . اڪثر مون پنهنجن دوستن کي پئي چيو آهي ته، جيڪڏهن ڪوبه درجو، جو مون کي ڪٿي ملي، تنهنجي وسيلي آءٌ ڪو چڱو ڪم ڪري سگهان، ته انهي تي آءٌ بلڪل راضي رهندس . انهي جي گهٽتي مون کي فقط انهي لاءِ ٿي رهي ته انهي جي وسيلي آءٌ چڱائي ڪري سگهان، جيئن دولت ڪم اچي سگهي ٿي . جيئن زياده تونگر ماڻهن مان منهنجو واسطو ٿو رهي، تيئن وڌيڪ مون کي خاطري ٿئي ٿي ته آهي پنهنجي ناڻي کي ائين ٿا سمجهن، جيئن ڪو اوزار، جو چڱائي ڪرڻ لاءِ خدا انهن جي هٿ ۾ ڏنو هجي . جڏهن ڪڏهن آءٌ مسٽر جان راڪفيلر جي آفيس ڏي ويندو آهيان، جنهن ڏسڪجيءَ کي گهٽو ئي ڪي ڏنو آهي، تڏهن اها ڳالهه مون کي ياد پوندي آهي . هو هميشه نهايت خيال ۽ خبرداري ۽ باريڪ بينيءَ سان جانچ ڪندو آهي ته سندس سيڪو ڊالر ضرور ڪنهن تمام چڱي ڪم ڪرڻ ۾ صرف ٿو ٿئي، اهڙي جانچ جا ڪنهن

ڏنڊي جي حساب جي چڪاس ڪندي ڪبي آهي. انهي مان سون کي پڪ ٿي ٿي تہ هائي دولتمند ماڻهن جي خيال جو لاڙو انهي پاسي آهي، جا ڳالھہ گهڻي خوشي ۽ همت ڏيارڻ جهڙي آهي.

جون مهيني جي ٢٤ تاريخ، نائين بجي مهل، يونيورسٽي جي حدن اندر ٺهرايل جاءِ تي مان **پريزيڊنٽ ايليٽ** ۽ هارورڊ يونيورسٽي جي سنڊيالينڊرن جي مجلس وارن ۽ ٻين مهمانن کي گڏيس، جي انهي ڪم لاءِ اتي حاضر ٿيا هئا تہ مون کي وٺي سئنڊرس ٿئيٽر تائين نين، جتي شروعات جون ورزشون ٿيڻيون هيون ۽ ڊگري ڏيڻي هئي. ٻيا جيڪي انهي وقت ڊگرين ملڻ لاءِ سڏيا ويا هئا، تن مان هي صاحب هئا: **جنرل نيلسن مائلس، ڊاڪٽر بيل،** جو بيل ٽيليفون جو جوڙيندڙ هو، **بشپ ونسينٽ** ۽ **پادري مائنٽ سئويج.** اسان کي پريزيڊنٽ ۽ سنڊيالينڊرن جي مجلس وارن جي پٺيان قطار ۾ ڊائي ٻيهاري ويا ۽ پوءِ هڪدم ماسا چزيٽس جو گورنر، نيزه بردارن جي ٽوليءَ سان اچي **پريزيڊنٽ ايليٽ** جي پرسان ساڳي قطار ۾ بيٺو. انهي ساڳي قطار ۾ ڪيترا ٻيا عملدار ۽ پروفيسر يا مدرس هئا، جن کي دستوري ٽوپي ۽ قبا پيل هئي. انهي ترتيب ۾ اسين سئنڊرس ٿئيٽر ڏي هلڻ

لڳاسين ۽ جڏهن آئي شروعات وارا ڪم ٿي چڪا، تڏهن عزت وارين سندن ڏيڻ جو ڪم شروع ٿيو. پاڻهجي ٿو ته هارورڊ ۾ هميشه اها تمام مزي جهڙي ڪارگذاري آهي. انهي جي خبر تڏهن پوندي آهي، جڏهن جن ماڻهن کي سندون ملنديون، سي اچي سامهون بيهندا آهن ۽ سندن ملڻ کان پوءِ شاگرد ۽ ٻيا ماڻهو انهن جي مشهورائي موجب خوشيءَ جون تاڙيون وڄائي انهن جي مرحبا ڪندا آهن. انهن سندن ڏيندي شوق ۽ جوش نهايت اعليٰ حد کي ٿو رسي.

جڏهن سون کي نالو وٺي سڏيائون، تڏهن آءٌ اٿيس، پريزيڊنٽ ايليٽ تمام چڱي ۽ زور پري انگريزي زبان ۾ ايم اي جي سند عطا ڪئي. جڏهن اها ڪارگذاري پوري ٿي، تڏهن جن کي سندون مليون هيون، تن کي پريزيڊنٽ سان گڏ چونڊي ماني کائڻ لاءِ سڏ ٿيو. مانيءَ کان پوءِ وري به اسان کي قطار ۾ بيهارايائون ۽ بشپ وليم لارينس، جو انهي سال جي لاءِ مارشل مقرر ڪيو ويو هو، سو اسان کي ڪاليج جي حد مان لنگهائي هليو ۽ انهي وچ ۾ جدا جدا هنڌن تي، جن کي اها تعظيم ملي هئي، تن جو نالو وٺي هارورڊ جو نعرو ٿي هنيائون. اهو پنڌ ڪري اسين ميموريل هال تائين آياسين، جتي

وڏي ماني تيار ٿي رکيل هئي. هڪ هزار مضبوط ۽ چڱا ماڻهو، سرڪاري ۽ مذهبي ڪاتي ۽ واپاري ۽ تعليم ڪاتي جا، جن کي ڪاليج جي نمڪ حلالي ۽ فخر جو شوق ۽ جوش هو ۽ جن مان خاص هارورڊ جي خوشبوءِ ايندي آهي، سي ڏسڻ هڪڙو اهڙو تماشو آهي، جو جلد وري وسرڻ جو ناهي.

ماني ڪائڻ کان پوءِ جن ماڻهن تقريرون ڪيون سي هي هئا:

**پريزيڊنٽ ايليٽ، گورنر راجر وولڪاٽ، جنرل مابلئس، ڊاڪٽر مائلٽ سئويج، آنربل هنري ڪئبٽ لاج ۽ آءٌ.** جڏهن مون کي ڳالهائڻ جو سڏ ٿيو، تڏهن پين ڳالهين سا ڳڏ مون هيٺرو به چيو ته:-

جيڪا وڏي عزت اوهان اڄ مون کي ڏني آهي، تنهنجو جيڪڏهن آءٌ پاڻ کي ٿورو گهڻو لائق ڄاڻان، ته به جيڪر منهنجي دل جي حيراني ۽ ڳڻتي ڪجهه گهٽ ٿئي. آءٌ سمجهي نٿو سگهان ته ڇو اوهان ڏکڻ جي ڪاري پاڳي مان ۽ منهنجي غريب قوم مان، مون کي هن وقت جي عزت واري ڪارگذاريءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سڏيو آهي، انهي هوندي به مون کي اهڙي صلاح ڏيڻ مناسب نظر ٿي اچي ته اسان جن آمريڪن حياتيءَ بابت تمام ضروري مسئلن مان هڪڙو هي آهي ته زور وارن ۽ ٺونگرن ۽

عالمن کي آڻي تمام غريب ماڻهن ۽ اڻ پڙهيلن ۽ گهٽ درجي وارن مان گڏ ڪجي ته پڻي هو هنن کي مدد ڪن ۽ ٿئي هڪ ٻين جي همت ۽ طاقت جي اثر جي قدر داني ڪن. پلا ڪهڙي طرح بيڪن اسٽريٽ وارن محلاتن ۾ رهڻ وارن کي اسين الاباما جي غريباڻين ٻنگين ۽ ڪچهه جي ٻنين يا لوئزيانا جي ڪمانڊ جي پوکن ۾ رهڻ وارن جي گهرجن ۽ احتياجن مان پوري طرح واقف ڪري سگهنداسين؟ اهو مسئلو هارورڊ يونيورسٽي حل ٿئي ڪري، نه پماڻ کي هيٺ لاهڻ سان، پر عام ماڻهن کي مٿي نيڻ سان...

جيڪڏهن منهنجي گذريل حياتي جو مدعا پنهنجي قوم جو سڌارڻ ۽ اوهان جي ۽ پنهنجي قوم جي وچ ۾ ساز پيدا ڪرڻ هو ته آءٌ اوهان کي يقين ٿو ڏيان ته اڄ کان وٺي اهو مدعا پيڙو بلڪ زياده ٿيندو. خدا تعاليٰ حڪمت موجب ماڻهوءَ جي فتحيابيءَ جو هڪڙوئي رستو آهي، ساري قوم جي لاءِ هڪڙو آهي. هن ملڪ جي خواهش آهي ته سڀ ڪا قوم آمريڪا جي نموني تي پاڻ کي آزمائي ۽ هلائي. انهي رستي آها بهتر ٿئي يا بدتر ٿئي، کٽي يا هارائي، ۽ پوئين تفريق ۾ رکيو خيال ڪرڻ ڪنهين ڪم جو نا هي. ايندڙ اڌ صدي يا وڏيڪ عرصي ۾ منهنجي قوم کي آمريڪا

جي سخت آزمائش سان لنگھڻو ٿيندو. اسان جي صبر ۽ تحمل ۽ اورچائي ۽ برد باري ۽ همت ۽ هنرمنديءَ جي آزمائش ٿيندي. اسان کي پين سان گڏ ڪوشش ڪرڻي ٿيندي ۽ واپار ۾ فتحياب ٿيڻو، سچ جي بدران ڪوڙ جي پرواه نه ڪرڻي، سچي شيءِ جي بدران رڳي ڏيک جو خيال نه ڪرڻو، وڏو ٿي پوءِ به ننڍو رهڻو، پڙهيل ٿي پوءِ به نادان رهڻو، اعلي درجي کي پهچي پوءِ به سڀني جو نوڪر ٿي رهڻو ٿيندو.

اهو پهريون پيرو هو، جو نيو انگلنڊ جي هڪڙي يونيورسٽي هڪڙي شيديءَ کي هڪڙي آبرو جهڙي سند ڏني هئي، تنهنڪري ساري ملڪ ۾ اخبارن جي انهي بابت چوُپچو ٿيڻ لڳي. نيو يارڪ جي هڪڙي اخبار جي نامه نويس هيئن لکيو :-

جڏهن **بڪر واشنگٽن** کي نالو وٺي سڏيو ويو ۽ هن آئي اها عزت قبول ڪئي، تڏهن مرحبائي تاڙين جو اهڙو ٺهڪو ٿيو، جهڙو مشهور جنگي پهلوان **جنرل مائلس** کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي به نالي تي نه ٿيو. اها مرحبا ۽ تعريف ڪوڙي ۽ زور جي نه هئي، پر سچي ۽ دلي هئي. جيڪي به ماڻهو حاضر هئا، هيٺ تـوڙي مٿي، سي سڀ انهي ۾ شامل ٿيا، ۽ جيڪي منهنجي چوڌاري ويٺا هئا،

تن جو منهن پئي پريو، جنهن مان ثابت ٿيو ته جو ماڻهو اڳي هڪڙو غلام هو ۽ انهي پنهنجي قوم جي جيڪا خدمت ڪئي هئي، تنهن جي هنن سچي قدرداني ڏني ڪئي.

بوسٽن جي هڪڙي اخبار جي مهتمم وري هيئن لکيو:
ٽسڪجي اسڪول جي پرنسپال تي ايم اي جي آبرو واري ڊگري ڏيڻ سان هارورڊ يونيورسٽي نه رڳو هن کي آبرو ڏني آهي، پر خود پاڻ کي به ڏني آهي. تعليم ۽ حب الوطني ۽ خلق جي سڌاري لاءِ ڏکڻ ۾ جيڪا ڪمائي **پروفيسر بڪر واشنگٽن** ڪئي آهي، تنهنجي ڪري هو اسانجن قومي فياضن سان هم درجه شمار ٿيڻ جو حقدار آهي. جيڪا يونيورسٽي انهن کي پنهنجن ۾ٽن جي يادداشت ۾، دستوري امتحان ڪرڻ سان يا فقط آبرو ڏيڻ لاءِ داخل ٿي ڪري، تنهن کي انهن تي فخر ڪرڻ گهرجي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته **مسٽر واشنگٽن** پنهنجي قوم مان پهريون ماڻهو آهي، جنهن کي نيوانگلنڊ جي يونيورسٽيءَ هڪڙي آبروءَ واري ڊگري ڏني آهي. اها خود هڪڙي قسم جي ناموس ۽ عزت آهي. اها ڊگري انهي ڪري نه ڏني وئي ته **مسٽرواشنگٽن** هڪڙو شيدي آهي، يا هو ڇائي جو ڪان هڪڙو غلام هو، پر هن ڪري ته ڏکڻ جي شيدين

واري ڀاڱي جي ماڻهن کي مڏارڻ لاءِ محنت ۽ ڪوشش ڪرڻ سان هن اهڙي ذاتي قابليت ۽ همدلعزيزي ۽ انسانيت ڏيکاري آهي، جا ماڻهوءَ ۾ بزرگي ٿي ڏيکاري، پوءِ انهي جي ڪُل اڇي هجي يا ڪاري.

بوسٽن جي ٻي هڪڙي اخبار ۾ هيٺن لکيل هو:-

نيوانگلنڊ جي ڪاليجن مان هارورڊ پهريون آهي، جو هڪڙي شيديءَ کي آبرو واري ڊگري ڏئي ٿو. جنهن ٽسڪجي جي تاريخ پوري طرح پڙهي آهي ۽ جيڪو ڪم ان ڪيو آهي، سو معلوم ڪيو آهي، آهو بڪر واشنگٽن جي همت ۽ اورچائي ۽ هوشياريءَ جي ضرور تعريف ڪندو. چو نہ هارورڊ هڪڙي اڳوڻي غلام کي مان ڏئي، جنهن پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي اهڙي خدمت ڪئي آهي، جنهن جي خبر فقط آئيندي ۾ پئجي سگهڻ جي آهي.

نيويارڪ ٽائمس جي نامہ نويس هيٺن لکيو:-

جيڪي تقريرون ٽيون سي ماڻهن ڏاڍي خوشي ۽ شوق سان ٻڌيون، پر شيديءَ جي تقرير فصاحت ۽ بلاغت ۾ سڀني کان گوءِ کٽي وئي ۽ هن جي بس ڪرڻ وقت جيڪا تاڙين جي تحسين چوڏاري ماڻهن کان هن کي ملي، سا وڏي آواز واري هئي ۽ گهڻي تائين هلي.

ٽسڪجي ۾ مون وري اچي پنهنجو ڪم شروع ڪيو،

تنهن ڪان سگهوئي پوءِ مون پنهنجي دل ۾ پڪو ٺهراءُ ڪيو ته آءٌ ڪوشش ڪري هڪڙو اسڪول جوڙيندس، جو ملڪ ڪي اهڙو ڪمائتو ٿيندو، جو يونائيٽيڊ سٽيٽس جو پريزيڊنٽ هڪڙي ڏينهن اهو اچي ڏسي. حقيقت ڪري اهو هڪڙو جرات جهڙو ٺهراءُ هو، جو ڪيترن ورهين تائين مون پنهنجن خيالن ۾ ٿي لڪايو ۽ همت جهلي ڪنهن ڪي نه ٿي ٻڌايو.

نومبر ۱۸۹۷ ۾ مون انهي ڪم لاءِ پهريون قدم کنيو ۽ اهو هي هو ته مون تجويز ڪري پريزيڊنٽ **مئڪنلي** جي هڪڙي مشير **آنربل جيمس ولسن** کي آڻايو، جو پوک ۽ آباديءَ جي کاتي جو سيڪريٽري هو. **سلبيٽر** ۽ **آرمسٽرانگ** واري پوک جي علم ۽ هنر سيکارڻ جي پهرين عمارت کلڻي هئي. تنهنجي کولڻ واري جلسي ۾ هو تقرير ڏيڻ لاءِ آيو.

سال ۱۸۹۸ جي پڇاڙيءَ ڌاري مون ٻڌو ته **پريزيڊنٽ مئڪنلي** جارجيا جي اٽلانٽا شهر ۾ گهمڻ ڪري اچڻو آهي، انهي لاءِ ته اسپين ۽ آمريڪا واري جنگ جي پوري ٿيڻ جي يادگيري قائم ڪرڻ لاءِ جيڪو صلح جو جشن ٿيڻو آهي، تنهنجي ڪارگذاريءَ ۾ شامل ٿئي. انهي وقت آءٌ پنهنجن ٻين ماسترن سان گڏ ارڙهن ورهين تائين ڏاڍي

محنت ۽ ڪوشش ۾ مشغول هوس ته هڪڙو اهڙو اسڪول جوڙيون، جو چاتوسين ته قوم جي لاءِ ڪمائتو ٿيندو ۽ مون ارادو ڪيو ته سڌي ڪوشش ڪري پريزيڊنٽ ۽ سندس مشيرن کي آتي آڻايان. آءٌ واشنگٽن ۾ ويس. سکهوئي آءٌ سفيد گهر ۾ ويس. جڏهن آءٌ آتي ويس، تڏهن سڀ ملاقاتين جون جايون ماڻهن سان پريون پيون هيون، ۽ منهنجي دل لهڻ لڳي، چالاءِ جو مون کي اهو خطرو هو ته انهي ڏينهن آءٌ ڪيس ڏسي نه سگهندس. پر ڪنهين به طرح مون کي مسٽر اڊيسن پورٽر جي ڏسڻ جو وجهه مليو، جو پريزيڊنٽ جو سيڪريٽري هو. انهي کي مون پنهنجو مطلب سمجهايو، مسٽر پورٽر مهرباني ڪري منهنجو نالي جو پتو سڌو پريزيڊنٽ ڏي ڏياري موڪليو ۽ ٿورن ئي منٽن ۾ جواب آيو ته مسٽر مئڪنلي توکي ڏسڻ ٿو گهري.

آءٌ سمجهي نٿو سگهان ته جيئن پريزيڊنٽ مئڪنلي ڪندو آهي، تيئن ڪير ڪري سگهندو جو هيترن هرقسم جي ماڻهن کي جدا جدا ڪمن واسطي ڏسي ۽ هيتري محنت ڪري ۽ هرهڪ ماڻهوءَ سان ملاقات ڪرڻ مهل آرامي ۽ صبر وارو ۽ تازو رهي. جڏهن مون پريزيڊنٽ کي ڏٺو، تڏهن هن مهرباني ڪري منهنجي شڪرگذاري

ڪئي، جو چيائين ته تون ٽسڪجيءَ ۾ ملڪ جي فائدي لاءِ هيترو ڪم ٿو ڪرين. پوءِ مون مختصر طرح پنهنجي اچڻ جو مطلب ٻڌايس. مون ذهن نشين ڪرايس ته قوم جي مدارالمهام جي اچڻ ڪري اسان جي شاگردن ۾ ڀاڙهيندڙن کي نه رڳو همت ايندي، پر ساري قوم کي مدد ملندي. هن خيال ڏني اها ڳالهه ٻڌي، پر ٽسڪجي ۾ اچڻ جو انجام نه ڪيائين، ڇا لاءِ جو اڃا اٽلئنٽا ڏي سندس وڃڻ جي رٿ پوري طرح قائم نه ٿي هئي؛ پر هن مون کي چيو ته ڪن ٿورن هفتن کان پوءِ مون کي اها ڳالهه ياد ڏيارج.

هئي مهيني جي وچ ڌاري پريزيڊنٽ پڪو ٺهراءُ ڪيو ته اٽلئنٽا ۾ صلح واري جشن ۾ ويندو. مون وري به واشنگٽن ۾ وڃي کيس ڏٺو، انهي لاءِ ته چوانس ته وڏي ٽسڪجي تائين اچي. هن دفعي مسٽر چارلس هيئر ٽسڪجي جو هڪڙو مشهور گورو به مهرباني ڪري خوشيءَ سان مون سان گڏجي هليو، انهي لاءِ ته ٽسڪجي ۽ آس پاس جي گورن جي طرفان به مون کي انهي دعوت ڪرڻ ۾ مدد ڪري ۽ زور وٺائي.

هئي پيري منهنجي واشنگٽن وڃڻ کان ٿورو اڳي ملڪ ۾ ڏاڍو جوش ۽ شيدين کي ڏاڍي غمگيني ۽ نا اميدي

هئي، ڇا لاءِ جو ڏکڻ جي ڪيترن ئي ڀاڱن ۾ ٻنهي قومن جي وچ ۾ دنگا فساد ٿيا هئا. جنهن وقت مون پريزيڊنٽ کي ڏٺو، تنهن وقت مون سهي ڪيو ته انهن دنگن فسادن جي ڪري هن جي هانو تي گهڻو بار هو. جيتوڻيڪ گهڻائي ملاقاتي هن جي ڏسڻ لاءِ منتظر ويٺا هئا، تڏهن به هن مون کي پاڻ وٽ زياده ترسايو، جنهن ۾ منهنجي قوم جي هاڻوڪي ۽ آئيندي جي حالت بابت مون سان گفتگو پئي ڪيائين. ڪيترائي ڀيرا هن چيو ته مون پڪو ارادو ڪيو آهي ته انهي قوم ۾ پنهنجو واسطو ۽ ويساهه ڏيکاريان، نه فقط لفظن ۾ پر ڪمن سان. جڏهن مون چيس ته منهنجي نظر ۾ اهڙي وقت انهي کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالهه، انهي قوم کي وڌيڪ همت ۽ اميد ڏيندي ته ملڪ جو پريزيڊنٽ خوشيءَ سان پنهنجي رستي کان هڪ سؤ ڇاليهه ميل موڙي هلي شيدين جي اسڪول ۾ هڪڙو ڏينهن گذاري، تڏهن ظاهري ڪري انهي ڳالهه جو هن جي دل تي گهڻو اثر ٿيو.

آءٌ اڃا پريزيڊنٽ وٽ ويٺو هوس ته اٽلنٽا جي شهر جو هڪڙو گورو، جو جمهوري حڪومت جي خيال وارو هو ۽ اڳي غلامن رکڻ وارن مان هو، سو جاءِ ۾ لنگهي آيو ۽ پريزيڊنٽ انهي کان پڇيو ته ٽسڪجيءَ ۾ وڃڻ

ڇگو آهي يا نہ. آنهي ماڻهوءَ هڪدم ورندي ڏني تہ ائين ڪرڻ ڪيس بلڪل مناسب آهي. ڊاڪٽر ڪري، جو اسان جي قوم جو دوست ۽ خير خواهہ هو، تنهن بہ انهي راءِ ڪي زور وٺايو. تنهن تي پريزيڊنٽ انجام ڪيو تہ ڊسمبر جي ١٦ تاريخ آءٌ اوهان جي اسڪول ۾ ايندس.

جڏهن اها خبر پکڙڻ لڳي تہ پريزيڊنٽ اسان جي اسڪول ۾ ٿو اچي، تڏهن ٽسڪجي شهر جا گورا، جي اسڪول کان ميل ڪن پري رهندا هئا، سي اهڙا خوش ٿيا، جهڙا اسان جي اسڪول جا شاگرد ۽ پڙهائيندڙ. شهر جا گورا، مڙسين زالين، شهر سينگارڻ لڳا ۽ اسان جي اسڪول جي عملدارن سان مدد ڪرڻ ۾ شامل ٿيڻ لڳا، انهي لاءِ تہ اهڙي معزز ملاقاتي ۽ مهمان جي مناسب مرحبا ڪن. انهي ڪان اڳي مون ڪڏهن ڪين ٿي ڄاتو تہ ٽسڪجي ۽ آس پاس وارن گورن کي اسان جي اسڪول جو ڪيتري قدر خيال هوندو هو. ڏينهن جو جڏهن اسين پريزيڊنٽ جي استقبال لاءِ تياريون پيا ڪندا هئاسين، تڏهن انهن ماڻهن مان ڪيترائي مون وٽ پيا ايندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسان کي سرخروئي ۽ نالي جي طمع ڪانهي، مگر جي توکي ڪنهن مدد جي کپ هجي تہ انهي جي ڏيڻ لاءِ اسين تيار آهيون، رڳو چوڻ جي دير آئي. جنهن

ڳالھہ جو منھنجي دل تي پريزيڊنٽ جي اچڻ ڪري خوشي جو اثر ٿيو، سا اھا ھئي تہ الاباما جي سيني درجن جي ماڻھن اسان جي ڪم تي وڏو فخر ٿي ڪيو.

ڊسمبر جي ١٦ تاريخ ٽسڪجيءَ جي ننڍڙي شھر ۾ ماڻھن جو اھڙو انبوه اچي ٿيو، جو اڳي ڪڏھن ڪونہ ٿيو ھو. پريزيڊنٽ سان گڏ سندس سڀ مشير آيا، سواءِ ھڪڙي جيءَ جي انھن مان بہ گھڻن مان گڏ سندن زالون ۽ پيا گھر جا ڀاتي ھئا. ڪيترا ناليرا جنرل آيا، جيئن تہ جنرل شافٽر ۽ جنرل جوزف وھيلر، جي تازا اسپين ۽ آمريڪا واري جنگ تان موٽيا ھئا. ھڪڙو وڏو لشڪر اخبارن جي نامہ نويسن جو ھو. انھي وقت مانٽگامري الاباما جي قاعدي جوڙڻ واري مجلس بہ پئي وھندي ھئي. انھي بہ ٽسڪجيءَ ۾ حاضر رھڻ جي ڪري پنھنجي ڪم مھمل ڪرڻ جو ٺھراءُ ڪيو. پريزيڊنٽ جي عملي پھچڻ کان اڳي قاعدن جوڙڻ واري مجلس جا ميمبر آيا ۽ انھي ۾ مکيہ گورنر ۽ پيا سرڪاري عملدار ھئا.

ٽسڪجيءَ جي شھر وارن اسٽيشن کان وٺي اسڪول تائين ڏاڍا خرچ ڪري شھر کي سينگاريو. وقت بچائڻ لاءِ اسان اھو بندوبست ڪيو تہ ساري اسڪول جا شاگرد پريزيڊنٽ جي اڳيان لنگھي وڃن. ھرھڪ شاگرد کي

هٿ ۾ ڪماند جي لٺ ۽ انهي جي چوٽيءَ تي ڪپاهه جا ڏينهو ٻڌل هئا. شاگردن جي پٺيان اسڪول جي سيني ڪاتن جو ڪم هن جي نظر سان ڪڍايو ويو، جو سڀ تختن تي رکيل هو، جن کي گهوڙن ۽ خچرن ۽ ڏاندن ٿي چڪيو. انهن تختن تي اسان ڪوشش ڪري نه رکيو اسڪول جو هلندڙ ڪم ڏيکاريو، پر اڳوڻي ۽ هاڻوڪي ڪم ڪرڻ جي رستن ۽ دستورن جو مقابلو ۽ فرق به ڏيکاريو. مثلاً اسان ڪير ڏڌ مکڻ پيدا ڪرڻ جو پراڻو رستو نون سڌريلن رستن سان گڏ مقابلي لاءِ رکي ڏيکاريو ۽ زمين کيڙڻ جا قديم رستا نون سان مقابلو ڪري ڏيکاريا، رڌڻ پچائڻ ۽ خانه داري جي ڪم جا جهونا رستا نون سان مقابلو ڪري ڏيکاريا. انهن تختن جي ڪاڏين لنگهڻ ڏيڍ ڪلاڪ ورتو.

جيڪا وڏي نئين ديول اسان جي شاگردن تازي جوڙي راس ڪئي هئي، تنهن ۾ تقرير ڪندي پريزيڊنٽ ٻين ڳالهين سان گڏ هيئن به چيو ته :-

هڙي مزي جهڙي موقعي تي اوهان کي گڏجڻ ۽ اوهان جي ڪم کي پنهنجن اکين سان ڏسڻ جي وجهه ملڻ ڪري آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. ٽسڪجي جو نارمل اسڪول ۽ هنري اسڪول نهايت اعليٰ قسم جو آهي ۽

اڳئي ملڪ ۾ نالو ناموس ڪڍيو اٿن، بلڪ ملڪ کان ٻاهر به. جيڪي انهي ڪم ۾ شامل آهن، تن سڀني کي آءٌ مبارڪ ٿو ڏيان جو انهي مان شاگردن کي عزت آبرو جهڙي ۽ ڪمائتي حياتي گذارڻ جي تعليم ملي ٿي. اهڙي چڱي ڪم مان انهي قوم جو اعليٰ قسم جو سڌارو ٿيندو، جنهن لاءِ اهي اسڪول قائم ٿيا آهن.

آءٌ ڀانيان ٿو ته انهي تعليمي آزمائش ۽ تجربي، جنهن ملڪ جي سڀني ڀاڱن جي جهونن خيالن وارن خلق جي خيرخواهن ۽ فياضن جي به مدد چڪي ورتي آهي. تنهنجي لاءِ هن هندڪان بهتر ٻي ڪا به جاءِ ڪانه هئي. اها ڳالهه نـاممڪن آهـي تـه ٿسڪجيءَ جـو ذڪر ڪجي ۽ ٻڪر واشنگٽن جـي خـاص تعريف نـه ڪجي. هي شـريف ۽ ڏکيو ڪم آنهي جو شروع ٿيل هو ۽ انهي لاءِ هو تحسين جوڳو آهي. هن جي دل جـي شوق ۽ همت ان جو پڪو سڌارو ممڪن ڪري ڏيکاريو ۽ ان جي اسڪولن ۾ اعليٰ درجي جي قابليت قائم ڪري ڏيکاري. هـن پنهنجي قوم جي مهنداري جي ڪري نالو ڪڍيو آهي ۽ انهي ڪري پنهنجي وطن ۾ هو مشهور آهي ۽ گهڻي آبرو ملبس ٿي ۽ ٻـاهر بـه هڪڙو مشهور عـالم ۽ فصيح گفتگو ڪندڙ ۽ سچو فيض رسائيندڙ ليکيو وڃي ٿو.

آنربل جان لانگ، جهازي کاتي جي سيڪريٽري پنهنجي تقرير ۾ هيٺرو بہ چيو تہ:

اڄ آءٌ ڪا تقرير ڪري نٿو سگهان. منهنجي دل پنهنجي ذاتين ۽ پنهنجي رنگن جي ديس پائين جي لاءِ اميد ۽ تعريف ۽ فخر سان ڀريل آهي. آءٌ اوهان جو ڪم ڏسي احسانمندي ۽ واڪاڻ سان ڀرجي ويو آهيان ۽ اڄ کان وٺي اڳتي اوهان جي ترقي ۾ ۽ جنهن مسئلي جي حل ڪرڻ ۾ اوهين رڌل آهيو، تنهن ۾ پڪو ڀروسو رکندو رهندس. اهو مسئلو آءٌ ڀانيان ٿو تہ اڳئي حل ٿي ويو آهي. اڄ جيڪا تصوير پيش ٿي آهي، سا اهڙي آهي جو جيڪر واشنگٽن ۽ لنڪن جي تصويرن سان گڏ ڪڍائي آئندي جي وقت ۽ نسلن لاءِ ڇڏجي ۽ جا اخبارن ۽ ڇاپخانن کي گهرجي تہ ملڪ ۾ ڇوڏاري ڦهليل ڇڏين. اها ڏاڍي تماشي جهڙي تصوير آهي ۽ آها هي آهي: يونائيٽيڊ سٽيٽس جو پريزيڊنٽ هن ٽلهي تي بيٺو آهي. هڪڙي پاسي الاباما جو گورنر ۽ ٻئي پاسي انهي قوم جو طرفدار، جو ٿورا ورهيہ اڳي غلام هو، يعني ٽسڪجي جي نارمل ۽ هنري اسڪول جو شيدي پريزيڊنٽ. خدا ڪري پريزيڊنٽ کي خوش رکي، جنهنجي حشمت هيٺ اهڙو نماءُ آمريڪا جا ماڻهو ڏسن ٿا. خدا ڪري الاباما جي سرڪار کي خوش

رکي، جا ڏيکاري ٿي تہ اھڙي مسئلي کي ھوءَ پاڻھي ئي حل ڪري سگھي ٿي. خدا شل انھي فصيح ۽ فياض ۽ وڏي استاد جي شاگرد ٻکر واشنگٽن کي خوش رکي، جو استاد جيڪڏھن ھيئنر زمين تي ھجي تہ بہ جيڪر اھو سا ڳيو ڪم پيو ڪري.

پوسٽ ماسٽر جنرل ٻنھنجي تقرير جي پڇاڙيءَ ۾ ھي لفظ چيا:- گذريلن ٽورن ڏينھن ۾ اسان گھڻائي تماشا ڏٺا آھن. اسان ڏکڻ جي ھڪڙي وڏي مکيہ شھر جا شاندار ڪم ۽ وڏا تجمل ڏٺا آھن. اسان جنگ جا پھلوان قطار ۾ لنگھندا ڏٺا آھن. اسان گلن جا نماءُ ڏٺا آھن. پر مون کي يقين آھي تہ منھنجا سنگتي قبول ڪندا تہ جھڙو تماشو اسان اڄ صبوح جو ھتي ڏٺو آھي، اھڙو اثرناڪ ۽ ھمتائيندڙ ۽ آئندي لاءِ ساہ وجھندڙ پيو ڪونہ ڏٺو آھي.

پريزيڊنٽ واشنگٽن ڏي موٽي ويو، تنھن کان ڪي ڏينھن پوءِ مون کي ھيٺيون خط پھتو:

صاحب مھربان- ھن ٽپال ۾ آءٌ خوشيءَ سان انھن دستاويزن جا نقل موڪليان ٿو، جي پريزيڊنٽ جي اوھان جي اسڪول ۾ اچڻ جي يادگيري قائم رکڻ جھڙا تحفا آھن. ھنن ڪاغذن تي پريزيڊنٽ ۽ سندس انھن مشيرن

جا دستخط آهن، جي انهي ٻاسي ساٿس گڏ آيا هئا. هي وجهه وٺي آءٌ اوهان کي سچي دل سان مبارڪ ٿو ڏيان ته جڏهن اسين نسڪجي ۾ آيا هئاسين ۽ اتي رهيا هئاسين تڏهن اوهان جي سعئي ۽ نظر هيٺ جيڪي ڪم ڪيا ويا ۽ تماشا ڏيکاريا ويا، سي نهايت عمدا هئا. سارو بندوبست اهڙو پورو چڱو رکيو ويو هو، جو جيڪو به ماڻهو آيو هو سو ڏاڍو خوش ٿيو. هنري ڪمن ۾ جيڪي اوهان جا شاگرد رڌل آهن، تنجو ڪم ڏسي حيرت به لڳي ۽ خوشي به حاصل ٿي. جيڪا تعريف پريزيڊنٽ ۽ سندس مشيرن اوهان جي ڪم جي نسبت ۾ ڪئي، سا مبالغي جهڙي نه هئي ۽ آءٌ ڀانيان ٿو ته، انهي سان اوهان جي اسڪول کي آئندي لاءِ گهڻي همت ايندي ۽ فائدو پهچندو. ٻچاڙي ۾ آءٌ اوهان کي يقين ٿو ڏيان ته هليل ڪارگذاري ۾ جيڪو حيا اوهان ٻاڻ ڏيکاريو، تنهنجي اسان جي ساري سنگت گهڻي تعريف ڪئي. اوهان جي تمام ڪمائتي ۽ وطن دوستي جهڙي ڪم جي ترقيءَ لاءِ اسين دعا ٿا ڪريون. اسان جا خانگي سلام ۽ موسمي مبارڪون رسن.

واشنگٽن — اوهان جو سچو دوست

٢٣ ڊسمبر ١٨٩٩

**جان اڊيسن پورٽر**

پريزيڊنٽ جو سيڪريٽري

انهي ڳالهه کي ويهه ورهيه اچي ٿيندا، جو مون پهرئين دفعي ٽسڪجي ۾ غريباڻي ڪوشش ڪري هڪڙي پڳل لاندي ۽ پراڻي دڙهي ۾ اسڪول شروع ڪيو، جنهن ۾ هڪڙو پڙهائڻ وارو ۽ ٽيهه شاگرد هئا ۽ هڪڙي ڊالر جي به ملڪيت ڪانه هئي. هاڻي انهي اسڪول جي بلمي ٽيويهه سؤ ايڪڙ زمين جا آهن، جن مان ستن سون کان مٿي هر سال شاگرد پورهيو ڪري آباد ڪندا آهن. انهيءَ زمين تي ننڍيون وڏيون چاليهه عمارتون آهن، انهن مان ڇٽن کان سواءِ ٻيون سڀ اسان جن شاگرد پاڻ جوڙيون آهن. جنهن وقت شاگرد انهي زمين تي ڪم ڪندا آهن ۽ عمارتون اڏيندا آهن، انهي وقت هوشيار اُستاد انهن کي تازا سڌريل آبادي ۽ عمارت سازي جا رستا سيکاريندا آهن.

اسڪول ۾ هميشه پوري رواجي ۽ مذهبي تعليم سان تعلق رکندڙ اناويهه هنري ڌنڌا سيکارڻ ۾ ايندا آهن. اهي سڀ اهڙا هنر آهن، جن جي سکڻ ڪري اسان جا مڙس ۽ زالون اسڪول ڇڏڻ سان هڪدم وڃي ڌنڌي ۾ مشغول ٿيندا آهن ۽ پيسو ڪمائيندا آهن. هاڻي جيڪا مشڪلات آهي، سا اها آهي ته ڏکڻ ۾ اسانجن سنَدي شاگردن لاءِ اڃا تورڙي ڪارن ماڻهن جي ايتري گهرج ۽ ڇڪ آهي، جو جيتريون درخواستون انهن جي لاءِ اسان وٽ ٿيون پهچن، تن مان اڌ جيترا ماڻهو به اسين موجود

ڪري نٿا سگهون. چالو خرچ لاءِ اسان وٽ نڪي عمارتون آهن نڪي پيسا، جن جي ڏيڍ تي جيڪي جوان مڙس ۽ زالون داخل ٿيڻ لاءِ درخواستون ڪن ٿا، تن مان اڌ کان وڌيڪ داخل ڪري سگهون.

هنري تعليم ڏيڻ ۾ اسين ٽن ڳالهين تي خاص ڌيان ڏيندا آهيون: هڪڙي هيءَ ته شاگردن کي اهڙي تعليم ملڻ گهرجي ته ڏکڻ جي جنهن ڀاڱي ۾ هو رهندو هجي، انهي ۾ هاڻوڪين سڀني حالتن سان آها سوافق هجي. مطلب ته هو اهڙو ڪم ڪري سگهي، جنهنجي جهان کي گهرج هجي. ٻي ڳالهه هيءَ ته جيڪو شاگرد اسڪول ۾ پڙهي پاس ٿي سندَ وٺي، سو اهڙو هوشيار ۽ سمجهو ۽ چڱي چال وارو ٿيڻ گهرجي، جو پنهنجي لاءِ توڙي ٻين جي لاءِ چڱو خاصو گذران هٿ ڪري سگهي. ٽي ڳالهه هيءَ ته سيڪو سندَدي شاگرد ٻاهر وڃڻ مهل چاٽي ۽ وسهي ته پورهيو هڪڙي چڱي ۽ آبروءَ جهڙي شيءِ آهي، جنهن ڪري سيڪو پورهئي ڪان پڇڻ جي بدران انهي سان محبت رکي. جوان مڙس کي ٻوڪ جي تعليم ڏيڻ سان گڏ ۽ پنهنجن ڇوڪرين کي گهر جي سڀني رواجي ڪمن ڪارين جي تعليم ڏيڻ سان گڏ اسين هاڻي هر سال ڪيترين ڇوڪرين کي ٻوڪ جو ڪم به سيکاريندا آهيون.

انهن ڇوڪرين کي باغ رکڻ ۽ ميون پيدا ڪرڻ، کير ذڌ مکڻ جي ڪم ڪرڻ، ماکي جي مکين کي مانارن ۾ وهارڻ ۽ ککڙن ۽ ٻين پکين پالڻ جو ڪم به سيکاريندا آهن.

جيتوڻيڪ اسڪول رکو نالي جي لاءِ ناهي ته به اسان وٽ بائبل سيکارڻ جو هڪڙو اسڪول آهي، جو فيلپس هال ۾ هلندو آهي. انهي ۾ گهڻائي شاگرد وعظ ڪرڻ لاءِ يا ٻين قسمن جي مذهبي ڪم ڪرڻ لاءِ، خاص ڀهراڙي وارن ضلعن ۾، تيار ڪندا آهن. جيڪا ضروري ڳالهه آهي، سا اها ته سيکو شاگرد ڏاڍي اڌ ڏينهن جو ڪنهن هنر ۾ لڳائيندو آهي، انهي لاءِ ته ڪم سان به پيار ٿئيس ۽ هوشيار به ٿئي، جو جڏهن اسڪول ڇڏي ٻاهر وڃي، تڏهن جن ماڻهن ۾ وڃي ڪمائي، تن کي محنت جو چڱو مثال ڏئي ڏيکاري.

اسان وٽ هاڻي جيڪا ملڪيت آهي، تنهنجي قيمت ٽن لکن ڊالرن کان مٿي آهي، ۽ اسان جي اسڪول جي قائم فنڊ ۾ هينئر به لک پندرهن هزار ڊالر آهن. تنهنڪري اسان جي ساري ملڪيت جي قيمت قريب اڌ ڪروڙ ڊالر آهي. اسان کي زياده عمارتن جي ته گهرج آهي، پر اسان جو قائم فنڊ به وڌي گهٽ ۾ گهٽ پنج لک ٿيڻ گهرجي.

ساليانو چالو خرچ هيٺئر اٽڪل اسي هزار آهي. انهي جو گهڻو ڀاڱو آءٌ هر سال در در ۽ گهر گهر گهمي گڏ ڪندو آهيان. اسان جي ساري ملڪيت گروي ڪان آزاد آهي ۽ اسين جي هڪڙي مجلس جي حوالي آهي، جي اسڪول جي مٿان مقرر آهن.

ٽيهن شاگردن مان تعداد وڏي پارهن سؤ ٽيو آهي ۽ آهي سڀ ماڻهو ستاويهن رياستن ۽ ملڪن مان آيل آهن، آفريڪا، ڪيوبا، پورٽورئيڪو، جاميڪا ۽ ٻيا ڏاريا ملڪ. اسان جي اسڪولي ڪاتن ۾ ڇهاسي عملدار ۽ پڙهائيندڙ آهن، ۽ جيڪڏهن انهي ۾ اسين پنهنجن پڙهائڻ وارن جا ڪٽنب داخل ڪنداسين تہ اسان جي زمين جي ڪل آدمشماري چوڏهن سؤ ٿيندي.

مون ڪان اڪثر پڇندا آهن تہ هيترن سارن ماڻهن ڪي ڪهڙي طرح اوهين گڏ رکندا آهيو ۽ ساڳئي وقت ۾ ڪهڙي طرح انهن ڪي حرڪت ۽ خرابي ڪرڻ ڪان روڪيندا آهيو. انهي جا ٻہ جواب آهن :- هڪڙو هي تہ، جيڪي مڙس ۽ زالون اسان وٽ اچن ٿا، سي سچي شوق وارا آهن، ۽ ٻيو هي تہ سڀڪو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ مشغول آهي. اسان جي روزمره جو ڪم هيٺين ترتيب موجب ٿو هلي :-

صبح جو ۵-۰ بجي، اٿڻ جو گهنڊ، ۵-۰ ناشتي جي

تياري جو گهنڊ؛ ٦-٠٠ ناشتي جو گهنڊ؛ ٦-٢٠ ناشتو پورو ٿو ٿئي؛ ٦-٢٠ کان ٦-٥٠ جايون صفا ٿينديون آهن؛ ٦-٥٠ ڪم جو گهنڊ؛ ٧-٣٠ صبح جي پڙهڻ جو ڪم شروع ٿئي ٿو؛ ٨-٢٠ صبح جي اسڪول جو گهنڊ؛ ٨-٢٥ ڇوڪرن جي بدن جي صفائي ۽ سنبت جي نظر داري، قطارون ٻڌائي ڏسڻ سان؛ ٨-٤٠ ديول ۾ عبادت ڪرڻ؛ ٨-٥٥ روزاني خبر چار لهڻ لاءِ پنج منٽ؛ ٩-٠٠ ڪلاس جو ڪم شروع ٿئي ٿو؛ ١٢-٠٠ ڪلاسن جو ڪم پورو ٿئي ٿو؛ ١٢-١٥ ماني؛ ١-٠٠ ڪم جو گهنڊ؛ ١-٣٠ ڪلاسن جو ڪم شروع ٿئي ٿو؛ ٣-٣٠ ڪلاسن جو ڪم پورو ٿئي ٿو؛ ٥-٣٠ ڪم جو بار سر تان لاهڻ؛ ٦-٠٠ رات جي ماني؛ ٧-١٠ رات جي دعا؛ ٧-٣٠ رات جي پڙهڻ جو ڪم شروع ٿئي ٿو؛ ٨-٤٥ رات جي پڙهڻ جو ڪم بند ٿئي ٿو؛ ٩-٢٠ سمهڻ جي تياريءَ جو گهنڊ؛ ٩-٣٠ وڃي سمهڻ جو گهنڊ.

اسين هميشه اها ڳالهه ڪوشش ڪري ياد رکندا آهيون ته اسڪول جي ڪمائيءَ جي خبر آنجي پاس ٿيلن سَنَدي شاگردن مان پوندي آهي. جن تعليم جي تحصيل ڪري پس ڪئي آهي ۽ جن ايتري تعليم ورتي آهي جو هو موافق چڱو ڪم ڪري ٿا سگهن، تن کي گڏي شمار

ڪري اسين چئي ٿا سگهون تہ تمام ٿورو تہ بہ ٿي هزار مڙس ۽ زالون ٿسڪجيءَ مان ڏکڻ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ في الحال ڪم ڪن ٿا ۽ آهي پنهنجي جند جي مثال ۽ ڪوشش سان اسانجي قوم جي عام ماڻهن کي ڏيکارين ٿا تہ پنهنجي مالي ۽ علمي ۽ اخلاقي ۽ مذهبي حياتي ڀا حالت ڪيئن سڌارجي. انهي مان هي بہ ضروري فائدو پيدا ٿئي ٿو تہ هو گهڻي هوشياري ۽ برد باري ڏيکارڻ سان ٻنهي قومن جي وچ ۾ محبت پيدا ڪن ٿا، جنهن مان ڏکڻ جي گورن کي يقين ٿئي ٿو تہ شيدي مڙسن ۽ زالن کي تعليم ڏيڻ مان ڪهڙو فائدو ٿئي ٿو. انهي ڪان سواءِ، مائن جي مجلسن ۽ منهنجي زال جي آباديءَ جي ڪم سيکارڻ جي وسيلي هميشه هنن تي چڱو اثر پيدا ٿئي ٿو.

جتي ڪٿي اسان جا سَنَدي شاگرد ويندا آهن، اتي زمين خريد ڪرڻ، گهرن سڌارڻ، پيسي بچائڻ، تعليم وٺڻ ۽ چڱن اخلاقن حاصل ڪرڻ ۾ سگهوئي حيرت جهڙيون ڦيريون گهيريون ظاهر ٿين ٿيون. انهن مڙسن ٿوڙي زالن جي وسيلي قومن جون قومون جلد سڌريو پيون ٿيو پون.

ڏهہ ورهيہ ٿيا تہ ٿسڪجي ۾ سون بندوبست ڪري

شيدين جي پهرين ڪانفرنس قائم ڪئي. آها هر سال ٿيندي اچي ۽ انهي ۾ جدا جدا ڀاڱن جا شيدي، مڙس توڙي زالون، اتي نون سون جيترين اچي گڏ ٿيندئون آهن. آهي هڪڙو ڏينهن اچي گذاريندا آهن ۽ انهن کي خبر پوندي آهي تہ قوم جي سچي پچي هنري، ذهني ۽ اخلاقي حالت ڪهڙي آهي ۽ انهي کي ڪهڙي طرح سڌارجي. انهي ٽسڪجيءَ جي مرڪزي ڪانفرنس مان بيشمار مڪاني ڪانفرنسون يا جماعتون پيدا ٿيون آهن، جي هڪڙي نہ ٻئي قسم جو ڪم پيون ڪن. انهن جماعتن جي گڏ ٿيڻ مان هڪڙو هي نتيجو نڪتو آهي تہ هڪڙي ميمبر ساليانه جماعت کي ٻڌايو تہ سندس پاڙي وارن ڏهن ڪٽنبن پنهنجا گهر پيسا ڏئي خريد ڪيا آهن. ساليانه ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن ڪم ڪندڙن جي مجلس گڏ ٿيندي آهي. انهي ۾ آهي سڀ عملدار ۽ سيکاريندڙ اچي گڏ ٿيندا آهن، جي ڏکڻ جي جدا جدا وڏن اسڪولن ۾ تعليم جي ڪم ۾ مشغول آهن. آنهن ڪم ڪندڙن کي شيدين جي ساليانه ڪانفرنس ۾ قوم جي تعداد ۽ سچي حالت جي چڱي خبر پوندي آهي.

سال ١٩٠٠ جي آڙهہ ۾، **مسٽر ٿامس فارٽيون،** جنهن هميشه مون کي سيکنهن ڪوشش ۾ همراهي ڏني

ڪئي آهي، تنهن جهڙن مشهور ماڻهن جي مدد سان مون شيدين جي قومي ڏنڌي جي جماعت قائم ڪئي، جا پهرئين دفعي بوسٽن ۾ گڏ ٿي ۽ پهرئين پيري اهڙا گهڻا شيدي آئي گڏ ڪيائين، جي يونائيٽيڊ سٽيٽس جي جدا جدا ڀاڱن ۾ جدا جدا ڌنڌن ۾ مشغول هئا. اسان جي پهرئين جماعت ۾ ٽيهن رياستن جا ماڻهو آيا هئا. انهي قومي جماعت مان ڌار ڌار رياستن ۾ ننڍيون مڪاني ڌنڌي جون جماعتون پيدا ٿيون.

ٽسڪجي ۾ ڪم هلائڻ وارن جي نظرداري ڪرڻ ۽ اسڪول جي مدد لاءِ پيسن جي گهڻي ڀاڱي گڏ ڪرڻ کان آءٌ اهو به پنهنجو فرض سمجهندو آهيان ته ڌڪڻ وارن گورن يا شيدين جي سڏ تي يا اڪثر اتر وارن ماڻهن جي سڏ تي گهڻو ڪري وچي تقريرون ڪريان. انهي رستي منهنجو ڪيترو وقت وڃي ٿو، تنهن بابت بفيلو جي هڪڙي اخبار جي هيٺئين ذڪر مان حقيقت معلوم ٿيندي. انهي ۾ منهنجي انهي تقرير جو اشارو آهي، جا انهي شهر ۾ قومي تعليمي جماعت جي اڳيان ڏني هئي:-

**بڪر واشنگٽن** جو دنيا جي شيدين مان تمام مشهور تعليم ڏيندڙ آهي، سو جنهن وقت الهندي کان هن شهر ۾ آيو آهي ۽ اروڪائز ۾ داخل ٿيو آهي، تنهن وقت کان

وٽي ڏاڍو مشغول پئي رهيو آهي. اڄڪلهه واري رات اچا پنڌ جا نشان ٿي نه لاٿا هئائين ته ماني کائڻ جو وقت آيو. تڏهن هن ارو ڪائنز جي ڪمرن ۾ ملاقات جو بندوبست ڪيو جو ائين بجي تائين هليو. انهي وچ ۾ هن يونائيٽڊ سٽيٽس جي سينٽ ۽ پاڳن مان آيلن پڻ سون مشهور سيڪاريندڙن ۽ تعليم ڏيندڙن ماڻهن جي ملاقات ڪئي. ائين بجي کان پوءِ سگهوئي هن کي هڪڙي گاڏي ۾ چاڙهي سيوزڪ هال ڏي وٺي ويا ۽ ڏيڍ ڪلاڪ جي اندر شيدين جي تعليم بابت پنجن هزارن ماڻهن جي اڳيان ٻه بلند آواز تقريرون ڪيائين. تنهن کان پوءِ شهر جي شيدين جي هڪڙي ٽولي، جنهن جو سرڪردو پادري مسٽر وائنڪاس هو، تنهن هن کي وٺي هڪڙي شيدين جي مجلس ۾ مرحبا ڏيڻ جي لاءِ آندو.

اهڙين تقريرن ڪرڻ کان سواءِ هي ٻه آئي پنهنجو فرض سمجهندو آهيان ته ساري ملڪ جو، خاص ڏکڻ جو ڏيان اخبارن جي وسيلي ٻنهي قومن جي فائدي جهڙين ڳالهين ڏي ڇڪائيندو رهان. مثلا بيقاعدي سزا ڏيڻ جي خراب عادت بابت مون ائين ڪيو آهي. جڏهن لوئزيانا رياست جي انتظامي مجلس گڏ ٿي هئي، تڏهن مون انهي ڏي هڪڙو ڪليل خط لکيو هو، انهي لاءِ ته شيدين جي قوم

سان پورو انصاف ٿئي. اهڙين سينٰي ڪوششن ۾ مون کي ڏکڻ وارين اخبارن کان توڙي ملڪ جي ٻين پاڱن کان سچي دلي مدد پڻ ملي آهي.

جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪڏهن متاچريون نشانيون ظاهر ٿيون آهن، جن مان مخالف راءِ ڏئي سگهجي ٿي، تڏهن به جهڙو هن وقت پنهنجي قوم جي نسبت ۾ مون کي چڱي اميد رهي ٿي، اهڙي اڳي ڪڏهن نه رهي آهي. وڏو انساني قاعدو، جو پچاڙيءَ ۾ گڻ جي قدرداني ڪري ٿو ۽ انهي جو انعام ڏئي ٿو، سو هميشه لاءِ جڳاءِ ڪندڙ ۽ عام لاڳو آهي. ٻاهرين دنيا کي ڪاٿ خبر ڪانهي نڪي اها انهي جي قدرداني ڪري سگهي ٿي ته ڏکڻ وارن گورن توڙي سندن اڳوڻن غلامن جي دلين ۾ پاڻ کي قومي تعصب کان آزاد ڪرڻ لاءِ هميشه چا چا پيو هلي، جيتوڻيڪ ٻنهي قومن جي دلين ۾ اها مخالفت هلندڙ آهي، تڏهن به انهن کي باقي خلق جي همدردي ۽ بردباري ضرور ملڻ گهرجي.

پنهنجي بابت هن احوال پوري ڪرڻ تي آءٌ اتفاق سان پاڻ کي ورجينيا جي رچمنڊ شهر ۾ ٿو ڏسان، جو شهر ڪي ورهيه اڳي ڏکڻ جي گڏيل رياست جو مکيه شهر هو ۽ جتي اٽڪل پنجويهه ورهيه اڳي، غريبيءَ جي ڪري

أچي راتن جون راتيون رستي جي پاسي وارن پيچرن هيٺان سمهندو هوس.

هن پيري آءٌ رچمنڊ شهر جي شيدين جو مهمان آهيان، ۽ انهن جي فرمائش موجب هتي انهي لاءِ آيو هوس ته گذريل رات پنهي قومن جي ماڻهن جي اکيان راڳ جي اسڪول ۾ تقرير ڏيان، جتي شهر جا تمام چڱا ماڻهو بلڪل گهڻا اچي گڏ ٿيا هئا. اهو پهريون ئي دفعو آهي جو هن جاءِ ۾ شيدي ماڻهن کي گڏ ٿيڻ ۽ آن جي ڪم آڻڻ جي اجازت ملي آهي. منهنجي هتي اچڻ جي اڳئين ڏينهن، شهر جي ڪائونسل هڪڙو ٺهراءُ منظور ڪيو ته سيئي گڏجي منهنجي تقرير ٻڌڻ اچن. سرڪاري قاعدن جوڙڻ واري مجلس، سوڪليلن وڪيلن ۽ سينيٽ جي مجلس سميت، اهڙو ٺهراءُ متفق راءِ ڪيو ته سيئي گڏجي هتي اچن. سون شيدين، گهڻن ناميارن گورن، شهر جي ڪائونسل ۽ سرڪاري قاعدن جوڙڻ واري مجلس ۽ سرڪاري عملدارن کي مون پنهنجو آهو پيغام رسايو، جو گهڻي اميد ۽ خوشي پيدا ڪرڻ وارو هو؛ ۽ جنهن ديس ۾ آءٌ ڄائو هوس، تنهن ۾ موٽي اچڻ لاءِ جا هنن مون کي اها مرحبا ڏني تنهن لاءِ پنهي قومن جي مون تهدليءَ سان شڪرگذاري ڪئي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوائ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳـو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪلائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)